# ميراڻي سنڌڙي


ليکڪ:

پروفيسر نارائڻداس ر. ملڪاڻي.


قيمت ١-١٢-٠


١٩٣٦

ڇپائيندڙ:

ڪوڙومل

# مِٺڙي سنڌڙي

ليکڪ:

پروفيسر نارائڻداس ر. ملڪاڻي.

قيمت ٠-١٢-٠

ڇاپو پهريون ] جلد ١٢٥٠

١٩٣٦



ڇپائيندڙ:

ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل

ڪاهي رستو، حيدرآباد سنڌ.

# نوٽ.

سنڌ جي جهوني تواريخ جي کوجنا گهڻو ڪا ٿي آهي، جنهنڪري سنڌ جي جهوني اِتهاس بابت ڪي بلڪل ٿورا ڪتاب ڇپيل آهن. جڏهين پروفيسر نارائنداس ملڪاڻي پنهنجو لکيل ڪتاب "ميراڻي سنڌڙي" مونکي ڏيکاريو تڏهين خيال ٿيم ته اهڙو ڪتاب ڪوڙيمل ساهت منڊل پاران ضرور پڌرو ڪرڻ گهرجي. پر سنڌ ۾ ڪتابن جي ڪاپي جو حال مونکي ساريو پيو آهي، سو دل ٻي هنيم، پر ڪن سڄڻن کان ڪجهه مدد جو آسرو مليو تڏهين ڇپائڻ جو آرنڀ ڪيم.

پروفيسر ملڪاڻي هيءَ ڪتاب ڪيترن انگريزي ڪتابن جي آڌار تي تمام گهڻي محنت ڪري سهڻيءَ سنڌيءَ ۾ لکي سچ پچ سنڌي ساهتيه جي وڏي شيوا ڪئي آهي. سنڌ واسين کي سندس ممنون ٿيڻ گهرجي جو هن صاحب وقت ٻه وقت عمدا ڪتاب لکي بنا ڪنهن اُجوري جي ڇپائڻ لاءِ ٻي ڏنا آهن.

منڊل جي پاران گهڻي قدر شڪرگذار آهيان پروفيسر نارائنداس ملڪاڻيءَ، ۽ پڻ مسٽر پرمانند ميوارام جو، جنهن صاحب تڪليف وٺي سڄو ڪتاب نظر مان ڪڍيو ۽ پروف ڏنا، ۽ اُنهن سڄڻن جو به، جن ڪتاب جي ڇپائڻ لاءِ پئسي جي ساهتا ڪئي آهي.

**هري سندر روپچند،**
سيڪريٽري،
**ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل.**

حيدرآباد سنڌ،
٢٠ آگسٽ ١٩٣٦.

# فهرست

Lieut. R. F. Burtan—
"Sind"

ليفٽيننٽ - آر- ايف - برٽن
جي سنڌ تي لکيل ڪتاب
تان ورتل:



Seth Naoomal Hotchand's
"Memories."

سيٺ نائومل هوتچند جي
ڪتاب تان ورتل



Dr. J. Burn's "Visit to
the Court of Siud."

ڊاڪٽر جي- برنس جي
ڪتاب تان ورتل

Cousin's "Antiquities of Sind"



Burton's "Sind Revisited" Vol. I.



Burton's "Sind Revisited" Vol. II.



Col. Keith Young— "Sindh In The Forties"



"Dry leaves From Young Egypt."



Lieut. Carles



J. F. Heddle: Asstt. Surgeon.



Postans: "Personal Observation in Sindh."

# مهاڳ.

سنہ ١٧٥٨ع ۾ انگريزن جو سنڌ ۾ پير پائڻ ٿيو، پر
ڪجھ وقت تائين اميرن ۽ سنڌي ملاحڪارن جي شڪ
گمان ڪري انگريزن جا عيوضي سنڌ ۾ پنهنجو پير
کوڙي نہ سگھيا. پوءِ جڏهين پنجاب ۽ افغانستان جون
حالتون بدلجڻ لڳيون تڏهين انگريز سرڪار سنڌ جي
حاڪمن سان دائمي ناتي ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي.
تنهن گهڻيئي آڏا آر اورانگهڻا پيون، پر نيٺ ١٨٣٢ ۾،
۽ وري ١٨٣٤ ۾ "ٻہ ٻيا صلحناما لارڊ وليم بينٽڪ ۽
مير مراد عليءَ جي وچ ۾ صادر ٿيا." تنهن وقت کان
وٺي ڪئين عالم انگريزي آفيسر سنڌ ۾ آيا، ۽ سنڌ کي
ڏٺون ۽ آسن پريو ملڪ سمجهي سنڌ س موجود هہ حالتن
مان پاڻ کي واقف ڪيائون. جيڪي ملاقي ٿي آيا تنمان
ليفٽيننٽ برٽن، ڊاڪٽر برنس، مسٽر پوسٽنس، ڪرنل
ڪيٽ، ۽ ڊاڪٽر هيڊل مشهور آهن، ۽ انهن صاحبن
جيڪي ڏٺو ٻڌو تنهنجو دلچسپ بيان لکيو. سنڌن
بيان اڪثر ڪري ميراڻي راڄ بابت هو، ۽ هيءَ
"ميراڻي سنڌڙي" انهنجي لکيل ڪتابن مان چونڊ
گلدستو ڪري جاڙو. انجي خوشبوءِ توڙي بدبوءِ انهن

انگريزي سٽلانين جي شؤق ۽ وهم موافق آهي. ارمان سان ڇوٽو ٿو پوي تہ انهيءَ ميراڻي راڄ بابت - ۽ اِهو راڄ ڪالهوڙو راڄ ڪٿي چئجي - سيمٺ نائون مل کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ ديسي ماڻهوءَ روشني نہ وڌي آهي. گهڻو ڪري ليڪڪن جا رايا پاڻ ملن جهلن تاہ تنهنمان خاطري ٿي ٿئي تہ حالتون گهڻي قدر اهڙيون ئي هيون. ڪي ڪي اُصوُل اهڙا چٽا ۽ چِهرا آهن جو جڻ مورتون اکين اڳيان بيٺون ڦرن. هيٺ انهن ليکڪن جي لفظن ۾ "ميراڻيسنڌڙيءَ" جو نهايت مختصر بيان ڏنو ٿو وڃي.

ميراڻي راڄ ۾ کيتيءَ جي حالت چڱي نہ هئي، ۽ "زمين جي غيرآباديءَ جو هڪ وڏو سبب ڪاٺيڻ ڪٽڻ جو غلط سرشتو هو." "هن سرشتي ڪري درحقيقت آبادگار کي ٽن درجن جا عملدار ڦريندا هئا." اميرہ ڪاردار ۽ اَمين. "مطلب تہ ويچارو آبادگار ڍل ڀريندي، چيٽ ۽ بيگر ڪندي بہ مزوريءَ جو ڦل نہ ماڻيندو هو." ڍلون ٻن قسمن جون هيون: عام ۽ خاص. اهي وري ڪيئين جنسن تي هيون. "ائين چئي سگهبو تہ اسانجي ملڪ ڪانسواءِ سنڌ جهڙو عام ڍلن جو سرشتو ٿورن هنڌ هوندو، پر انهيءَ سرشتي ۾ هڪ وڏو نقص اهو هو جو ڍلن جو بوجو انهن تي رکيل هو جنکي ڍلن کان معافي ڏيڻ ملڪ جي بهبوديءَ لاءِ هو، ۽ اُنهنٿي ٻرو هو جنتي عقل ڇيو ٿي تہ هلڪو هئڻ گهرجي. تنهنکان سواءِ

حاڪم اهڙا لوڀي ۽ ڦورو جو اِنصاف ڇڏي جيترو وٽندو هون اوترو ڇڪيندا هئا..." (١٧٦) تڪليفن ڪري سنڌ جي واپارين درياهہ ڇڏي خشڪيءَ جا رستا ورتا. "مال جي روانگيءَ تي سنڌ اندر ڪن مقرر جڳهين تي 'محصول راهداري' پرٽو پيو تي، ۽ واپار تي اِهو محصول ايڏي ڇٽي هو جو وڏا واپاري خاص سنڌون وٺي محصول معاف نہ ڪرائيندا تہ هُوند واپار ئي بند ٿي وڃي ها". (١٧٥) "خشڪيءَ رستي اميرن جون ڇٽيون ٽارڻ لاءِ ڪيترو واپار سنڌ مان ٿهي بلوچستان جا جابلو پيچرا وٺي، وات تي ڦورو قومن جا جوکا برسر ڪري اتر- اولهہ جي ملڪن ۾ وڃي پهچندو هو." (١٨٨) "سڄو ملڪ غريب آهي، ۽ ملڪ جا حاڪم نهايت پڪا آهن. تنهنڪري پرڳڻي جو واپار بہ انهيءَ موافق آهي." (١٨٦) اميرن جي ڪل آمدني اٽڪل ٣٥ لک هئي، ۽ سنڌن گهر جو خرچ خسيس هو. پر سنڌ سرڪار ۽ ڀل بستيءَ جو سرشتو "خودغرضيءَ، طمع ۽ ڪوتاهہ انديشيءَ جي نيتيءَ تي ٻڌل هو. خزانو گڏ ڪرڻ، عيش عشرتون ماڻڻ ۽ پنهنجن سردارن ۽ سنڌن راڄن کي خوش ڪرڻ (جي ملڪ جا سچا والي هئا) فقط اينتروٺي اميرن کي اِنتظار هو..." (١٧٩).

وٺو سنڌ جي ماڻهن جي حالت. پرڳڻي اندر خراب ۾ خراب زمينون، يعنيٰ "واهن جي پڇڙين وٽ، سنڌ ين

جون آهن. ...... سبب جو بروچ سردارن ۽ سندن خدمتگارن آباد ۽ پليون زمينون ڦاڙ ڪڍي هٿ ڪيون" (۱۰۸). سنڌي مسلمان اڪثري غريب مسڪين ٿا ٿين. رستن گسن تي ڏسبو ته ڪٿين ڪتنب مٿيءَ مان جون جون جا داڻا وينا چونڊين. اسانجي راڄ هيٺ مسلمانن جي حالت اڳي کان بدتر آهي." (۱۰۸أ). ماڻهن جي ذليل حالت جو هڪ مکيہ سبب هو نشو ونڊ. سڀ فرقا ۽ درجا خوب پياڪ هئا. دارون ۽ آفيم متئين درجي جا ماڻهو پيئندا هئا. "عام ماڻهو ته ڀنگ پياڪ آهن، ۽ اهڙا علتي ٿي پيا آهن جو انهيءَ کانسواءِ سرين ئي نٿي." (۱۱۳) "چلم هرڪو ڇڪي، ۽ هن طرف جي چلم ڏسڻ جهڙي آهي." (۱۱۲) چوري خسيس يا ڳري- عام جام ڏوهہ هو، ۽ هٿيارن بنا چوري شرمساري سمجهي هئي. "مالڪي حق بابت هلڪا خيال اٿن، جو ٻين جو چوپايو مال قدرتي طور آزاد ٿا سمجهن، ۽ جنهنکي وٽي سو ٻين جا حق غصب ٿو ڪري." (۱۳٦) "ڪوڙ ڳالهائڻ ته سينڌي جي پيٽ ۾ پيل آهي... قسم کي ڪوبہ وزن نٿا ڏين." گناهہ بابت لکندي برٽن چوي ٿو ته "سنڌي هرويرو بڇڙا ۽ ويل نہ آهن. ڳرا گناهہ ورلي ٿا ٿين، ۽ انهيءَ ڪري سزائون بہ سخت نہ آهن. خونيءَ کان سڀ ڌڪين ٿا، ۽ 'خوني' لفظ نفرت جو لفظ آهي." (۳٦) "انهن جبل جي خوني

ٻروچن ۽ امير ن جو ڪو ٻہ ضابطو ڪون ہو، پر سند ن رعيت صلح پسند ۽ سڪي آسودي هئي." (١٣٩)

" سنڌي هاريءَ جو رواجي کاڌو جوئر هو. منجهند جو جوئر جو روٽلو تنهن سان بصر ڳنڍي ۽ گهه ذرو خاصي خوراڪ سمجهبو هو؛ پر سانجهيءَ جو ڪڏهين چانور دال کائيندا هئا. جنڪان پڇي سگهي سي مڇي کائين، ۽ غريب عالم ڪير بدران مکڻ وڪڻي ڇاڇ ئي پيئندو هو. تهذيب جي نزاڪت ونبي ته سنڌي هندوستانيءَ اڳيان بيهي نہ سگهندو. " سنڌ جا امير ۽ سفيد پوش تہ ايراني دربار جو نقل ڪندا هئا، جو نہ سهڻو نہ شائنتو نظر ايندو هو. هيٺئين درجي جا سنڌي ونيا تہ ڪين اُٺ وهڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ گنوار ئي سمجهبو. کهڙو بہ مسڪين مسلمان ڪونيءَ ۾ پينو تہ پٽ تي ويهي وچڻ ٻوڪ چڏيندو." " هيٺئين درجي جي سنڌين جي روش ڏارين سان فضيلت جي نہ آهي. پر جي ست جو مٽ ملين تہ کهري پوڻ جي مجال نہ ٿيندين." " دنيا جي هن ٽڪر ۾ وطن لاءِ حب اُڻ لپ وت آهي." " جي اسين سنڌ ڏي رخ ڪٽي رکون تہ عام خلق ڏي نظر ڪندي، سنڌ جهڙي سولي فتح ٻي خيال ۾ اچي نٿي سگهي." " اميرن جو لشڪر هوهندان جڻن تڻن گڏ ڪيل، گوُنان گون، چترنگو، ٻيرنگو، زر دوست مجموعو آهي."

سنڌ جي هندن بابت برٽن لکي ٿو ته "تيز فهميءَ ۽ عقل جي بازيءَ ۾ سندن مٽ ڪونه هوندو. هندوءَ کي حساب ڪتاب لاءِ ڪا خاص ڪوڙي آهي... جنهي طرفداري ڪانهي اُتي جلد هندو مسلمان مٿان چڙهي کين زيردست ڪن ٿا." "نديا امير انهن 'ڪافرن' جي مدد ڪانسواءِ پنهنجو خسيس ملڪ سنڀالي ڪين سگهيا. تنهنڪري اَميرن جي اڀامڪاريءَ ۾ به هندو ۽ مسلمان متفرق درجن ۾ ورهايل هئا: هڪڙا لهڻيدار ۽ بيا قرضدار. (١٠٣) "هي ملڪ جيڪڏهن واپار ۾ وڌيو ، هندن جي ڪري ئي وڌندو ويجهندو... انهيءَ لاءِ جيڪا قابليت گهرجي سا منجهن موجود آهي، ۽ اها ڏيکارڻ لاءِ فقط اسانجي حفاظت جي ضرورت آهي." (١٧٠) شڪارپوري هندن ديس ڇڏي پرديس ۾ صرافيءَ جون ڪوٺيون وڃي کوليون. پنجاه سالن اندر وچ ايشيا جي گهڻي ڀاڱي ۾ زور وٺي ويو. سندس درسي هندڀون ڏوراهن ڏيساورن ۾ ٿي هليون. "هاڻي غور ڪر ته جن پٺن ۾ هڪ سوني سڪي لاءِ ماڻهو جان ٿا مارين اُتي ڪاڳر جا به چار رهڙيل پرزا ڪهڙا نه ڪارائتا ٿيندا." (١٩٤)

پر مٿين گهڻيئي مصيبتون نازل هيون. "سنڌي سرڪار يا سنڌي رعيت ۾ ڪي جزوي خوبيون آهن، پر ديني آزادگي خير ڪا آهي. دين اسلام ڦهلائڻ ۾

جهڙو زور زبر آهي اهڙو بئي ڪنهن ڪم ۾ ناهي." (٥٧). بت پرستيءَ کي پاڙون پٽڻ لاءِ مسلمانن ڪي هر طرح چيڙيو ۽ آياريو ٿو وڃي. انهيءَ مذهبي تعصب ڪري ساڻن جيڪا 'وحشي هلت' ٿيندي هئي سا برٽن، پوسٽنس ۽ سيٺ نائونمل جي احوال مان معلوم ٿيندي. انهيءَ جو اثر سندن رهڻ ڪهڻ تي نهايت دکدائڪ ٿيو. "سنڌي هندو نهايت گندا ۽ هلت ۾ پيچباز. يهودين وانگر آزايل ۽ ڏڪاريل. پهرويس هندوستان ۾ نيات پاڻ جهڙو، مگر سڀ مسڪينيءَ جو بيک پائي ملڪيت پيا لڪائيندا... جئن هندوستان جا هندو ٻاهران آبرودار ۽ فضيلت وارا تئن سنڌ جا هندو نه آهن. پلا هت ملڪ جي ريت تي هلن تڏهين مس رهي سگهن. رواج مسلماني، لباس مسلماني، گنديون عادتون، ميرو بت." مطلب ته سنڌ ۾ هندوءَ جي پوري پيٺ يورپ ۾ يهودين سان ٿي ڪري سگهجي ٿي. سندين خصلتون به اُهي ۽ خاميون به اُهي.

باقي سنڌ ۾ رهيا سنڌ جا امير ۽ سندن رهڻيءَ جون ٿي ڪي تصويرون هڪ خيال سان وٺندڙ چٽي سگهجن ٿيون. "مسلمان حاڪم جهڙا ڪامي ۽ عياش اڪثر ٿين ٿا تهڙا سنڌ جا حاڪم نه آهن... خاطري آهي ته اُمير ڪا به نشيدار شيءِ ڪين ورتائيندا آهن. دربار ۾ حقي جو نشان به ڪونهي ۽ ساري ڪٽنب

۾ ڪو آفيم ڪي ويجهو بہ ڪو نہ وڃي..." (٨٥) پر اُر مان جو انهيءَ پرهيز جو رعيت تي اثر ظاهر نہ هو. "اميرن جون ڪئين خاميون ٻڌيم، پر منجهن ڪا اهڙي خرابي ڪانہ ڏٺيم جا اڪثري اشراف انگريز ۾ نہ ڏسجي." (١٣٨). انصاف ڪرڻ ۾ ڪا اوٽائي هئين تہ اُها رحم ۽ حليمائي هئي. خون وهائڻ کان بلڪل پاسو ڪندا هئا." (١٣٩). خون ۽ ڦريون بہ فقط سرحد تي شڪارپور جي بيلن ۾، جتي ڪا ليں، ٻُردي لُٽيرو ڦهر ڪندا هئا. جبل جي خوني بروچن تي اُمير جو ڪو بہ ضابطو ڪو نہ هو... وڻن وچڻ سولو ۽ سُگهو هو. ڪير بہ کهڙو بہ ذليل هندو وڻن وڃي حال ٻڌائي سگهيو ٿي. برابر هندو سيٺن کان وڌيڪ ناراض هئا، ڇو جو مٿن سيٺني کان گهٽ مهر جي نظر هئي... (١٣٩) درٻاري ڳالهين ۾، مثلاً شاهي پناهہ وٺندڙن سان اميرن جي فراخ دلي ۽ تحسين جوڳي هلت هئي... انگريزن سان سندن هلت ڪپت بنا، فيض پري ۽ دوستاني هئي. جن ڊاڪٽرن سندن زالن يا ٻارن جا علاج ڪيا تنکي سوکڙين سوغاتن سان ڍئي ڇڏيائون..." (١٤٠) "ڪنهن بہ امير جي ساليانی آمدني سيڪنڊ ڪلاس انگريزي امير کان مٿي نہ هئي، ۽ سڄي آمدني اسانجي ڊيوڪ آف ڪمبرلنڊ ۽ لارڊ ويسٽمنسٽر جيتري مس هئي. انهيءَ رقم مان هزارين مقرب پاليندا هئا، پنهنجو راڄائي ناٽ رکندا ۽ پبلڪ ورڪس تي خرچ

ڪندا هئا." (١٥٢) خرچ ۾ بنهہ پڪا تہ بہ ڪين بہ شوق هئا. "سنڌ جي دربار ۾ ڏاڙهي ماڻهوءَ جو ڏيان جيترو اميرن جي قيمتي جواهرات ۽ زره خاني ڏي ڇڪبو اوترو ٻئي پاسي نہ ڇڪبو... ايشيا جي سيني پاسن کان جوهري سنڌ جي بزار تيز هڻڻ ڪري هرڪجي اميرن جي دار الحڪومت جي ملاقات ڪندا آهن." (٨٦) سنڌ ن سلحخاني ۾ گهڻو ڪري ايشيا جي هر ڪنهن نامور بادشاه جون تلواريون موجود هيون. ٻيو شوق هون شڪار جو. سڄو سال ڪوٽ اندر دٻيا بند ٿيا وينا هوندا هئا، پر سال ۾ هڪ بہ ڀيرو نڪرندا تہ شڪار لاءِ. شڪارگاهن لاءِ ڳوٺ ڪٽائي ڇڏيندا هئا، ۽ شڪار لاءِ وڏا ڊنبلا ونبي بنا چناءَ جي جيڏانهن اچين اوڏانهن نڪري پوندا هئا." (٨٩) "ڪابہ ڳالهہ ٻولهہ ساڻن ڪبي تہ ورور ڏيئي وري شڪار جي شوق تي اچي پهچندا هئا."

سنڌ ن خيال ۽ ويچار اَڻ پڙهيل وڏن ٻارن جا هئا. پر انهيءَ ۾ ڀاڱ پنهنجي رعيت جي لياقت موجب ئي هئا. مگر سنڌ ن رهڻي انهيءَ رعيت م خاص ڪري ٻروچ رعيت کان گهڻي وڏيڪ فضيلت ۽ پرهيز واري هئي. زناهڪاريءَ بابت ملڪ جي حالت کهڙي بہ ڪٽي هئي پر سنڌ ن بابت ڪوبہ اشارو ڪونهي. سنڌ ن عيش سڪين آسود ن انسان جوهو ۽ سنڌ ن درٻاري ڊبدٻو بہ تن ڏينهن جي ٻهچ وارن جاگيردارن جوئي هو. سنڌ ن

سرڪاري سرشتو اڃا ٺهيو ڪو نه هو، سنڌ جي سرحد تي شوخ قومن جو جبر هو، ۽ سنڌ اندر شوخ ۽ جهنگلي بروچن جي پرتي هئي. انهيءَ ڪري اميرن جو راڄ ظالم نه هوندي به ظلم کي روڪي نٿي سگهيو. آخري ۾ انگريز حڪومت سنڌ در تي اچي نڪاءُ ڪيو.

مٿيون سنڌ جو احوال ڪهڙو به ڪٿي دلچسپ هجي، ۽ برٽن صاحب جا ڪتاب ناول جهڙائي وندرائيندڙ آهن؛ پر ڪنهن به نڪته نظر سان وڻندڙ نه آهي. اهڙي ميراڻي سنڌڙيءَ ۾ شايد ڪو جزوي سنڌي وري رهڻ چاهيندو، ۽ اهو احوال انهيءَ ڏر جو ڏنل آهي جا اڃا طرفداري ڪرڻ نه سکي هئي. انهن انگريزي عالمن لاءِ هندو توڙي مسلمان ٻئي جاهل ۽ جهنگلي قومون هيون. هڪ لاءِ شايد نفرت وڌيڪ هين، ٻيءَ لاءِ شايد ڌڪار وڌيڪ هون. ڪنهن به قوم کي ڪنهن به نظر سان پاڻ جهڙو، پاڻ سريکو ڪين ٿي ليکيائون. تنهنڪري سيني ڪتابن جو نقص اهو آهي جو ڪتاب نويسن جڏهن لکيو تي تڏهين سنڌ جيءَ سنڌين تي ڪليو ويني. ڪين سمجهڻ جي، سنڌ جي خاصيتون ڳولڻ جي، سنڌ جي سيتا جو اڀياس ڪرڻ جي ڪوشش ئي ڪا نه ڪيائون. جيڪي ڏنائون يا ڪٿي ٻڌائون سو وٺي لکيائون. تنهن تي غور ڪو نه ويهي ڪيائون. ٻين پرڳڻن ۾ ٻين انگريزي سڳلانين رعيت جي سماجڪ، سارو جنڪ ۽ ڌارمڪ مسئلن تي به ڳوڙها

ويچار ڪيا. پر هت سنڌ ۾ فقط سياسي، فوجي ۽ قدري أرٿڪ حالتن تي لکيو اٿن.

پر انهن حالتن بابت گهڻي قدر بي ريا بيان ڏنو اٿن. ڪٿي ڪٿي وڌاءُ به آهي، ۽ ضرور ائين ٿيندو جو برٽن ۽ پوسٽنس جهڙا ليکڪ نه سپاويڪ ڪلاڪار ليکڪ هئا. مگر ائين به ڏسبو نه ڪي حالتون جن بابت بيان ڪيو اٿن سي اڄا ڳوٺن ۾ هڪ سؤ سالن جي انگريزي راڄ ڪانپوءِ به مؤجود ئي آهن. هارين جي أرٿڪ حالت يا سنڌي هندن جي ڳوناٽي حالت ۾ ڪو گهڻو ڦيرو ڪونه پيو آهي. سرڪاري سرشتي جي سختي ۽ افسرن جي پيڙا جي وڌي نه آهي نه گهٽي به ڪانهي. بلڪ ڪن ڳالهين ۾ انگريزي راڄ ۾ قدم پوئتي پيو آهي. سنڌ جا هنر ذري گهٽ چٽ ٿي ويا آهن. درياهي واپار ڏينهون ڏينهن مندو آهي، ۽ درياهي بندر لٽجي اڳيان نشان وڃي رهيا آهن. شهرن ۾ شراب نوشيءَ سنڌ جا، پر هند ۾ ناماچار لهڻو. چوري ۽ خاص ڪري مال جي چوريءَ لاءِ نه سنڌ هاڪاري هئي ۽ آهي. ڀلن جو سرشتو قريل آهي پر ڪير چوندو نه ڀلون هلڪيريون آهن؟ انصاف جو سرشتو به بدليل آهي پر ڪير چوندو نه غريبن لاءِ انصاف گهٽ ۾ گهٽ ميراٺو آهي؟ هارين جي خوراڪ ۽ پهرويس ۽ اڄهي م به شايد ڪو ترماترو فرق ٿيو هجي. اهو جؤئر جو روٽلو، ميربي

شلوار ۽ ڪڳن جو چنو. پر شڪر آهي جو انگريزي راڄ بابت اڃا ڪنهن معتبر انگريز ڪونه لکيو آهي. جي ڪٿي لکندو ته سمجهجي ٿو ته ڇا لکندو، ۽ پڙهندڙ تي ڪهڙو اثر ٿيندو. ميراڻيءَ سنڌڙيءَ بابت حاڪم انگريزن نه پر عالم سڳلاني انگريزن پنهنجا رايا ڏنا آهن. تنهن ڪري اهي رايا اسانکي ڪهڙا نه ڪوڙا لڳن. پر عاملن کي يا سنڌي هندن کي ڏاڍا مٺا ڪونه لڳندا. پر اهي رايا اسين بنه بي بنياد يا بي ريا نٿا ليکي سگهون.

هي ڪتاب مون ١٩٣٠ ۾ ڪراچي جيل ۾ لکيو هو. سنڌ تي ڪتابن پڙهڻ جي ڏاڍي دل هيم، پر ملڻ مشڪل. نيٺ مسٽر جمشيد مهتا، پائي پرتاپ ڏيلداس ۽ مسٽر ريواچند تڏاڻي وڪيل وٽان ڪيترا ڪتاب مليم، تنهن لاءِ آءٌ تنهين صاحبن جو شڪرگذار آهيان. مسٽر پرمانند ميوارام هن ڪتاب جا ڪي ٽڪرا 'جوت' ۾ اڳيئي ڇپائي ڇڏيا، ۽ باقي بيا پنهنجي نظر ثانيءَ مان ڪڍيا. 'جوت' جي پڙهندڙن کي تہ ڪيترا سنڌس لفظ ۽ اصطلاح هڪدم سمجهي ايندا. آءٌ ئي ڇٽي سگهندس ته هن جي قلم مون واري مضمون کي ڇا مان ڇا ڪري ڇڏيو آهي، تنهن لاءِ مونکي ۽ پڙهندڙن، ٻنهي کي مبارڪون هنکي ڏيڻيون پونديون. ڪتاب جو نالو به مونکي هريو ٻئي پر سجهيو نٿي. نيٺ پرنسيپال تڏاڻي ڪتاب جي ڇٽي واچي نالو ڏنو. هي ننڍڙو ڪتاب

آءٌ سنڌ جي پڙهندڙن اڳيان پيش ٿو ڪريان. اڪثري اسان سنڌين کي سنڌ، اڳين ۽ توڙي هاڻوڪيءَ بابت گهٽ واقفيت رهي ٿي. هيءُ ڪتاب سنڌ جي ساهتيہ ۾ گهڻو اڳ ڇپجي پڌرو ٿيڻ کپندو هو. مون به سچا سارا پنج سال سانڍي پوءِ وڃي ونءِ ١٩٣٦ ۾ پڌرو ڪرڻ لاءِ ڏنو آهي، تنهن لاءِ ڇپائيندڙن ۽ سنڌي ساهتيہ جي ڪوڏين ڪيڙون لهڻيون. پلا سنڌي ڪتاب، ۽ پلنامو نہ هجي، سا بہ ڪا ٿيڻي؟ شايد سنڌي ڪتابن جو اِهو مرڪ آهي.

نارائنداس رتنمل ملڪاڻي،
هريجن شيوڪ سنگهہ، دهلي.

# پلناهو

| صفح | سٽ | يُل | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٢٣ | پوئين | شهر | شعر |
| ٢٤ | ٢٠ | ويدو | ويندو |
| ٤٠ | ١ | الودي | الودو |
| ٦٤ | پوئين | سندس | سندن |
| ٧١ | ١٣ | دوازي | دروازي |
| ٧٤ | ٣ | ۾ | — |
| ٧٨ | ١٨ | خوهيش | خويش |
| ٩٤ | ٢٢ | جهڳين | جڳهين |
| ١٠٢ | ١١ | حجب | حجت |
| ١٠٦ | ٥ | اعلمالن | اعمالن |
| ١٠٧ | ٥ | تورا ۽ | — |
| ١١٤ | ٣ | يياڪ | پياڪ |
| ١٢٦ | ١٤ | چترط | چترط |
| ١٥٤ | ١٦ | اتن | اتس |
| ١٦٥ | ١٣ | ۾ | ء |
| ١٦٦ | ٧ | جن | ڪن |
| ١٦٨ | ٢٠ | آهي | آهن |
| ١٩١ | ١٨ | چوڪرا | چوڪرو |

# ميراڻي سنڌڙي

## (١) سنڌ مان فائدا

سنڌ جي هاڻوڪي حالت ڏسي سمجهاڻو تہ
منجهانئس هي فائدا آهن: هڪ تہ هن ملڪ کي گهڻو
ناهي سگهجي ٿو. فوجي ۽ واپاري مدنظر کان ڪمائتو
ٿيندو. جهونين عمارتن، عاليشان اڳين کاڻين ۽ تواريخ
نويس توڙي مسافرن جي احوالن مان ملڪ جو ڪنهن
زماني اعليٰ اوج معلوم ٿئي ٿو، ۽ سمجهجي ٿو تہ سنڌ
هن پنيءَ حالت ۾ نہ هئي. سنڌ جي زواليت جا بہ سبب
سجهن ٿا: هڪ گهرو قوت، ٻيو ٻاهريون ڪاهون. ڪاهن
ڪري ڏڪر، مرض ۽ ٻاج ماڻهن جي وسنءِ گهٽي
گهٽائي ڇڏي. پر هن ملڪ کي وري چاق ڪري زور
وٺائڻ اسانجي همت وس آهي. گذريل ٽن سالن جو
آزمودو بہ ڏيکاري ٿو تہ سنڌ اسانجي فوج ۽ فوجي
سامان رکڻ لاءِ عمدو مرڪز آهي. هتان اتر ۽ اتر-اولندي
جي سرحدي ملڪن تي بغلي (flank) حملا ڪري
سگهجن ٿا. سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ اسانکي ڪل پيئي
آهي تہ اميرن وٽان مدد ملين ها تہ پنجاب جا سک،
اتر الهندي جا پٺاڻ ۽ الهندي جون شوخ مذهبي

قؤمون اسان تي ڪهڙيون نہ غضبي ۽ دردناڪ ڄلهيون ڪري سگهن ها.

ٻئي پاسي واپار جي نڪتہ نظر سان بہ سنڌ ملڪ ڪارگر ٿيندو. هن وقت مڪران توڙي ڏکڻ ايران جي بندرن جو واپار گهٽ آهي، پر هن طرف قافلن جي آمدرفت خوب جاري آهي. مثلاً سون ميانڻي، گُوادر، پسني، بندر عباس، وغيره ڪنهن زماني نهايت سکيا آسودا هئا. پر اڄ واپار جي اهڙي موري آهي جو ڪنهن بہ وقت خريد ڪرڻ يا صلحنامو ڪري مٿن دخل ڄمائڻ ڪو مشڪل ڪم نہ آهي، ۽ جي هن طرف اسين اُمن اُماني ۽ جو انتظام رکنداسين تہ وچ ايشيا ۽ آس پاس جو واپار بہ مرضيءَ موجب قبض ڪري، سنڌ و بمبئي سان ڳنڍي سگهنداسين. اها منهنجي اميد هرو ڀرو فضُول نہ آهي.

## (٢) ڪراچي

اڳي ڪراچي مڪران جي حد اندر هئي. پوءِ تہ ٽالپرن قلات جي خان کان اها کسي ورتي. هن وقت آستاني حڪومت جو صدر مڪان ڪراچي آهي. ڪراچيءَ جو ٽالو هن ڪري ٿيو آهي. هڪ تہ سنيءَ سهنجي هنڌ آهي؛ ٻيو تہ آب هوا تڏيري ۽ صحت بخش اٿس، جنهنڪري سنڌ جو صحت گاهہ ليکجي ٿي؛ ٽيون تہ ڪراچي بندر جو ايران، عربستان ۽ اُلهندي هندوستان سان واپار جو هلاءُ تيز آهي. مگر شهر اندر هڪ زبُون

تيل ڪوٽ جون ديوارون آهن، ۽ اِنهيءَ جي آس پاس، ڪکاين پنگين ۽ ڳاهت تيل ڪچين جڳهن ڪانسواءِ بيو ڪي بہ ڪينهي. اُتر ۽ اُلهندي پاسي منو پاڻي موجود هئڻ ڪري ڪچ باغات آهي. باقي آس پاس ڪلر ۽ پونو لڳو پيو آهي. شهر اچ ڪلهہ وڏندڙ ۽ ناهوڪوٽي پيو آهي. اٽڪل چوويهن هزارن جي آبادي ٿيندي. وڏي فوجي ڇانوڻيءَ ڪري وسڻ ۽ واپار ٻئي زور آهن.

## (٣) سنڌ ۾ انگريز

سنہ ١٧٥٨ ۾ جڏهن ايست اِنڊيا ڪمپنيءَ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي کان نگرٺٽي ۾ ڪوٺي ڪيڻ ۽ ايجنٽ موڪلڻ جي اجازت ورتي تڏهن انگريزن جو سنڌ سان پهريون لاڳاپو ٿيو. ٻنهي ڌرين جو پاڻ ۾ دوستانو رستو ۽ واپاري تعلق سن ١٧٧٥ تائين هلندو آيو تانجو ظلمي مير سرفراز اهو ناتو اوچتو بي حيا تي توڙي ڇڏيو.

ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ مڪاني ۽ انگريزي سرڪار اهو دوستانو ناتو ٻيهر ڳنڍڻ جو ارادو ڪيو. ٻاهرون واپاري مراد سان، پر سچ پچ مشهور راڄ ۽ ڪابل جي اُمير کي رد ڏيڻ لاءِ. وقت جي اُمير فتح علي خان خوش ٿي ڪمپنيءَ جي آڇ قبولي. نئين واري ڪوٺي وري جاري ٿي، ۽ انگريزي ايجنٽ مسٽر ڪروءَ کي عزت آبرو ملي، پر ملڪ جي واپارين حرڪت بازي هلائي، ۽ حاڪمن جو بہ رخ ڦريل ڏسي ايجنٽ کي وري سنڌ ڇڏڻي پيئي. تنهن وقت اختياريءَ وارن غم کائي

هنن جهنگلين کي ڪين ڪپيو، نڪي ڪي سنڌ اندر
تڏهن ڪو فائدو ئي نظر آين. حڪومتن جي وچ صلح سانت
قائم رهيو.

سن ۱۸۰۹ ۾ هند سرڪار کي نئپولين جي ڪاهه
جو خطرو نظر آيو، تنهنڪي منهن ڏيڻ لاءِ ايران، ڪابل
۽ سنڌ جي حاڪمن ڏي ايلچي موڪليا ويا.

ٽالپرن جي آڪڙ ڏسي انگريز ڪڪ ٿي پيا، ۽
بيزار ٿي صلاحون ڪندي، نيٺ ڪمپنيءَ پاران مسٽر
هئنڪي سمٿ ۽ ٽالپرن جي وچ صلحنامو صحيح ٿيو.
مکيہ شرط هي هئا:- ٻنهين جي وچ دائمي دوستي،
ڌارين ۽ خاص ڪري فرينچن ۽ آمريڪن تي بندش،
۽ هڪ ٻئي ڏي ايلچي موڪلڻ.

دوستيءَ ٿورا سال جٽاءُ ڪيو. ٻر ۱۸۲۵ ۾ اميرن
اسانجي دوست ڪڇ جي راو تي حقو ناحقو حلهہ ڪئي
۽ اسانجي حد اندر کوسا ۽ پيا ڦورو ڪاهي پيا. سوڏڪي
وهارڻ لاءِ اسانجي پنجن ڇهن هزارن جي ننڍڙي فوج
سرحد ٽائين ترت آندي ويئي. اميرن ٻه اُمالڪ جنگ
جو سبب ڪٽي دور ڪيو.

سن ۱۸۳۰ ۾ ليفٽننٽ برنس جو درياهہ رستي
رنجيت سنگهہ جي دربار ڏي سفر شروع ٿيو. رپورٽ
لکندي ڏيکاريائين تہ درياهہ ۽ درياهہ لڳ، يا پراڻ ملڪن
سان ناتي ٻڌڻ ڪري ڪهڙا فائدا ٿيندا. اُها پڙهي هند
سرڪار واجهہ وڌا تہ سنڌ دربار سان ٺئين سر ناتو ڳنڍجي.

سنہ ١٨٣٢ ۽ وري سنہ ١٨٣٤ ۾ ٻہ ٻيا صلحناما لارڊ وليم بينٽنڪ ۽ مير مراد عليءَ جي وچ ۾ صادر ٿيا. نيت هند سرڪار جي آس پني. سنڌ مان لنگهہ ۽ درياهہ تي واپار ٻئي منظور ٿيا. حيدرآباد دربار جا هي شرط هئا:- درياهہ تي هٿيار بند جهاز ڪڏهن بہ نہ هلندا؛ ڪو بہ انگريز سنڌ ۾ گهر ڪري نہ وهندو؛ ۽ ڪو بہ ديسي واپاري ڪڇ ۾ ريزيڊنٽ جي پرواني بنا سنڌ ۾ پير نہ پائيندو. پوءِ واپار تي محصول جا نرخ مقرر ڪيا ويا. پر گهرن محصولن ۽ رستي جي خوف خطرن ڪري واپار زور پڪڙي نہ سگهيو. ولايت ۾ ”انڊس اِسٽيم نيويگيشن ڪمپني“ برپا ٿي، ۽ جاڙن درياهہ جي پوري ماپ ورتي، پر واپار اُسريو ئي ڪين.

جون ١٨٣٨ ۾ شاهہ شجاع، رنجيت سنگهہ ۽ انگريز سرڪار جي وچ ۾ ٽہ طرفو صلحنامو منظور ٿيو، ۽ پناط حاڪم کي وري تخت نشين ڪرڻ جو ارادو ڪيو ويو. تنهن لاءِ سرءُ جي مند ۾ هڪ وڏي انگريزي فوج بنگال مان اُپر سنڌ لنگهي بولان دري ڏي، ۽ ٻي فوج بمبئي مان سرجان ڪين جي همٿ هيٺ درياهہ جي ڇوڙ وٽ لهڻ لاءِ نڪتيون. ٻئي فوجون الهندي ڪپ تي پاڻ ملڻيون هيون. اهو قدم سنڌ جي حاڪمن پاڻلاءِ خطرناڪ سمجهيو. سنہ ١٨٣٨ ۾ رنجيت سنگهہ جو انديشو ڪري سنڌ جي ميرن انگريزن معرفت ساڻس ناهہ ڪيو، ۽ انهيءَ خدمت جي بدلي ۾ حيدرآباد ۾ انگريزي

ايلچي رهائڻ قبوليو. هوڏانهن لارڊ آڪلنڊ وائسراءِ جي حڪم پٽاندر ڪرنل پاٽنجر ميرن کي ڄاڻايو ته درياهه تي، صلحنامي جي خلاف، فوجي اسباب جي آمد رفت هلندي. تنهنتي ديسي راڄ وارن مغربي پيچبازيءَ جو رستو ورتو. جيڪي انجام ڏنا هئائون سي پاڙڻ جي نه پئي ڪيائون. نيٺ پوليٽيڪل آفيسرن جي گهڻيءَ سرجوشيءَ ڪانپوءِ فوجي سامان ڪڍائڻ لاءِ جوڳو بندوبست ڪيو ويو. ڏاڍين مشڪلاتن سان اها فوج لنگهي تائين پهتي. اُتي سنڌ جي سردارن جي خصومت جا آرڪان اهڙا پئي اُڀتا نظر آيا جو سلامتيءَ لاءِ بمبئيءَ مان هڪ 'رزروڊ فوج' گهرائڻي پيئي. اها فوج درياهه رستي چڙهي حيدرآباد ۾ بنگالي فوج جي دستي سان شامل ٿي. حيدرآباد ۾ پهچڻ ڪان اڳ سر جان ڪين اميرن ڏي هڪ شڪايت نامو موڪليو، ۽ سنڌ ۾ پنج هزار انگريزي فوج رکڻ لاءِ هڪ لک رپين جا ساليانا طلب ڪيائين. سر جان ڪين جي وڃڻ ڪانپوءِ ڪرنل پاٽنجر، لارڊ آڪلنڊ جي صحيح سان وري ٻيو صلحنامو پيش ڪيو. اِنهيءَ عهدنامي ۾ هي پڻ شرط هو ته شاهه شجاع جي رهيل خرچ جو ڪجهه حصو پيچائڻ بعد سنڌ کي ڪلي آزادگي بخشي ويندي. اهو صلحنامو به ميرن ڪڻي قبوليو، ۽ پڻ گورنر جنرل وٽ پنهنجيون دانهون پيش ڪرڻ لاءِ هڪ ايلچي سملي ۾ روانو ڪيائون، ۽ ڪن مهنن جي لڪپڙهه ڪانپوءِ لاچار ڪاغذ تي صحيح وڌائون.

جڏهن انگريزن جي افغانستان ۾ سوپ تي ۽ ڪرنل پاٽنجر ڪانپوءِ ميجر آئوٽرم ڏاڍو پاڻ پنوڙيو تڏهن ميرن ۽ سندن شوخ بروچ سردارن ڪٽي غم ڪاڍو، ۽ اِنهي ناحق جهڙي ۽ حق غصب ڪندڙ عهدنامي جي پيروي ڪئي.

## (۴) واهن تي آبادي

سنڌ جي سڌاري ۽ ترقيءَ لاءِ اسانکي خاص ڪري واهن ڏي ڏيان ڏيڻ گهرجي. ديسي راڄن هيٺ زمين جي غيرآباديءَ جو هڪ وڏو سبب ڪاٽين ڪٽڻ جو غلط سرشتو هو. ڪاٽيون اڪثري هن ريت ڪڇنديون هيون:- هرهڪ اُمير کي پنهنجو ضلع هو. جهڙن تهڙن نقشن ۾ واهه ڪڙيا ڏيڪاريل هوندا هئا. باقي ملڪ جو صورت حال نظر گهمائي صحيح ڪندا هئا. ڪاٽين جو وقت آيو ته ضلع جا ڪاردار خرچ جو تخمينو ڪري لکي موڪليندا هئا. تجربي مان تلهي ليکي پيمائش ڪري ڪاٽيءَ جو طوُل، شڪم ۽ ڪتبي ماپ بالمثطي طور ڄاڻائيندا هئا. حساب ضلع جي روپين ۾ ۽ ماپ گزن ۾. گز جي ديگهه پرڳڻن ۾ ڦرندڙ گهرندڙ هئي. روپئي ۾ ڪيترا گز ڪاٽي ڪڇندي سو لت تي، ڪپ جي اُيائيءَ تي، ڍوئيءَ تي ۽ بين سببن تي منحصر هو. پيمايشي اوزارن بنا سروي ته پوري نه ٿي سگهندي هئي؛ ماپ لاءِ هڪ رسي ۽ زمين جي پار لاهه لهڻ لاءِ نظر ئي بس سمجهبي هئي. خرچ جو تخمينو امير کي پهتو ۽ هو حڪم ڪندو. ڪاٽي ڪٽيندڙ کي ڪجهه جنس، ڪجهه روڪ ڪم موجب، نه

روز موجب ملندو هو. واهه ڪوٽڻ وقت ٽپي ٽپي تي
پيٽ ۾ تاڪيون ڇڏيندا هئا، جنهن لنبائي، أيائي ماپي
ويندي هئي. آخر اَمين وڃي تپاس ڪري امير کي
رپورٽ ڪندا هئا.

هن سرشتي ڪري درحقيقت آبادگار کي ٽن درجن
جا عملدار ڦريندا هئا: (١) پهرئين پاڳ اَمير، جو چوي
ٿه ڪاٺي مقاطعي ڪرايان ۽ وصولي چڱي چوکي ڪريان.
جي خزانو خالي هوندو ته اهڙن ڪمن لاءِ اڳواٽ رقم به
ڪا کڻي ڏيندو هو، پر فصل لٿو ناهي ته آبادگار يا عملدار
کان اُهائي طلب ڪندو هو. (٢) ٻيو نمبر ڪاردار - هي
وري چوي ته اَمير ٻه ڦريان ۽ ڪاٺي ڪٽڻ ٻه ڦريان.
انهيڪري واهن جا پيٽ ۽ عمق ويا سوڙها ٿيندا، تانجو
چوڳرا واهه وڃي اڌ يا ٽيئن پتيءَ تي بيهندا. مزور ڦريندي
البت اهو ڏپ ڏرو هون ته متان ملت ڪري وڃي
مون تي پڪار ڪن. ڪُبر هيس ته ڏانهن ٻڌندي اي امير
روپين جا ٻه ٽي هزار ڇڪي وٺندم، جي ته مزورن کي
نه پر ڪيس اي پليءَ پوندا. (٣) اَمين - جنهنکي ٽوڪري
رشوت ڏيئي خريد ڪندي ٻه پگهار سوٽو ٻوٽو ملندو
هو. هيءَ وري ڪاردار سان ملت ۾ هوندو هو جو وقت
به وقت سندس مٺ ڪوسي ڪندو رهندو هو.

مطلب ته ويچارو آبادگار ٻڏل ٻرينڌي، جيڙ ۽ بيگر
ڪندي ٻه مزوريءَ جو عيوضو نه ماڻيندو هو. جنگ جهڳڙو
ٿيو (جنهنڪري زمين غيرآباد پيئي هوندي هئي)،

ڪورٽ ۾ دانهين ويو، ٿوري تعداد ڪري سندس
گهر ٿي ته ڪجهه ساهه پٽيندو هو. پر جي پري ايندي
هيس ته مرڳوئي ٽپڙ کڻي ڀڄي ويندو هو. تنهنجو ڇڱيرو
اثر ٿيندو هو، جو حسد وچون ڪو امير ڪونه چاهيندو
هو ته منهنجا ماڻهو ڀڄي وڃي ٻئي جي پناهه وٺن.
ڳوٺ ۽ واهڻ به اڄ آهن ته سپاٽي نشان نه ليندن. ٻيو
ته ٿيو پر متان ڪڪڙن جي بانگ ڪري شڪار ٿئي
وڃي تنهنلاءِ سڀ ڳوٺ لڏائي ڪڍندا هئا. البت ڪي
ڳوٺڙا اهڙا به هئا جو اڄ هت ڏٺا، سڀاڻي هت اڏيا پيئا
آهن. هرڪ جهڳيءَ روپيه به خرچ ڪاڏو ته گهڻو ٿيو.

## (٥) ڍلن جو سرشتو.

جهڙيءَ طرح ٻين اسلامي حڪومتن ۾ اهڙيءَ طرح
سنڌ ۾ به امير ٻن قسمن جيئن رعيت کان ڍل وصول
ڪندا هئا:-

(١) عام ڍلون، جي حڪومت جي آمدني هيون.

(٢) خاص ڍلون جي حاڪم لاءِ دستوري وصوليون
هيون. انهيءَ مصيبت ۾ هر حالت ۽ هر درجي جا ماڻهو
مبتلا هئا، ۽ ڍلون ٽئين حصي کان وڌندي نفعي جي اڌ
تائين اها سرڪار اُڳاڙيندي هئي جا رعيت کي اجهو
۽ امداد ڏيڻ بدران قرمار ڪرڻ ۽ دغا ڏيڻ لاءِ ڪمر
ڪشي بيٺي هئي.

عام ڍلون ٽن قسمن جون هيون:- (١) زميندار ي
ڍل، سرشماري، ۽ سٿر.

(١) زميندار ي ڍل وري ٻن نمونن جي هئي:- هڪڙي نقدي، ٻي جنسي. جنهن زمين تي ڦٽيون، تماڪ، آفيم، نير، ڪمند، ميوو، وغيره (اُن ڪانسواءِ) پيداوار هو تنهن تي ڍل روڪڙي ٻڌي هئي. پيدايش جي جنس ۽ اگهه موجب، في جريب يا ٻيگهي، ماهوار ٻنجن روپين کان ويندي ٨٠ روپين تائين ٻڌل هئي. جا ڍل جنس ۾ وصول ٿيندي هئي، سا پٽو لڪائي اجاريدارن کي ٺيڪي تي ٻن فصلن لاءِ ڏني ويندي هئي؛ يا ته اڪثري ڪاردارن کي ڏني ويندي هئي؛ جي سرڪاري انباردارن کي جنس پهچائي ڏيندا هئا. انباردار وري امير کي پهچائيندا هئا، يا هندو واپارين کي وڪڻندا هئا، يا حڪم موجب اُنهن سرڪاري يا ٻين نوڪرن کي پگهار طور ڏيندا هئا جنهجي گهرج پوري ڪرڻ امير ضروري سمجهندا هئا.

ڍل جو نرخ پيدايش جي، جنس ۽ اگهه، زمين جي خاصيت، آب هوا، آبڪلاني حاڪم جي ضرورتن ۽ ٻين اهڙين حالتن موجب ڦرندڙ گهرندڙ هو. وقتي چوٿين پتي، وقتي ٽين پتي، بعضي پنج ڊوئي ۽ نسفا نسف، يعني اڌ و اڌ اُڳاڙي هئي. پر جيتري پيدايش جي حاڪم اُميد رکي ٿي سا منڊ منڊ ۾ نظر ديد ڪانپوءِ مقرر ڪئي ويندي هئي. ٻيجي ۽ لاباري جي و چم وقت بوقت فرمان موجب ڪاردار ٻئي هڪ اُفسر سان گڏ جي پرکٽو تپاسڻ ڪرندو هو. پوءِ رپورٽون اميرن ڏي

روانيون ٿينديون هيون، ۽ فصل لهڻ شرط ڪاردار جي تخميني ڪيل انداز جي گهر ڪٽي ويندي هئي.

حاڪم جو پيدائش ۾ حصو هيٺين ٽن نمونن ۾ اُڳاڙيو ويندو هو: ڪن هنڌن چرخ شماري لڳندي هئي؛ نار پنيان ساليانو چاليهه ڪاسا، ۽ هر لي تي چوويهه ڪاسا ڍل بستي ٿيندي هئي. جي حاڪم ۽ آباد ڳار اڳوات دوم شوم انداز مقرر ڪندا هئا ته انهي ڪي داڻ بندي چوندا هئا. پر رواجي نمونو بٽئي، يعني فصل لٽي وراست جو هو. ڳوٺن ٻاهران ڪرا هوندا هئا، جتي سر زمين تي وڃي سرڪاري ملازم سرڪاري حصو ڌار ڪندا هئا. تنهن کانپوءِ ڪيترا ابواب ۽ خرچ لاٿا ويندا هئا. مثلاً پيشتر، يعني اَن جي ڪٽائي، ڪاهگل يعني انبار تي نشاني ڪرڻ؛ پوءِ ڳوٺ جي فقير، ملي ۽ ٻين لاءِ خيراتي ڪڍيو ويندو هو؛ پڄاڙيءَ ۾ ڪامدار، ڪوتوال، ڪازائي ۽ پٽمان ڪش، سڀني ڪي پنهنجو پنهنجو حصو ملندو هو. باقي رهيو کهيو قسمت وارو مالڪ گهر ڏي ڪٽي راهي ٿيندو هو.

جي زميندار پاڻ مالڪ هوندو ته هاريءَ سان بٽئي ڪندو هو. سري راش خرچ لٽي پٽي، پيدائش جي اٽڪل ٽين پتي حصي ۾ ايندي هيس. سٺن سالن ۾ موريءَ تي ٽي سؤ ۽ چار سؤ سيڪڙو به فائدو پائي ويندو هو. تڏهن به زميندار گهٽو ڪري ڏيوالو ڪڍي وينو هوندو هو. انهيءَ جو ڪيچ سبب اهو بـ هو جو

انهيءَ درجي جا ماڻهو اڪثري بيڪار جاهل ۽ بدفعل
ٿين ٿا. جيسين زميندار کي بيٺ لاءِ روٽي، پيئڻ لاءِ
پنگ، هڪ ٻن زالن ۽ ٽانچو ٻورن لاءِ قوت هوندو هو
۽ ٽرار چيلهه کي ٻڌي گهوڙي تي ٽپ ڏيئي ٻيو گهمندو
هو تيستين ڪا ملڪيت جي چنتا يا پوٽواري نه ڪندو
هو. وڏا زميندار وري ڪارڪن رکندا هئا جي حساب
ڪتاب ۾ گهوٽالو ڪري وجهندا هئا؛ ڇو جو ڌڻيءَ کي
نه اکر پڙهڻ اچي نه انگ سمجهڻ اچن. نيٺ لاچار
اوڌر ٻنا سرندي ئي ڪين هئي، سا ڏيڻ لاءِ هندو واپاري
تيار وينا هئا. انهن جا نرخ به آڪرا هئا. هڪ سؤ جي
رقم ٽانءِ ڪري سوا يا ڏيڍ سؤ جي رسيد لکائي وٺندا
هئا، ۽ انهيءَ رقم تي اَنت ڏهه سيڪڙو وياج ۽ ايندڙ
فصل لئي قرض ٻيڻائڻ جو انجام لکائي وٺندا هئا. اهو
ٻوليون شرط ڪو ورلي ٻاڙي سگهندو هو، ڇو جو ٻنهيءَ
وقت قرضدار قرض لاهڻ بدران اڳين قرضدارن کي
مس منهن ڏيئي سگهندو هو. لاچار وري ٽين ٻس ڳري
وياج تي اوڌر کڻندو هو؛ لهڻيدار هندو به ترينڪ آهن،
۽ اُن بلڪل لٿل اَگهه تي خريد ڪري جڻ زميندار تي
مهرباني ڪندا هئا. جي قرضدار وڏي درجي يا وڏين
گهر جي وارو هوندو هو ته سخاوت جو دڙ کلندو هو ۽
اوڌر کڻي مهل گهوڙا ۽ سون جي مٺين سان تلواريون عطا
ڪندو هو.

بعضي ڪاردار به ڌڻين جي ملڪيت کي چڱو پاسو

ڏيئي ويندا هئا. سو وقت به وقت حاڪم مٿن ڪانڌ ڪا
ملامت مڙهي سزا ڪندو هو. ڪڏهين ڪاردار جو پگهار
به سؤ ته ڏنب بارهن سؤ! ۽ اهي پيڙيندڙ ڏنب هو به
هيٺين ۾ پوري چڙهندا هئا، جو جو پوءِ هو اوترو ئي ڏڙڪ
رعيت مان چوسي ڪڍي سگهندا هئا.

(٢) سرشماري سيٺي ضلعن ۾ اجاريدارن يا تحصيلدارن
کي ٺيڪي تي ڏني ويندي هئي، جا وصول ڪري،
رقم خزاني ۾ ڀريندا هئا. اها ڍل فقط سنڌي جٽن تي
ٻوندي هئي. ٻروچ هميشه قوم جي سردار جا پاڳڪي
خذمتگار سمجهندا هئا، تنهنڪري انهيءَ ڍل کان آجا
هوندا هئا. وڏن جاگيردارن ۽ اميرن کي ڪڏهن
سنڌون ملنديون هيون، جن موجب نه رڳو مٿن جي ڍل
ٻر سرشماري ۽ ٻيون ڍلون پاڻ لاءِ رعيت کان وصول
ڪري سگهندا هئا. زميندار، سرڪاري ملازم، فوجي
ماڻهو، قاضي، پير، پيرزادا، سيد ۽ ٻيا سڀ سرشماريءَ
کان ڇٽل هئا.

اها ڍل هيٺينءَ ريت ٻوندي هئي: زالون، مرد
۽ وڏ وڏ ٻوڙا ٻار سڀ ڀريندا هئا ۽ ڪٽنب جو وڏو
سيٺي ڀاتين لاءِ جوابدار هو. ٻيو ته هرڪو ڀاتي ٻين لاءِ
ضامن هو؛ پٽ پيءُ لاءِ، چاچو ڀائٽي لاءِ، وغيره. مثلاً
ڪٽنب ۾ اصل ويهه ڄڻا هئا، پر پنج ڇهه گذاري ويا، يا
ٻئي ملڪ ۾ هليا ويا ته به حاڪم اڳين رقم طلبيندو هو، ۽
غيرحاضر ڀاتين کان به سندن حصو گهرندو هو. سرشماري

فصل تي اَڌ آنا، يا سري آسامي ساليانو هڪ رپيو روڪڙ ورتي ويندي هئي. سر چارلس نيپيئر اِها جلد رد ڪري ڇڏي، ڇو ته ڏيل ڳڻي ڪندڙ اهنج ڏيندڙ هئي. پر مشرق ۾ انهيءَ جهڙي عام ۽ چالُو ڏيل ٻي ڪانه ملندي: افغانستان، ملتان، ٻهاولپور، جيسلمير، پنجاب ۽ ايران جي ڀرواڙيءَ ۾ قائم ڏسندا. ڏيل اُڳاڙڻ ۾ هڪ وڏي خامي اها هئي جو وصول ڪندڙ عملدار اڪثري ڀاڱ هضم ڪري ويندا هئا.

سنڌي هندو گهڻو ڪري واپاري هئا، تنهنڪري سرشماري ڪئت ٻڌي ڪين ڏيندا هئا. جيڪي عامل اَميرن جي نوڪريءَ ۾ هئا سي وقت بوقت ڏنڊن پرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه ڪين ڏيندا هئا.

(۳) سئر، يعني مال جي آمدرفت تي ڏيل نقد ڏيل هئي. درياهه رستي آيل مال لوڙڻ تي اڪثري ڇهه سيڪڙو پرڀندو هو. خشڪيءَ رستي ايندڙ هو ته ڏيل سرحد تي اُڳاڙ ٻي هئي. ڀوءِ ڇوٽ هوندو هو جيسين وري وڪري جي جڳهه تي پهچي. اها ٻي ۽ ڳري ڏيل وڪري تي وصول ٿيندي هئي، ۽ مال ڪولڻ ڪان اڳ في اُٺ تي هڪ مقرر ڪيل نرخ موجب پوندي هئي. سراسري في مڻ تي پنج آنا ڏيڻا پوندا هئا. گهوڙن تي في گهوڙي مثان ٽي يا ساڍا ٽي رپيا پربا هئا.

اها ٻئي سئر جي ڇنڀي سنڌ مان لانگهائو واپارين تي به پوندي هئي. مثلاً جنهن قافلي جو مال افغانستان

مان سنڌ لنگهي ڪراچيءَ کان بمبئي تي روانو ٿيو سو به آجو ڪين هو. ڪن حالتن ۾ جڏهن گهڻ ۽ اُن هڪ شهر مان ٻئي شهر ۾ ويندو هو ته به وڪري وقت سڱر ورتو ويندو هو.

ڪن هنڌ سڱر اُڳاڙڻ جي ڪاروبار آمانين جي هٿ هيٺ هئي؛ ٻين هنڌ اجاريدارن کي ٺيڪو ڏنو ويندو هو. وڏن واپاري سيٺين سان خاص رعايتون هيون، ۽ جتي ٻيا پنج يا ڇهه سيڪڙو ڍل ڀريندا هئا اُتي هي فقط ٻه يا ٽي روپيه سيڪڙو ڍل ڀريندا هئا. ڪو اهڙو شاهوڪار جنهن ۾ اُميرن جو ايمان هوندو هو، يا جو سنڌن لاءِ وقتي ڏنڊو ڌاڙي ڪندو هو، تنهن کي وڪري مهل ترت ڍل ڀرڻ جي تڪليف نه به ڏيندا هئا. ڪن تي مهرباني ڪندا هئا ته ڍل جي پنجين يا چوٿين پتي معاف ڪٽي ڪندا هئا، ۽ ائين ذرا عام جام ڪندا هئا؛ جو جو آخر هرج وري بـ اجاريدارن کي ٿي رسيو.

سڱر کان سواءِ ڪيترا سردار وري راهداريءَ جي ڇتي اُڳاڙيندا هئا؛ مثلاً جوکيُن جو سردار پنهنجي حد اندر هڪ آني کان ٽي آنا في (اُٺ جي) نٽ تي چڪيندو هو. اهي خاص ڍلون ڪئين هيون ۽ ڪي بلڪل خسيس هيون. هينئن ننڍي يادداشت مان ظاهر ٿيندو ته کهڙي اُدم ۽ اٽڪل سان سنڌ جا حاڪم سيٺين تي ڍل جو ڪجھ نه ڪجھ بوجو وجهندا هئا.

(١) پيش ڪش مهاڄن: سنڌي هندو قوم ايڏي وڏي ۽ هلنديءَ واري هئي جو ڪائن جزيئت ال عنود (جا قران موجب اسلامي حڪومت اندر ڪافرن کان هن وقت به ورتي ويندي آهي) ڪانه اُڳاڙبي هئي. واڻيا دڪاندار ساليانو پنج ڏهن روپين جي پيش ڪش پرڻ وڏيڪ پسند ڪندا هئا. فقط مرد ڏيندا هئا. وڏا واپاري ۽ سيٺ سرڪاري عملدار انهيءَ کان ڇٽل هئا.

(٢) سرشماري اسنفگران:- رنگريز، واڍا، لوهار، رازا ۽ ٻين ڌنڌن وارا ڏيندا هئا. سراسري هرهڪ بالغ مرد کي ساليانو ٽي رپيا ڀرڻا پوندا هئا.

(٣) دلالي- هرڪو دلال قافلن ۽ ٻين مسافر واپارين لاءِ ڌنڌي ڪرڻ جي اجازت واسطي اُمير کي ڪا نندي رقم ڏيندو هو. نتيجو اهو نڪتو جو دلال بنا اِجازت واپاري سودو نه ڪري سگهندو هو ۽ جي ڪري پنهنجي سر مال جو نيڪال ڪندو هو ته به دلالي پرڻ لاءِ ٻڌل هو.

(٤) هوائي- ٻيڙل يا پيگل جهاز مان نڪتل مال سرڪاري دستوري هو.

(٥) فروعي- جي اُٺ، ٻڪريون يا ٻيو چرندڙ مال آباد ڪيل يا پيل ٻڌل زمين ۾ گهڙي ويندو هو ته سچو ڏنڊ يا گلر وڪڻي حاصلات حاڪم جي کاتي ڪٿي ويندي هئي. تنهن مان نه ڏنڊ جي مالڪ نه زمين

جي مالڪ کي ڪجھ نصيب ٿيندو هو. رول مال ٻه
هڪدم هٿ نہ ڪيو هو تہ ضبط ڪيو ويندو هو.

(٦) چرخي- اها ڍل باغات ۽ ٻين زمينن تي
نارن ٻنيان بدل هئي. غلي ضلع ۾ ٻيا ٻيا نرخ هئا ۽
اڪثر چرخي جي مقدار تي منحصر هئي.

(٧) عشابو- قدرتي پاڻيءَ تي ڍل هئي جا زميندار
ڀريندا هئا. پر سڄي سنڌ ۾ عام نہ هئي.

(٨) اجارهہ ڪوليا- سيلابي ٽڪر ۽ منڇر، منباري
۽ ٻيون ٻنديون سرڪاري نوڪرن کي ٺيڪي تي ڏنيون
وينديون هيون. اهي ڪک، ڪانهن، شڪار جا پکي،
ٻيرڙ، ڪمين، وغيره جي نفع مان ٽين پتي يا اڌ سرڪار
کي ڏيندا هئا.

(٩) اجارهہ ٻيڙ- ٻيڙن جو ٺيڪو هوندو هو ۽ پاتڻي
في مسافر تي پئسو يا ٻہ پايون اُگاڙيندو هو.

(١٠) شڪار ماهي- مهاڻن کان، خاص ڪري ٻلي
ماريندڙن کان سرشماريءَ کان سواءِ پيدايش جو اڌ يا ٽين
پتي وصول ڪئي ويندي هئي.

(١١) سردرختي ۽ زيردرختي- زمين ڍل ۽ باغات
ڍل کان سواءِ خاص ميوات، مثلاً انب، کجور، مٽن
عسيس ڍل ڀريندا هئا. ميوو پچڻ کان اڳ ڪاردار جاچ
ڪرائيندو هو ۽ سردرختيءَ هيمٺ آنو درخت تي لڳائيندو
هو. زيردرختي ميوو پڇندي؛ سرڪار جو ميوي ۾ حصو
۽ اهو حصو اڌ يا ٽين پتي هوندو هو.

(۱۲) تارازؤ- اها وصولي آن، ميوي ۽ ٻين کوراڪ جي شين تي بزار ۾ وڪري مهل ٿيندي هئي، نقد ۽ سراسري پنجن سيرن تي پئسو هوندو هو. سنڌ جي ڪن ٻاگن ۾ شهر اندر کير وڪري لاءِ ايندو هو ته ٻاهر دروازي تي محصول ڏيڻو پوندو هو، ڪن ڪن هنڌ ته مالڪ اجارهه جڙت پرڻ کان اڳ پنهنجو مال نه ڏهي سگهندو هو.

(۱۳) سلامتي ڪشتي - ڪو به جهاز يا ڪشتي مال يا مسافرن سان بندر تي سلامت پهچندو هو ته اجاريدار سلامت پهچڻ لاءِ چار آنا في وٺندو هو. پگهه لڳندو هو ته وري رقم. نت نت جا ڇهه آنا - اُگاڙيندو هو. في گهوڙي مٿان اَٺ آنا سلامتي ڏيڻا پوندا هئا.

(۱۴) مويشي - گهوڙي، خچر، گڏهه، اُٺ، ڍڳن جي وڪري تي، سرڪار روپئي تي آنو وٺندي هئي.

(۱۵) ريزڪي - اُها ننڍن واپارين تي پئل اڪثري نيڪي تي ڏني ويندي هئي. سڀ خريدار روپئي تي آنو ۽ جتي قيمت هڪ سؤ کان مٿي اُتي پنج روپيه سيڪڙو ڏيندا هئا. شاهوڪار فقط چار روپيه سيڪڙو ڀريندا هئا.

(۱٦) پنڇڙي - في اُٺ تي ماهوار اَٺ آنا، ميٺهن جا چار، ڳانءِ جا ٻه، رڍ ٻڪريءَ جو آنو. اها به اجاريدار اُگاڙيندا هئا.

(١٧) گتو يا اجارہ شراب - داروءَ ڪي ندڙ ساليانو ڏيندا هئا. اها جاڳي ٻجهي مقرر نہ ڪيل هئي.

(١٨) اميني - بہ زميندار پاڻ ۾ اُٽڪندا هئا تہ سرڪار امين مقرر ڪندي هئي. امين جو مرتبو بہ ڌرين جي مرتبي تي منحصر هو. جيئن تہ سنڌي زميندار زمين بابت دنگئي آهن تيئن امين عام طور مقرر ٿيندا هئا. ڪن حالتن ۾ جهڳڙو وڌي ويندو هو ۽ خونريزي بہ ٿيندي هئي. ڇو جو حقن لاءِ هٿيار ڪڍندي ويرم ئي ڪين ڪندا هئا. امين بہ فيئن، رشوتن، دستوري وصولين کان سواءِ مهماني گهرندو هو، ۽ پنهنجن ٻيلين ساڻ ڌرين جي خرچ تي وتن وڃي ٽڪندو هو. فيصلي ٿيڻ بعد ٻنهي طرف هڪ مقرر ڪيل رقم ۽ اَن، ڇڙ ٻانئي مال جي سوغات؛ ظاهري حاڪم لاءِ پر سچ پچ امين کي پهچائيندا هئا. ماڻهو بہ دغا ۽ رشوت خوريءَ تي هري ويا هئا. انصاف رشوت سان ملندو هو، ۽ جي ايماندار امين وقتي سوغات کڻي موٽائي تہ اها ڌر اُلٽو اهو اِڙومان ڪندي هئي تہ شايد خلاف ڌر وڌيري رقم پهچائي آهي! امين کي ايتري اختياري هوندي هئي جو وٽيس تيئن فيصلو ڪري ڇڏي. جي ڪنهن ڌر کي فيصلو بالڪل بي انصافيءَ جو نظر اچي تہ امين کين بي گناهہ ثابت ڪرڻ لاءِ ٻرندڙ باهہ يا اوٻهي پاڻيءَ، وغيرہ جي ڪسوٽي ڏسيندو هو. چالاڪ

امين پاڻ بہ ڄاوا ڪندا هئا ۽ پنهنجن ڌڻين کي بہ مڪائيندا هئا.

(١٩) ڄرمانو يا ڏنڊ — هر ڪنهن گناهہ لاءِ ڏنڊ آيو رهيو ۽ موت جي سزا ڏيڻ کان حاڪمن کي ڏنڊ وٺڻ ۾ وڌيڪ فائدو هو. گهڻو ڪري قرآن موجب يا اسلامي رواج موجب سزائون سڀ بدلائي ڏنڊ وٺا ويندا هئا. زناهہ ڪري بہ ڦٽڪا هڻائي، ڪاردار ڏنڊ اُڳاڙيندو هو. چوري، مارامار، خون جو بہ انهيءَ نموني نبيرو ڪيو ويندو هو. پر حاڪم جي گهر گهڻو ڪين پهچندو هو، جو جو اُڳاڙ رقم تہ ڪاردار ۽ ٻيا عملدار وچ ۾ گهٽي ويندا هئا.

هن ٿورڙي احوال مان ظاهر ٿيندو تہ ڪيتري ڪندڙن ۽ واپارين تي هلڪيون پلون ڪونہ هيون. اسانجي راڄ ۾ سنڌ جي ٻولن جو سرشتو هندوستان جي نموني قائم ڪيو ويو آهي. اها ڦير گهير عام خلق کي پسند نہ آهي، ۽ هو ٻل ڪري پنهنجي وڏندڙ مفلسيءَ جو سبب اسانجي ٻول جو سرشتو سمجهن ٿا.

## (٦) سنڌي ٻولي

سنڌي ٻوليءَ جي لغت خاصي آهي ۽ قسمين قسمين لفظن سان ڀرپور آهي. ساڳيءَ شيءِ لاءِ ڪئين لفظ ليندا، جنهن کي اچايا بہ آهن. هن ملڪ ۾ ڪا شيءِ مشڪل ملندي جنهن لاءِ سنڌيءَ ۾ ڪو نالو نہ هوندو. سو آءٌ هتي جي ڪجهيءَ ڦڪيءَ سنڌي- فارسي

ٻوليءَ جي ڳالهه نٿو ڪريان. شين ۽ خاص ڪري عام شين لاءِ ته ڪئين لفظ آهن. مثلاً اُٺ لاءِ درجن نالا آهن، ڪي سچايا ٻيا اُجايا. اسم ذات جا لفظ وڏيڪ ترقي ڪيل ٻولين مان ورتل آهن ۽ اُنهنجي ته عد ئي ڪانهي، انهيءَ ڪري سنڌيءَ ٻوليءَ جي لغت عمدي آهي.

سنڌي ساهتيه بابت ايترو ضرور چوندس ته سنڌ فتح ڪرڻ وقت جيترا اصلي (Original) ڪتاب سنڌي ۾ هئا اوترا هندستان جي ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ ۾ نه هئا. ڪن تورن پرڳڻن کي ايڏو ساهتيه موجود هو. پر سنڌ ۾ گهڻو ڪري عربيءَ مان ورتل ديني ڪتاب هئا. ڪيترا ڪتاب هٿ اچي سگهن ٿا سو چوڻ ڏکيو آهي، پر ٻيو نه ته به ٽي سؤ قلمي ڪتاب بيشڪ گڏ ڪري سگهبا.

نثر ۾ تواريخن ۽ سيني اسلامي علمن جا ترجما ملندا. ڪهاڻيون اڪثري حديثن مان، پر هو ويرو سبيه ديني نه آهن. ٻارن کي فارسي عربي سيکارڻ لاءِ لغتون، اِنشا (لکپڙهه) تي ڪتاب، تورا طب ۽ ٻين اهڙن پيشن تي ڪتاب موجود آهن.

نثر کان شعر جو ساهتيه وڏيڪ عمدو ۽ مزيدار آهي. سنڌي شعر مرهٽي يا هندي شعر کان گهٽ درجي جو نه آهي. عربي ۽ فارسي وياڪرڻ جا ڏکيا ۽ باريڪ قانون سنڌيءَ ۾ نه آهن، نه اِنهن ٻولين جي قافئي جو نقل ڪيو ٿو وڃي. سنڌيءَ ۾ شعر لاءِ خاص قافيا آهن. پشتو ۽ ٻين آس پاس جي ٻولين وانگر شعر جا وزن

نقل نه ڪيل آهن. شعر ۾ ساڳ سواد خوب آهي. سهڻيون اصطلاحون، تز ور جيسون ۽ عبارت ۾ خيالات جي تازگي ۽ ڪچ زور آهي. سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ جو هيتريون ساريون اُپ ڀاشائون (dialects) آهن، تنهنڪري اُونچ درجي جا مصنف ڏاڍي سولائيءَ سان جنهن ڀُونءِ ۾ قصو واقع ٿيل ڏيکاريندا آهن اُتي جا چالو حرف ۽ ور جيسون وٺي پنهنجي عبارت کي زور وٺائين ٿا، ۽ بيان کي اهڙي نموني چٽين ٿا جو ڳالهه سڄ جو روپ وٺيو بيهي. تجنيس خطيءَ جو حد شوق اٿن ۽ (وياڪرڻ جي) حالتن جون نشانيون ۽ ٻيا اهڙا ٻي لطف ڀڄ ڇرويرو ڪين ٿنبين. تنهنڪري شعر جو وزن چيدو ۽ عمدو ٻهاريل آهي. سنڌي شعر جو سنڌي ماڻهن تي جادوءَ جهڙو اثر ڏسي پڪ ٿيندي ته شعر ۾ زور ۽ معنيٰ ٻئي آهن. صوفي عالم ٻـ وقتي پنهنجن عربي فارسي ڪتابن ۾ سنڌي ٽڪون وجهڻ کان عار نـ ڪندا آهن. شعر جا مکيه نمونا هي آهن:-

(١) مدح- خدا تعاليٰ، رسول ۽ زاهدن جي.

(٢) مناجات- يوروپي (hymns) گيتن وانگر آهن. رواجي ماڻهو سنڌيءَ ۾ گيت چون پر علما عربيءَ ۾ چوڻ پسند ڪندا آهن.

(٣) مرثيه- حسن حسين جي شهادت بابت.

(۴) ڪوار يا لغت- سنڌيءَ ۾ ٻه نمونا آهن. هڪ ’مالح‘ فضيلت وارو ۽ ٻيو ’قبيح‘ گار گند وارو. انـر

مان سمجھبو تہ ھن جو سنڌ ۾ گھڻو قدر آھي. پر اثر مضمون تي منحصر آھي.

مٿيان چار نمونا عربي فارسي زبانن تان ورتل آھن ۽ مسلم ملڪن ۾ عام آھن. ھيٺيان چار خاص سنڌي آھن:-

(۱) فتح نامو- سوڀ جي تعريف ۾ لانگھا ناھيندا آھن. مضمون ۽ طرز موجب عربي شعرن جھڙائي زوردار آھن.

(۲) ڪافي يا وائي- اڪثري عشق تي ۽ انن ڏھن مصراعن جي. جنڪي بوليءَ ۾ انھنکي ٽيپو يا خيال چوندا آھن. گھڻو ڪري ڳائبي آھي ۽ ماڻھن کي ڏاڍي وڻندي آھي.

(۳) بيت - اھي بہ تنبوري تي ڳائبا آھن. ڏوھيڙو ٻئي سر جو ٿئي ٿو ۽ دھل سان ڳائبو آھي.

(۴) سنيھڙو- عاشق جو معشوق ڏي. اھي علحدي نموني جا آھن ۽ نڙ سان ڳائبا آھن. جھنگلي قومن کي جو مزو نڙ مان اچي سو ٻئي ڪنھن ساز مان نہ ايندو آھي.

تصنيفن ڪانسواءِ ڪٿين ڳجھارتون ۽ پروليون آھن، جي عربي ۽ ايراني معما وانگر آھن. انھن ۾ ٿوري گھڻي مڙيوئي ڪا خوبي آھي ۽ نھايت لطيف ۽ لذيذ ٿين ٿا. جيئن ٻين اڌ سڌريل قومن ۾ ٿين ٿيئن سنڌ ۾ بہ گھڻو شعر ٽڙيل پکڙيل آھي؛ جو اڃا گڏ نہ ڪيو ويو آھي. ممڪن آھي تہ ڪڏھن بہ ھمٿ نہ ڪيو ويندو. پر ڳچ شھر سنڌي عالمن جي ڏيان جوڳو آھي، ۽ ڪجھ

حصو ته مشرقي عالمن جي اڀياس جو لائق آهي. سنڌ
۾ ٻين پراڻن وانگر، شاعرانو ساهتيه اڪثر اصلي ۽ سوادي
آهي. مضمون جهڙو سليس ۽ سرل تهڙي ئي لغت
جهجهي ۽ پرمعني. مگر اسانجي تعليمي سرشتي هيٺ
شاعرن جي طرز به نقلي ۽ بناوٽي ٿي پيئي آهي. ظاهر
پيو ڏسجي ته ٻين ٻولين جي نقل ڪرڻ ۾ عبارت جي
چوري ڪرڻ ۾ ٿي اچي. نثر ۾ اهو هلي به وڃي، پر
شعر ۾ پڌرو ٿيو پوي. پراچين مرهٽي ڪوتا ڏسو ۽
پوين ويهن سالن جي ڪوتا سان ڀيٽيو ته جيڪي چوان
ٿو سو ثابت ٿيندو.

## (۷) مسلمانن جي تعليم

جيئن اڄ سنڌ ريل قومن ۾ تيئن سنڌ ۾ به مذهبي
تعليم ڪانسواءِ ٻي ڪنهن تعليم جي حاڪم پرئواري نه
ڪندا هئا. تعليمي سرشتو هيٺين ريت هو:-

لکڻ پڙهڻ لاءِ ٻار روز مڪتب ۾ صبح جو ڇهين
ڪان سانجهيءَ جو ڇهين بجي تائين ويندو هو. آخوند
پهرئين الحمد الله رب العالمين... جا اکر سڃاڻڻ
سيکاريندو هوس. پوءِ قرآن شريف جو آخرين سيپارو
آهستي آهستي پڙهندو هو، تان جو ڇهين مهني اندر
لسو پڙهي ويندو هو. دستور موجب ڇاڻي آخوند خرچي
۽ خلعت گهرندو. پوءِ قرآن شريف مان چونڊ ڪلام جو
حافظو ۽ لکڻ شروع ٿيندو. قلم سان آلي تختيءَ تي
آخوند وڏن اکرن ۾ ابتدا ڪڍي ڏئي، جن مٿان شاگرد

مشق ويهي پچائي. شاگرد ساڳئي وقت هجيئون ڪرڻ
نہ سگهي. اينتري ڪم لاءِ ڇهہ مهنا بس سمجهيا آهن.
ڪتاب ۾ سال ڪن لکڻ پڙهڻ ڪانپوءِ بار سمجهڻ
بنا قرآن شريف پڙهڻ شروع ڪندو. انهي ڪم ۾
نهايت آهستي واڌارو ڪندو آهي، ۽ شايد نون ورهين
جي عمر ۾ ٻيو قدم کڻندو، يعني سنڌيءَ جو ابياس
ڪندو. انهيءَ جو هيٺيون ابياس ڪرم آهي:-

(١) نُور نامو- آدم پئدا ٿيو تنهن کان اڳ ڇا هو
تنهنتي ٻاراڻو ڪتاب. هڪ عبدالرحمان جو لکيل، شايد
حديث تان ورتل آهي. ٻارن لاءِ ٻيو وڏيڪ واهيات
ڪتاب ٿيو نثو سگهي ڇو حضرت محمد جي بت تي
اُتي ١٠٤،٤٧٢ وار هئا، جنمان ٣ اَڇا هئا.

(٢) تفسير تي مخدوم هاشم جا ڪتاب.

(٣) نثر ۽ شعر ۾ ٻاراڻيون آکاڻيون؛ مثلاً سيفل،
ليلان مجنوُن، وغيره. عام طور حڪايت ال صالحين پاڙهبي
هئي، جا هڪ سنڌي ملي عبدالحڪيم عربيءَ تان ورتي
هئي، تنهن ۾ اڳئين زماني جي مشهور زاهدن عابدن
جون ڳالهيون آهن. ’لاڏاڻو‘- حضرت پيغمبر جي وفات
تي، جو ميان عبدالله عربيءَ مان حبيبت ال سير تان
ورتو هو. معراج نامو حضرت پيغمبر جي معراج بابت
حقيقت ۾ غيبي واقعات ۽ اِسرارن تي وڏو چرچو آهي.
’سؤ مثال‘- هڪ اِسمائيل جو لکيل آهي، تہ عبدالحليم

هڪ فقير سؤ جواب ڏيئي سلطان روم جي ڌيءَ سان شادي ڪيئن ڪئي......

ٻارهين تيرهين ورهين جي عمر ۾ فارسيءَ جو ابياس شروع ڪيو وڃي ٿو:-

(١) لغتؤن، جيئن تہ ڏوايو، ٽوايو، چشم چراغ...... دوائي ۾ ڪئين سنڌي لفظن جا فارسي لفظ ڏنل آهن. ٽوائي ۾ عربي لفظ بہ ڏنل آهن. چشم چراغ ۾ فارسي فعلن جا قيرا ڏنل آهن.

(٢) سَولا ۽ چيدا شعر، مثلاً سعديءَ جي ڪريما.

(٣) تواريخ، اِنشا، گلستان، بوستان، حافظ، جامي، نظامي، وغيره. پويان ٽي شرح کان سواءِ پورا نہ سمجهي سگهبا آهن ۽ اهي هميشه ميسر نہ هونديون آهن. جلالدين جي مثنوي ۽ خاقانيءَ جا شعر تہ اُستاد توڙي شاگرد، ٻنهي جي وت کان ٻاهر آهن. فردوسي ورلي پڙهندا آهن.

شاگرد ڪي وڏيڪ پڙهڻو ۽ عالم بڻجڻو هوندو تہ کنهن مدرسي (ڪاليج) ۾ پندرهين سورهين ورهين جي عمر ۾ ويندو. چون ٿا تہ ٽالپرن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ اهڙا ڇهہ مدرسا هيٺين هنڌن هئا:- (١) سيوهڻ؛ (٢) ترپت (نزديڪ سيوهڻ)؛ ڪوهرا (سيوهڻ جي اُتر ۾)؛ متلوي يا متاري؛ موهر يا ولهاري (نزديڪ عمرڪوٽ)؛ ۽ چوٽياري (ٿاري تي).

مدرسو وقف تي هلندو هو. اهو سرشتو اِسلام جي هڪ خوبي آهي، جو مڙهين ۽ خانقاهن جي بدران

مومن مڪتبن ۽ مدرسن لاءِ خيرات ڏيندا آهن. ڪن
صفا مسلم ملڪن ۾، (جهڙيطرح افغانستان ۾) ڪي سڄي
عمر علم طالب (شاگرد) ٿي مدرسي يا مسجد جي وقف تي
گذار يندا آهن. غريب شاگردن لاءِ اهو وڏو سهنج آهي
۽ پوءِ وچي اهڙو عالم ڳولي ڪيندا جنهنجو ڪنهن
خاص فن جو اڀياس ڪيل هوندو ۽ اُنهن ماهر هوندو.
وقف جو سرشتو اُنهن خواب خيال شاگردن لاءِ به چڱو
آهي جي سپاويڪ طور دنيا جي وهنوار مان ڪين چاڙهن
۽ جنکي ڪنهن نہ ڪنهن ڪم م لڳائڻ چڱو آهي.
ٽکي ڪي ڪين ايترو ٿو ملي جو سست ۽ بگڙيل ماڻهو
لالچ وچون سندن مثال جي پيروي ڪن. ٽالپر هرهڪ
مدرسي جي گهرج آهر ڪا ماهوار رقم اِمداد طور ڏيندا
هئا. مدرسي ۾ هڪ يا به مخدوم به ضرور هجن ۽ جي
وڏن شاگردن کي وعظ ڪن. ڪين چڱا خاصا پگهار ملندا
هئا ۽ سندن گهڻي عزت آبرو هوندي هئي. تنهنڪري
انهي عهدي لاءِ جهجها طالبو هئا ۽ پاڪ ۾ پاڪ سيد به
اهو عهدو ملڻ لاءِ شائق هوندا هئا. انهن کانسواءِ ٿي،
چار، يا پنج مولوي، جي ٽيهن کان سٺ روپين تائين
پگهار ڪڍندا هئا ۽ وقتي سوکڙي سوغات بہ ملندي
هين. خنابين جو تعداد مقرر ڪيل ڪونہ هو؛ اهو رباط
۾ جگهہ تي منحصر هو. شاگردن کي روز کاڌو ۽ ڪن
حالتن ۾ پئسو ملندو هو، سندن ڪپڙو بہ وقف مان
ٿيندو هو. منگل ۽ جمع کان سواءِ باقي پنج ڏينهن

پڙهندا هئا؛ تنهنکان سواءِ ٻـــ عيدون ۽ عاشورا موڪل جا ڏينهن هئا. ٻئي ٻئي سال جيڪو لائق سمجهبو هو، تنهنکي ٽورا هفتا گهر وڃڻ جي موڪل ملندي هئي. موڪل بنا غير حاضريءَ جـي يا نافرمانبرداريءَ جـي سزا شڪول مان نيڪالي هو. بدچال، خاص ڪري زالن سان صحبت، تنهنجي سزا دڙي جا ڦتڪا هئا. تلوار يون ۽ خنجر ساڻ کڻڻ يا کڻڻ جو حق هون. پر ٻنهي چوڪرن وانگر هٿيارن جو بد استعمال نه ڪندا هئا.

سنڌ ۾ اڳياس ڪرم هينئيون هو، ۽ توهين ڏسندءِ ته جيڪي مدرسن ۾ پڙهندا هئا سو ڪرستان اڳـي وديا پيٺن (يونيورسٽيز) ۾ پڙهندا هئا؛ فرق اهـو ته مادري زبان لاءِ سنڌي، لئٽن بدران فارسي، ۽ يونانيءَ بدران عربي هئي:-

(۱) صرف ۽ نحو؛ (۲) منطق؛ (۳) فقه؛ (۴) تفسير (قرآن شريف تي شرح)؛ (۵) حديث؛ (۶) علم فصاحت (rhetoric).

هي ڪم به پڙهندا هئا:-

(۱) قراءت (قرآن شريف اُچارڻ، پڙهڻ ۽ چوڻ).
(۲) مناظره (بحث).
(۳) عروض.
(۴) طب.
(۵) رمل، نجوم، جفر ۽ ٻيا غيبي فن.

طب جو شاگرد پهريائين طب يوسفي پڙهندو هو ۽ شعر ۾ لکيل تڪون ياد ڪندو هو. پوءِ دوائن جي شين تي فارسيءَ ۾ ميزان ۽ علاج تي تحفت ال مومنين پڙهندو هو. ساڳئي وقت پساريءَ جي دڪان تي به پيو ويندو ۽ ڪجهه نه ڪجهه سکندو. پوءِ ڌنڌي جي ڪا شاخ اختيار ڪندو. سنڌ ۾ طبيب ٽن قسمن جا آهن:- بلڪل گهٽ جي لکي پڙهي نه ڄاڻن؛ وچولا جي سنڌي يا سولي فارسي پڙهي وڃن، ٽئين درجي جا جي فارسي عربي چڱي خاصي ڄاڻن. طبابت سکڻ لاءِ ڪنهن مشهور طبيب جو شاگرد ٿيڻ ضروري آهي. نشتر هڻڻ جو استعمال پهريائين اڳ ۽ پير جي پنن تي سکندا. پيشاب چڱيءَ طرح جاچيندا آهن؛ نبض تپاسڻ ۾ ڏنپ ڏيڻ طبيب سيکاريندو اٿن. هاڻ غريب مريضن تي تجربي ڪرڻ لاءِ شاگرد تيار آهي ۽ ڦٽ کولڻ، اکين مان ڦلو ڪيڻ، وغيره شروع ڪندو آهي. علم تشريح (anatomy) ۽ جراحيءَ ڪم جي مختصر خبر هوندي اٿس. باقي خوراڪ جي ڪري ۽ نسخن مان چڱيرو واقف هوندو آهي. هاڻ نول طبيب 'پنهنجي سر مريض مارڻ' لاءِ تيار. في هرڪنهن مريض جي درجي موجب ۽ ڪو وڏي مرتبي وارو هجي ته سڀ ڪجهه سندس سخي دل تي ڇڏيندا آهن. پر حڪيم صاحب کي زنانو مريض ورلي ڏيکاربو آهي، مهاڻ ٻنهي جي وچ ۾ ڪا حرڪت تي پوي. ڪيس

عزت ڏاڍي ڏيي، گهرائڻ مهل گهوڙو به موڪلبو،
ڪمري ۾ اوچي جڳهه تي وهاربو، وغيره. نه ته خاطري
ڪج ته مريض ڪسي تهذيب سيڪارڻ لاءِ نسخي لکڻ ۾
ڪانه ڪا ڍل ڪري وجهندءِ! ايندو ته ويهي مريض
جي جاچ ڪندو، نبض ڏسندو، پيشاب ڏسندو ۽ مرض
جا ارڪان ٻڌائيندو. ڪي عجيب و غريب فارسيءَ
عربيءَ ۾ نالا ڳڻهندو جي ڪير ڪونه سمجهندو. پوءِ
مرض جي تشخيص (diagnosis) لاءِ پنهنجا ڪتاب وٺي
واچيندو ۽ فارسيءَ ۾ لنبو نسخو لکي موڪليندو.
اڪثري نبض ۾ نستو هئڻ سان علاج شروع ڪندو، پوءِ
جلاب ۽ پڇاڙيءَ ۾ خوراڪ جي ڪري. پويان نهايت
سخت آهن ۽ جي مريض انهن ۾ مان بچي پيو ته شايد
چٽو. چئڻ ڪان پوءِ سڀ عزيز گڏبا ۽ حڪيم صاحب
ڏاڍي شان سان مريض کي ”غسل صحت“ ڪرائڻ لاءِ
چوندن. پوءِ حاضرين صاحب مريض مٿان گهور ڪندا،
جا حڪيم صاحب جي دستوري آهي. پر جي شفا نه
ملي ته چوندو ته خداتعاليٰ جي اها مرضي هئي، قسمت
اهڙي هئي، يا ڪنهن جن ڀر جو ڪم هو. ائين چئي
پاڻکي ۽ ٻين کي پرچائيندو.

سنڌ ۾ جراحي جي ڪم ۾ گهڻي اوڻائي آهي. علم
تشريح جو پورو ايياس نٿا ڪن. بت جي بناوت جون
شڪليون منشي ورتي ورتي غلط طور نقل پيا ڪندا.
اهي شڪليون الاجي ڪاجو ڪا تي پونديون. مذهبي

وهمن ڪري ٻه ٻراڪي ٻريءَ جي استعمال جـي منع
ڪيل آهي، تنهنڪري اُستاد توڙي شاگرد ٻئي هڪ
جهڙا اَڻ ڄاڻ هوندا آهن. سنڌ ڇا، پر ساري مشرق ۾
عام خلق کي يوروپي ڊاڪٽرن جي قابليت ۾ ڏاڍو ايمان
آهي. پر دوائن بابت ائين نه آهـي. اسين ماڻهن جي
طبيعت، بناوت، خـوراڪ ۽ رهڻيءَ جـو اهڙو مختصر
اڀياس ڪا ڪريون، جو ڀين فائـدن تيندي ٻه طبابت ۾
اسانجو قـدر نـڪا ڪن. معجونن ۽ ڪڪن بابت اسانجي
اڄاڻائيءَ تـي ڏاڍي عبرت لڳندي اٿـن. مشرق ۾
طبابت تي اهڙو ڪتاب ڪي نه ليندو جـو گهڻو ڪري
سڄو انهن تي ئي لکيل نه هوندو، ۽ جنهن بابت ڊاڪٽر
ماڻهو مشرق ۾ اٿندي وهندي نه پيو ٻڌندو.

گهڻو ڪري سفيد پوش جـي زال ويم ۾ مرڻ کي
مري ويندي پر حڪيم جو منهن نه ڏسندي. ويم فقط
دايون ڪرائين. نتيجو اِهو جو ذري ٻه تڪليف تي نه
زال ضرور مئي. تنهن حالت ۾ غريبن کي خيرات ڏيئي،
ڪجهه پڙهي زال جـي سٿر ۾ هڪ تعويذ ٻڌي ڇڏيندا
آهن. جـي مئي تـه ڪنهن جـن ڀوت ماري ۽ اُنکي
گارگند ڏيئي دل ٺاريندا.

## (٨) سنڌي تهذيب.

هر ڪنهن ملڪ جي اَدبي چال مان سندس رهڻي
۽ ڪرڻيءَ جي خبر پوي ٿي. مڙساڻي بيهڪ ۽ شائستي
هلت ونبي ته سنڌي عرب سان مقابلو نه ڪري سگهندو.

تهذيب جي نزاڪت ۽ ادب آداب ونبو ته سنڌي هندوستانيءَ اڳيان نه بيهي سگهندو. سنڌ جا اُمير ۽ سفيدپوش ته ايراني دربار جو نقل ڪندا هئا، جو نه سهڻو نه شائستو نظر ايندو هو. هيٺئين درجي جا سنڌي ونبا ته ڪين اُٿڻ ويهڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ گنوارئي سمجهبو. کهڙو به مسڪين مسلمان ڪوٺيءَ ۾ پينو ته پٽ تي ويهي وڃي ٻوڪ ڇڏيندو. اڳين اميرن جي دربار ۾ (جي دربار ڪٺي چئجي) ته امير خبردار رهندا هئا ۽ ڪنهن کي به گستاخ ٻوڻ ڪين ڏيندا هئا. پر سنڌن پويان ٻاڻ سنڀالي نه سگهيا. سنڌن سلام عام (levee) اِجهو هن ريت ٿيندو هو. درسن وقت محل جي دالان ۾ دروازي جي پرسان امير لاءِ هڪ ڪرسي آڻي رکندا هئا. او چئو دربان اُتي واڪو ڪري "سلامي" پڪاريندو هو، تنهنتي عام خلق ڌوڪي اندر ويندي هئي. حاڪم ڪرسيءَ تي ۽ چارون طرف قداور ۽ جانٺا فراش بيٺا هوندا هئا. ٻهرياتين ته ڪين به خلق ڌڪڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. تنهنتي البت لٺ بازي هلندي هئي ۽ جي ڪرسيءَ تائين نه پهچي سگهيا سي پريان بيهي رڙيون واڪا ڪري عرضيون پيش ڪندا هئا. پوءِ جي گوڙ گنبوڙ وڌي ويو ته اُماڪ دروازو کولي، سراڪو پائي، حاڪم اندرئين ڪمري ۾ گم ٿي ويندو هو. تيسين ماڻهو به فراشن جي ڌڪ مان ڌوڪي دروازي تائين وڃي پهچندا، ۽ دروازو بند ڏسي پيچڻ

جي ڪوشش ڪندا. مطلب ته اهي رنگ وقت بوقت
نندين اميرن جي محلن ۾ پيا ٿيندا هئا. مير شير محمد
جو ماڻهوُ اَدب ڪندا هئا ۽ ڪائنس ڪنهن ڪؤ ڪائيندا
هئا. پر اهڙا واقع ڪڏهن ڪڏهن سندس سلاميءَ تي
به ٿيندا هئا. هڪ ڀيري هڪ سواليءَ اچي گهٽيس.
تڏهين وجهه وني اُتي ٻيهي ڏٽيءَ جي درگاهه ۾ دعا
پنڻ لڳو. اهڙي وقت ڪو به هيڏانهن هوڏانهن ڪين
نهاريندو آهي، تنهنڪري پاڻيائين ته سڀ سوالي تيسين
صبر ڪري ويهندا. پر ڪي نالائق اُٿي، عريضيون
ڪڍي، اڳيان اڳيان جهلي بيٺس. تڏهين فراشن ڪين
گهلي پري ڪيو. سنڌ ۾ هي حال، ۽ هوڏانهن ڇا
رنجيت سنگهه جي دربار جو دبدبو ۽ ڇا فتح علي شاهه
جي ”سلام“ جي فلڪ.

متئين درجي جي سنڌين جي روش ڏارين سان
فضيلت جي نه آهي. پر جي ست جو ملين ته
کهري پوڻ جي مجال نه ٿيندين. اهڙن ماڻهن سان پڇڻ
جو هڪ ئي نمونو آهي. جيڪ جواب ڏجين، يا ته
وقت ڏسي ٽڙي ڪڍجين، پر ڪو ملاقي آيو ۽ ٻاهر ئي
چئبس ته فلاڻو ”اندر ڪونهي“ ته سخت بي عزتي
سمجهندو. ملاقيءَ کي اچڻ سان پورو مان نه مليو ته
آئينده گهر جي ٻنيي اندر پير ڪين پائيندو. ملاقات
هن ريت ٿيندي آهي:- پهرين ماڻهو دوڙي چئائيندو
ته فلاڻو اچي پيو. تنهن تي ملڻ لاءِ اَڳلو وڌي در تي

اچي ويهندو. مان مرتبي موجب قدم رنج فرمائي وڃ ندو. ملاقي وڏي مرتبي جو هوندو ته ديوان خاني ۾ گهڙڻ شرط سپ اُٿي آدر ڏيندس، ۽ درجي موافق وڏي گڏبس. کيڪارڻ جو نمونو نهايت اَٽانگو آهي. فارسيءَ ۾ ۽ وقتي سنڌيءَ ۾ پرسش ٿيندي. پوءِ ميزبان مهمان کي هٿ کان وٺي سندس جڳهه تي وهاريندو. وڏي ۾ وڏو مان ته ڇپر کٽ تي غاليچو ۽ ريشمي توشڪ وڇائي اُتي وهاريندس. ٻيا درجا هِن ريت آهن:- ننڍي کٽ، توشڪن سان يا توشڪن بنا. (۲) پٽ تي غاليچي مٿان. (۳) پٽ تي تڏي مٿان. (۴) اُگهاڙي پٽ تي. (۵) ڪونيءَ ٻاهران ورانڊي ۾. جڏهين سڀ مهمان جاءِ نشين ٿيندا تڏهين شربت، ايلاچي، سوپاري، حقا نظر ايندا. هاڻي ته دارُون، ڀنگ ۽ آفيم به آڇين ٿا. پر ذاريو هوندو ته انهن شين جي ويجهو نه ويندو، ڇو جو ٻئي جي گهر نشو وٺڻ مشرق ۾ سڌريلن جي شان وٽان نه آهي. ڪي ڪي دارُون پي مست ٿيڻ کان پوءِ سنگت ۾ مزو ايندو آهي. فارسي انهيءَ رواج جي اُبتڙ ڪاڏي بدران ميوو آڇيندا آهن. ملاقات جي مدت به مهمان جي مرتبي موافق ٿيندي آهي. زبردست وٽ ٿورو وقت وهبو آهي. ملاقات پوري ٿي، ۽ وري ساڳيا لنبا ادب آداب ڪري هڪ ٻئي کان موڪلائيندا. وڏي درجي واري ملاقيءَ کي گهر تائين پهچائي موٽندا.

## (۹) شراب نوشي.

هاڻوڪي حالت ۾ سنڌ اندر شراب نوشيءَ جي علت ڦهلجي ويئي آهي. سيني درجن جا ماڻهوُ توڙي زالون- هڪڙا ديني شرعي ڇڏي- سڀ پيالي کان پاڻ پلي نٿا سگهن. اڪثري دارؤن پاڻي اَڌو اَڌ گڏي پيئن ٿا. درجي وار و ڪاني ڪان اڳ پيئڻ شروع ڪندو. مؤج ۾ ايندو تڏهين ڪانو ڪائيندو ۽ ٻن پهرن جي آرام کان اڳ ڪاني بعد هاضمي لاءِ ڪير ڪٽورو (اسانجي ڪافيءَ وانگر) پيئي ڇڏيندو. ٿڌڪيءَ ۾ آيو ته ڀنگ ٻي پوءِ شراب چاڙهيندو، جو هن ليکي ائين تازو نشو ٿيندو. فارسيءَ واري ڪين چيو آهي ته:- سنڌ ۾ ڪئين مان مرتبي وارا ماڻهو آهن جنکي نشيدار شيءِ وٺڻ ۾ اعتراض ڪونهي. غريبن کي ٻيو نه ملي ته شراب جي پيچڪ وٺي پاڻ خوش ڪن. پر اهو جهڙو اُگرو تهڙوئي سستو ٿئي ٿو.

دارؤن ٻن قسمن جا آهن:- (۱) ڳڙ جو دارؤن جو ڳڙ ٻبر جي ڇوڏيءَ ۽ ٻين شين مان ڪڍبو آهي. ڏاڍو تکو ۽ ٻي سوادي، پر هندوُ شؤق سان پيئنس. ننڍڙو ڇمڇو پري پيالي ۾ وجهن. پاءُ پاءُ ڪلاڪ کان پوءِ ٻيو ڇمڇو، تانجو بوتل خلاص. (۲) ڪنتل جو دارؤن، جو غريبن لاءِ آهي. ڏاڍو گرم ۽ اُگرو ٿو ٿئي. مکيه شراب هي آهن:- (۱) انگوُر مان ڪڍيل شراب ڪشمشي سڏبو آهي. (۲) سؤنفي- عمدو سمجهبو آهي. (۳)

مشڪي. (۴) ترنجي. (۵) مصري - ڏاڍو قيمتي. (٦) گلابي. (۷) ڪنئسري.

گهڻن درجي جا سنڌي ڀنگ جا ڳوڙها پياڪ آهن ۽ گجراتي آفيمين وانگر ڀنگ بنا ڪين سرين. اميرن جي راڄ ۾ ڀنگ سير آني؛ اسانجي نيڪي ڪري سير پنجين ڇهين آني تـو ملي. ڀنگ، وغيره پيئڻ ڪري سنڌين جي بدني دماغي ڪمزوري ٿيندي وڃي ٿي، ۽ منجهن ڪئين مرض پيدا ٿيا آهن.

## (١٠) گناهه.

ڪنهن به قوم جـي سياڻ جـي هيءَ عمدي پرک آهي، يعني سندن ڏوهه ۽ تن لاءِ سزائون. انهيءَ نظر سان ڏسبو ته سنڌي هرويرو ٻچڙا ۽ ويل نـه آهن. ڳرا گناهه ورلي ٿا ٿين، ۽ انهيءَ ڪري سزائون به سخت نه آهن. خوُنيءَ کان سڀ ڀڄن ٿا ۽ 'خوني' لفظ نفرت جو لفظ آهي. خون جي سزا موت يا ڏنڊ. ڪن حالتن ۾ اِسلامي قاعدن موجب موت جي سزا هيئنيءَ ريت ڏني ويندي هئي. قاضيءَ جا خادم خوُنيءَ کي گرفتار ڪري، ٻانهوُن ٻڌي، سندس ٻانهن خون ڪيل شخص جي عزيزن کي سؤنپيندا هئا. اُهي ڪاتي يا تلوار سان اُتـي جو اُتـي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندا هئس. پر جي موت بندوق، لٺ، پٿر، زهـر يا ڪوهه ۾ اُڇلائڻ سان ٿيو هوندو ته خون جي بدلي هڪ مقرر ڪيل رقم (دِيت) ڏني هئي. بدلي جو رواج، يعني خوني پنهنجي بدران

سزا لاءِ عيوضو ڏني، جو رواج هندوستان ۾ آهي سو سنڌ ۾ هاڻي ڪونهي. خودڪشيءَ جي مسلمان عام طور سخت ننديا ڪندا آهن. هندوُ پنر جنم تا مڃين، تنهنڪري حالتن موجب آپگهات واجب يا اَڻ واجب ٿا سمجهن. خودڪشيءَ جي حالت ۾ لاش کي نڪي وهنجارين نڪي ڍڪين، پر جنهن حالت ۾ ليپي تنهن ئي حالت ۾ پرواري زمين ۾ ٿا دفن ڪن. انگ ڀنگ يا لوُلي لنگڙي ڪرڻ ڪري قانوُن ديت يا قانون مڪافات جي سزا ڏني ويندي هئي. اهڙي سخت سزا جو سبب هو دين اِسلام. پر اها سزا ضروُر ڏيندا هئا. جهڳڙي ۾ ڪنهن ڪنهنکي انڌو ڪري وڌو ته قاضيءَ جي فرمان موجب جلاد سج اڳيان آرسي جهلي ڏوهيءَ کي به نابين ڪندو هو. ساڳيءَ ريت ڪنهنجو ڏند ڪنهن ڀڳو ته لوهار اَنبوريءَ سان اُنجو ڏند ڪڍندو هو. ڌڪ يا زخم جي سزا هوبه هو ساڳيو ڌڪ يا زخم هو.

چوري - خسيس يا ڳري، عام جام ڏوهه هو. هٿيارن بنا چوري شرمساري سمجهبي هئي. سزائون به ڪئين هيون. مگر قرآن شريف موجب عضوا ڪپي جڏو ڪري ڇڏڻ جو اَعلان نهايت ورلي تعميل ۾ ايندو هو. اهڙين جهڙين حالتن ۾ قيد، ڏنڊ ۽ زوريءَ لنگهڻ سزا طور ڏنا ويندا هئا. گهڻت درجي وارن چورن جون ڏاڙهيون، وار، ڀروُن ڪوڙائي، منهن ڪارا ڪري، گڏهه تي وهاري ڪيمپ بيچڙو ڪندا هئا. ڪڏهن وري

چور کي ڳچيءَ ۾ موچڙن جو هار پائي شهر ۾ پيٽ لاءِ ڀٽڪائيندا هئا.

اميرن جي ايامڪاريءَ ۾ قيدين کي چبوتري يا ڪوتواليءَ ۾ رکندا هئا. انهن اَنڌيرين ۾ ٺئر، هٿڪڙيون، پيرن جا ڪاٺ، ڳچيءَ لاءِ ڳٽ ۽ ٻيا اهڙا عذاب رسائڻ جا اوزار رکيل هئا. نامي گرامي ڏوهي ڪوٺن اندر يا چؤنڪيدار جي گهر اندر سوگها.

شهر ۾ ڪوتوال ڪچهري ڪندو هو، ۽ پرڳڻن ۾ ڪاردار. ديني ڳالهين ۾ قاضيءَ جي فتويٰ هلندي هئي ۽ اڪثري اپيل به ڪري سگهبي هئي. جعلسازي ڪرڻ، سڪا ناهڻ ۽ ڪوڙيون مهرون گهڙڻ راڄنيتي گناهه سمجهبا هئا ۽ انهن لاءِ ڏنڊ، قيد يا قتل. ڪوڙ ڳالهائڻ نه سيڻي جي پيٽ ۾ پيل آهي. قرآن تي قسم کڻڻ ڀڪو سمجهبو آهي، ڇو جو چوندا آهن ته ڪُوڙي تي ڌڻي تعليٰ قهر ڪندو. نتيجو اهو جو پڙهيل ڪُوڙ کان ڪؤ نئي نٿا ڪائين. غريب مسلمان، پئسي جي لالچ نه هونديس ته اِنهيءَ گناهه کان ڊڄندو. سنڌ جا هندوُ جهڙا سنڌ ۾ هندوستان جا پائو. قسم کي ڪوبه وزن نٿا ڏين. آزمودي کان پوءِ سمجهان ٿو ته هن ملڪ ۾ ڪو ڳالهه ڪري ته شڪ آڻجي، ڪو ڏئي ته اصل اعتبار نه ڪجي، قسم کڻي ته پڪ ڄاڻجي ته نسورو ڪُوڙ ٿو ڪري. ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ ڳالهه اُلڻ ڏوهه نه آهن ۽ جتي سچ جو اهو قدر اُتي ماڻهن جو ڪهڙو سياءُ هوندو؟

البت سڀ هڪجهڙا نہ آهن ۽ ڪي سٺيہ وادي ۾ بہ ليندا، پر اهڙا ڇڏا ڇوايا.

زناڪار، رنڊيباز، نشئي قاعدي موجب سزاياب نہ هئا، ڇو جو جيئن ٻين دينن ۾ تيئن اِسلام ۾ دين جا مومن پوُري پيروي نٿا ڪن.

## (١١) ٻروچ.

سنہ ١٧٤٠ع ۾ ڪلهوڙن جو راڄ شروع ٿيو، تڏهن سنڌ ۾ سرڪاري نوڪريون پهرين سنڌ جي مسلمانن کي هيون، پر ميان مير محمد ڪلهوڙي زمينن جاگيرن جا اَنجام اِقرار ڏيئي ٻن ٻروچ مريدن، مير الودي ۽ مير مسودي، کي گهرايو. ڇي جبل جو سڄو پٽ ڇڏي سنڌ جي پلي ملڪ ۾ اچي رهو. پر انهيءَ ۾ وڏي ڀل ڪيائين. هڪ سنڌي تواريخ نويس انهن ٻن جهنگلي ماڻهن جي سنڌ ۾ گهڙڻ جو هي بيان ٿو ڏئي:-

ٻروچ اچا خدآباد کان پنڌ رهن ڪن ميل پري هئا تہ حاڪم سنڌ اِستقبال لاءِ سونهري سنجن سان پهريل عمدا گهوڙا ۽ خلعتون سوغاتون موڪليون. سنڌ مرضي هئي تہ ٻئي مير ڏاڍي شان ڏوُمان سان دارالحڪومت ۾ تشريف آڻين. جلوُس جڏهين ساڻن ملڻ لاءِ اڳتي وڌيو تڏهين ڇا ڏسن تہ هڪ رڍوارن جو دنبلو، بارين ٻچين گڏهن تي چڙهيل، پنيان رڍن جي ڌڻ سان پيو اچي. وزيرن وڏي پڇا ڪئي تہ ڙي مير اَلودي جي

ڪا خبر ڪريو؟ ڇـي مير اُلودي آءِ آهيان. ڏسي
حيرت ۾ وات ڦاٽي وين. جنهن مير اُلوديءَ کي هيڏي
ناٽ نينگر سان خوش ڪرڻ آيا هئا سو همت ۾ ڍيري،
ڪلهي تي ڪانبو ڪري اڳيان بيٺو هون! پر وري به
پاڻ جهلي نهايت تهذيب سان سلام ڪري، همت مان
ڍيري ونـي ۽ ڪلهي تان ڪانبو لاهـي، هڪ تازي
گهوڙي تي سوار ڪري دربار ۾ وني وين. تنهن ڪانپوءِ
ته ڪيترا سردار جاگيردار تي پيا ۽ پنهنجا بروچڪا راج
آڻي ناڙي تي ۽ بين هنڌ گوٺ بڌي ملڪ وسائي وينا.

شڪل شبيه توڙي چال چلڻ ۾ سنڌيءَ کان بروچ
سرس آهن. رنگ وڏيڪ صفا، هڏ وڏيڪ پڪو، بت
وڏيڪ سگهو اٿس. عزت آبرو جا ۾ آهـي تنهن بابت
خيال ئي نـرالا اٿس. پـر اڳئين زماني ۾ جـا حقارت
زره بند بانڪن کي بزدلـن لاءِ هوندي هئي سا حقارت
ڪيس به آهي. قوم لاءِ فخر، خاندان جي وڏائي هڪڙ يائي
اٿس. سا ڳئي وقت تند مزاج، بي وفا، ۽ ويـر وٺو بـہ
آهي. جهڙو گدلو ۽ بودلو آهي اهڙوئي عياشي آهي.
مڪيہ وندرڙن به اٿس :- شراب نوشي ۽ شڪار. لکڻ پڙهڻ
کان عار ڪندو، پر باز پالڻ ۽ چابڪ سواري معتبر سمجهندو.
بغداد بخاري جا ڪل علم سندس لاءِ ڪسيري جا آهن.
پر ڏک سان متارو دنبو به اڏ ڪري وجهڻ ناموس جو
ڪم سمجهندو. نتيجو اهو جو ساري بروچڪي ملڪ ۾
ڪو پڙهيل ڳڙهيل ڪين نظر ايندو. ننڍا شهزادا فارسي

جهڙي ڄاڻن تهڙي نہ ڄاڻن، ۽ ايران مان ڪتابن جا سٿ گهرائي پٽ تي ڦٽا ڪنيون ڪن. هڪ ٽالپر سردار ته هام هڻي چويو تہ "پڙهڻ لکڻ مان آءٌ ڇا ڄاڻان؟ انهيءَ ڪم لاءِ ساڻ منشي بس آهي."

جنگ جي ميدان ۾ بروچ ڪو اهڙو جهڙو ويڙهو نہ آهي. ننڍي هوندي کان وٺي هٿيار هلائڻ ۽ خوف کي منهن ڏيڻ سکندو آهي. بهادر ۽ سگهو آهي، پر پلٽي بازي نہ ڄاڻي. ڏک اڳيان پيال ڏيندو، پر چوڪ ڪٽڻ ڏجي سو نہ ڄاڻي. هن هنر ۾ هندوءَ کان گهٽ آهي. عربن جي نقل ڪندي زور سان ڏک ڦهڪائي هڻڻ سکيو آهي، ۽ پنهنجي ڳري، آبدار ۽ عمدي تلوار سان چڱو مارو ڪندو آهي.

سنڌ ۾ هيٺيان هٿيار چالو آهن:- بندوقون (ڏ گهڻن خاصين ٽالين سان)، تپاچا، تلواريون، ڀالا، ٻٽڇيون، خنجر ۽ ڪٽاريون (سڌيون ۽ خاص نموني جون). تير ڪمان جو هت رواج ڪونهي، جو تہ بروچ جي ٻاڙن ۾ پناڻڪو بل ڪونهي. ڳرو زرہ جو يورپ ۾ پهريندا هئا، سو ڪنهن بروچ نہ ڏٺو، نہ پاتو ۽ وڙهڻ مهل منهن، ڳچي، ٻانهون، سٿر بچاءَ لاءِ پيڪيل نہ هوندا اٿن. پر مٿي جي بچاءَ لاءِ رڪ جو ڪنگول ريشمي ڪنار سان پائيندا آهن. مٿانئس ريشمي پڳ ۽ پڳ پاسي رڪ جي چلن جو ٽڪرو. ڏڙ لاءِ سوڙهو زرہ سٿرن تائين ڪشيل. عمدي ۾ عمدا زرہ خراساني ۽ ايراني، چانديءَ جا يا

گلت کيل رک جي چلن جا، يا زره هيڻان چلتهو (ريشمي ڪوٽ) پ ڪيندا هئا، جنهنجو تهه مٿان تهه سوگهو ٻڌبو هو. انهيءَ جو ڪپڙو ولائتي هوندو هو. تلوار جي چوٽ قدري واري ڇڏيندو هو، پر پائڻ ۾ ٻار ۽ چرڻ پرڻ ۾ مونجهه ڪندو هو هٿن تي د ستانا سا ڳئي زره واري ڏاتوءَ جا هوندا هئا. اهي پائڻ ضروري ٻه هئا، ڇو ته تلوار جو منيو آگرين لاءِ ڪو ٻه بچاءُ نه هو. ڍالن جا نمونا مالڪن جي شوق موجب هوندا هئا. پر ڍالئون اَڪثر چم يا گينڊي جي کل مان ٺهنديون هيون.

سنڌي اَميرن کي، ٻين راڄن وانگر، دائمي بيٺل فوج ڪانه هئي، نه فوج جو پورو قواعد ٿيندو هو. جيڪو ٿيندو هو سو اَڌ ورگابرو، يورپ جو ڪوڙو نقل. بلوچ، تنم ٻه خاص ڪري مري، اُتر ۾ قواعد ڪيل سپاهين جون صفون ڏسي ته ڇڙ اڏ نشي ۾ مست ٿي شوخيءَ سان دشمن تي ڏوڪي پوڻ وڌيڪ پسند ڪندا. انهيءَ نموني کي پنهنجي خوبي آهي جا عربستان ۽ اَفغانستان ۾ ثابت آهي. پر جتي هزارين حملو ڪن تا يا مٿن حملو ٿئي تو اُتي اِهو نمونو ڪارگر نه آهي.

سپاهين جي پگهار جي ڪٿ ڪي هڪڙي، ڪي ٻي تا ڪن. پيادي کي گهٽ ۾ گهٽ ماهوار اٽڪل ساڍا ٽي روپيه. پر ڪي سوار روز هڪ رپيه ڪٽيندا هئا. سردارن کي د رجيوار مقرر رقم ملندي هئي. تنهنکانسواءِ ڏ شمن جي ملڪ ۾ لٽ. لشڪري زور زبر تي رُوڪ

ئي ڪاڌ هئي. ساڳئي فوج اندر هيٺين ۽ مٿين جي وچ ۾ حب هئي، پر ادب انديشو گهٽ.

زناڪاري ۽ حرامڪاري ديسي راڄ ۾ بلڪل گهٽ هئي. هوند وارا زالن کي سانڍڻ لاءِ ڪين گهٽائيندا هئا. باقي گهٽ درجي جي زالن کي وفادار رکڻ لاءِ ڪناري قهر ڪندي هئي. جڏهين اسان سند فتح ڪئي، ۽ مرد کي بي قاعدي اُره زوري ڪرڻ کان منع ٿي تڏهن زالن ڄاتو ته ”هاڻ اُنهن سان ڪناري ڪاڌ بدل آهي“. نتيجو اهو نڪتو جو جلد زناه وڌي ويو. پر اهو پهريون جوش سنت ئي پرو ٿيو ۽ سماج وري اڳي وانگر نهي هلي. فقط ڪاٺيءَ ۽ ڪناري بدران قلف ڪڙا لڳايا ويا. پروچاڻيون ٿوري گهڻي فارسي ۽ سنڌي ڪانسواءِ بيو ڪي ڪين ڄاڻن. پنهنجو وقت گهڻو ڪري ڪتڻ، سبڻ ۽ ڪپڙن پهرڻ، وغيره ۾ گهاريندين آهن. بين سان عشق پچائڻ ۾ مزو ايندن، پر ايراني ۽ پٺاڻ زالن وانگر جوکائتو ڪم نه ڪنديون، مگر سنڌي مسلمان ۽ هندو زالن کان انهي ۾ وڌيڪ جگر واريون آهن. مٿئين درجي جون زالون البت ڪنهيرو ۽ پائبند آهن، ۽ ڪل مڪ، هاسي پسند هندوستاني زالن اڳيان جيڪر ڳڙيون ۽ ديرينيون نظر اچن. زهر ڏيڻ جو واهپو ڪونهي ۽ آپگهات ورلي ٿيندو آهي. ڪيتريون وڌوائون آهن جي ٻيهر شادي نٿيون ڪن، پوءِ ڇٺو بدنيت ڪري يا ڏاڍي وفاداري ڪري. ڳالهه بسڌيم ته هڪ شخص

پيرڻ کي آخرين ناموڌنو تہ" وري شادي ڪر، يا دائمي روزو وار". ڇي "روزو واريندس." جي زاهد جي درجي جون طالبو آهن سي تہ عمر ڪنواريون ٿيون رهن پر اهڙيون ڪي ٿورڙيون.

## (۱۲) شيدي غلام.

سنڌ ۾ شيدي غلام ٻن قسمن جا هئا: هڪڙا گهر جاوا، ٻيا مسقط يا عربستان جي اوير کان آيل. گهر جاوا گهر جا ڀاتي ڪري ليکيا هئا. جيئن هندوستان ۾ ٽيئن زمين سان بدل ۽ زمين سان وڪيل يا ورثي ۾ آيل غلام سنڌ ۾ ڪونهن. تنهنڪري جڏهن آزاد ٿيا تڏهن جڻ اها نعمت سنڌن لاءِ زحمت هئي. اميرن جي اَياڪاري ۾ ساليانا ڇهہ ست سؤ زنگباري، ممباسي ۽ حبشي آفريڪا مان ايندا هئا. ٿورن سالن کان اهو واپار ذري گهٽ بند ٿي ويو آهي. غلام جو ملهہ چاليهن کان ڏيڍ سؤ رپين تائين هوندو هو، ڇوڪرين جو ملهہ ڇوڪرن کان سرس ۽ انهنجو تعداد ٻہ وڌيڪ ايندو هو. حبشي ڇوڪريون ڪڏهن تہ ڇهہ سؤ ٻہ ست سؤ رپئي ٻہ وڪامنديون هيون. سنڌن ڇورڻ موجب بالڪپڻي ۾ آن، ڪپڙو ۽ ٻيون ضروري شيون ڏيئي واپاري کين خريد ڪندا هئا. ڀڄائي کين وڪڻڻ عام رواج هو ۽ ڪيترين کي هڪ "سواهلي" قوم قيد ڪري سمنڊ جي ڪناري تي واپارين کي وڪڻندي هئي. غلام گهڻو ڪري ڪنمنڊي ضلع جا هئا.

سنڌ ۾ اڪثري سڳس، مزور، وايا، لوهار، ۽ بيا غلامن کي پنهنجن ڌنڌن ۾ سيکڙات ڪري رکندا هئا. ڪاڌو ڪپڙو ملندو هون، پر ڌڻيءَ سان گڏ ڪو ورلي ويهي کائيندا هئا؛ ڪن حالتن ۾ چڱي مرتبي کي وڃي رسيا ۽ اميرن جا خاص خادم ٿي زيردستن تي خوب حڪم هلائيندا هئا. امير شير محمد جو پيارو خادم شيدي هوش محمد منجهائئن هڪڙو هو. هڪ مشهور تواريخ نويس ڪيئن هن شخص ۽ مارشل هاش (Hoche) جي وچ ۾ مائٽيءَ جو ناتو ڳنڍيو آهي. شيدي اڪثري شيدياڻين سان پرڻيا هئا. وڏن ڪٽنبن ۾ بين ڌڻين جي ملڪيت سان واسطو رکڻ جي ڪين منع ڪئي ويندي هئي. سندن اولاد به غلام ئي هو. ڪيترا سنڌي مسلمان شيدياڻين سان شادي ڪندا هئا ۽ انهنجو اولاد سنڌين کي پسند ايندو آهي، جيئن ڪ يورپين جي نظر ۾ منجهس ڪا سونهن ڪانه هئي. انهيءَ اولاد کي سنڌي ”گڏو“ ۽ گڏي جي سنڌيءَ مان اولاد کي ”ڪمبراني“ چوندا آهن.

سنڌ ۾ شيدي بلڪل جاهل ۽ اڻ پڙهيل آهن. سياءَ ۾ خوش مزاج ۽ ترشرو، من موجي ۽ تپڻا. سنڌين موجب شيديءَ جو وير اُت جو وير ٺڪري چون ۽ ڪڏهن نه اهڙا خارباز ٿا ٿين جو ڏاڍن موچڙن سان مس باز ايندا آهن. ويڙهوُ گهڻا بر اهڙا جو اُهو جمع سپاڳو جڏهن هڪ ڌنڌي جا شيدي ۽ ڌنڌي جي شيدين

تي تلوار نہ وهائين. سندن طاقت ۽ بردباري ڏسي عام صلح پسند ماڻهو ڪانئن ڏاڍو ڪؤ ڪائيندا هئا. بهادر ۽ بي رحم ۽ اهڙائي بي باڪ، دغاباز ۽ لچ آهن. مطلب تہ فقط موت جي دپ ڪري ڦرلٽ ۽ خونريزيءَ کان پاڻ روڪي سگهندا آهن.

وچ ايشيا ۾ جتي ڪتنبن ۾ پاڻي تي ٿا رهن ۽ ماڻهو سندن سياو مان چڱيءَ طرح واقف آهن اُتي بہ ساڳي ڳالهہ ٿا ڪن. چونتا تہ شيدي وقتي ڏاڍا شڪرگذار ۽ محبتي آهن. مؤج ۾ ايندا تہ ڏاڍا پيا وڻندا. بلڪل عياش ۽ عرض ڪندڙ، پر نور دل بہ اهڙا جو ورلي آپگهات ڪندا. ڪاڏي پيتي، ڳائي ۽ ناچ جو ڏاڍو شوق اٿن ...... سنڌ ۾ ڪيترن شيدين کان پنهنجي مادري بولي وسري ويئي آهي. ڪيترا تہ گهر ڇاوا آهن ۽ مائٽن کان بہ چار لفظ جهڻي ورتا اٿن، پر جيڪي بالڪپڻ ۾ آيا تنکان مادري زبان وڏي هوندي تائين وسريو وڃي. نڪي ڪي سندن بوليون لکيل ٿيون تين جو غلطي درستيءَ جي پوري خبر پوي. پر اڪثري سنڌي حبشي ملائي ڪڏوڇڙ ڳالهائيندا آهن، جا سمجهڻ ۾ نہ ايندي آهي. پر سندن ڪيترا لفظ (مثلاً ڪتنب) سنڌ ۾ چالو ٿي ويا آهن.

## (١٣) عامل.

سنڌ جا لهاڻا عامل سنڌي هندن جو هڪ خاص فرقو آهن. سندن ريتن رواجن، سوڻن پوڄن مان سنڌ

۾ اڄوڪن هندن جي پوري خبر پوندي. حاڪمن جي
احتياج ڪري ئي عامل فرقو هستيءَ ۾ آيو، ڇو جو
انهن جي مدد کان سواءِ سرڪار نه وصولي ڪري،
نه خرچ هلائي سگهندي هئي. سڄي مشرق ۾ جيڪڏهن
ڪي ماڻهو حساب ڪتاب ۾ بنهه اڳاڻ آهن ته اهي
سنڌي مسلمان آهن، ۽ خود اڳين اميرن کي اگرچ هندن
لاءِ هيتري نفرت ۽ حقارت هوندي هئي ته به انهن
ڪافرن جي اها خوبي لاچار قبول ڪرڻي پيئي. سنڌن
پويان اڳيون مذهبي ڪٽرپڻو گهٽجي قدر پلجي ويا ۽
ٻروچڪو فخر به البت گهٽ ظاهر ڪندا هئا. هن وقت
حاڪمن مان هڪ اهڙو به ڏنو اٿم جو هندو ديوان سان
پاڪر پائي ملڻ کان اهڙو عار ڪري جهڙو پاڪ ۽ چند
سيد سان ملڻ ۾ ڪري. هندن به جڏهن ڏٺو ته اسان
بنا حاڪمن جي نٿي سري تڏهن پنهنجي تيزفهمي ۽
ڦڙتيءَ جو پورو فائدو ورتائون، ۽ جلد ملڪ ۾ پنهنجي
حالت سڌاريندا ۽ زور وٺندا ويا. گهڻو ڪري انهيءَ
ريت سنڌ ۾ ڪارداري سرشتو جاري ٿيو، جو البت
نرالو پر سنڌ ۾ اهڙو ئي مکيه آهي جهڙو هندوستان
۾ پٽيلائي سرشتو. پير ڪوڙڻ بعد عامل پنهنجي اختياريءَ
جو غير واجبي فائدو وٺڻ لڳا. حاڪمن جو پنهنجن
عملدارن تي ٻن قسمن جو ضابطو هو:- موت ۽ عذاب
ڏيڻ. جي ڪو هندو لاهي پاهي ٻيهندو هو ته لنيين يا
ڪنبر ڏنڊن سان ڪٽي ماريندا هوس، يا ته ڳچيءَ

تائين زمين ۾ پوري دفن ڪرائيندا هوس. هلڪن ڏوهن واسطي گهوڙي جو توبرو ڪتيل ڳاڙهن مرچن سان پوري منهن ۾ ڏيندا هئس، يا ته وڻ تي اُبتو لٽڪائي ٻانهن کي واريءَ سان پريل ٿانو ٻڌندا هوس، يا ته سٿڻ اندر ٻه چار وڇون يا ته لوهه جي نوڪدار "ٻلي" ماس پٽڻ لاءِ اَندر وجهندا هئس. پر اهي اُپاءَ ورلي ڪم آندا ويندا هئا، ۽ رياستن اندر ماڻهو سخت سزائن جي ڀوَ کان ڪڏهن ڪين ڪائيندا آهن، ڇو جو اڪثري انهن سزائن کان پاڻ بچائي به وٺندا آهن. سنڌ ۾ به ساڳي ڪار هئي. ڪو به امير کهڙي به ديدي دانستي دغا کان پاڻکي سلامت ڪين سمجهندو هو.

اِئين ڦرڻ نِگرڻ ۾ عامل اهڙا ته پڪا ٿي ويا جو پنهنجو درجو نه رڳو قائم ڪري، پر سڌاري سگهيا. اُنهن حاڪمن جي اڄ خدمت ڪندا هئا تن سيان ڏوهيندا هئن؛ اُتي ئي چاپلوسي ته اُتي ئي ڏوهه؛ وچولي درجي جا مسلمان، جنجو مٿن آذار هو، تنکي رشوت ٻه ڏيندا هئا ۽ هيسيندا به هئن؛ باقي عام ماڻهو جي گهر حاڻنا تي ڏيتي ليتيءَ ۾ هندو شاهوڪارن جي ور چڙهندا هئا تن سان ته جنسي وٺل وهائيندا هئا. عاملن کي پنهنجي مطلب ڪانسواءِ ٻيو ڪي ڪين سجهندو هو ۽ پنهنجي مطلب ڪڍڻ لاءِ نه ڪنهن قسم جي پرواهه نه خطري جو اَنديشو، نه رحم جو قطرو ڏيکاريندا

ھئا. عمل ۾ بزدل، ٻر سھڻ ۾ بردبار ۽ وقتي حاڪم
ٻاڻ باسيندا ھئا تہ اسين ڪين آزاريندي ھُتجو ڀڏُون جي
ھؤ ڪري ايذاء ڪان ڪؤ ڪائين، يا ڪڪ ٿين. ڪوُڙن
حڪم نامن ۽ جڙتو دستاويزن ناھڻ توڙي ڪوُڙين مھرن
گھڙڻ ۾ بلائون ھئا. ڪي تہ وري اھڙا ھاتڪ جو نگيني
(انگوني مھر) جو نقل مس ڪلڪ سان ڪري، نقش
مٿان آڳونو اھڙو ڪٽي گھمائيندا ھئا جو ڪوُڙيءَ سچيءَ
جي ڪم ئي ڪانہ پوي. وقتي ائين بہ ڪندا ھئا جو
اصلي نقش گھرائي، اُھو تازو ڪري، پوءِ ڳھميل ڪاغذ
مٿان مھر ھڻندا ھئا. اھو بيو نقش وري قلم سان درست
ڪري دستاويز مٿان پوري جڳھہ تي مھر ھڻندا ھئا.
مھر جي جعلسازي ھن ريت ڪندا ھئا. آلي ميٽ
ذرو ڪٽي، مھر جيڏو ٽڪر ڪپي، مھر جي عمدي ۾
عمدي نقش مٿان چنبڙائيندا ھئا. پوءِ چاقوُن يا سنھون
اوزار ڪٽي ميٽ تان اھو ٽڪر ڪرڙي ڪيندا ھئا. انھيءَ
ميٽائين مھر مان ڏھہ ٻارھان عمدا نقش ڪيدي سگھندا
ھئا. ھن ريت نھايت نفيس ۽ ايچي مھرون، جي
اسانجا سرڪاري نوڪر ڪم ۾ آڻين ٿا، ائين نقل ڪري
ويندا ھئا جو ڪو جاڻو وينجھر مس نڳي سھي ڪري
سگھي. وقتي ميٽ بدران ميڻ ڪم آڻيندا ھئا؛ مگر
اھا شيءِ اھڙي ڪارائتي نہ سمجھبي ھئي، ڇو جو جلد
بگڙي ويندي ھئي. پر جي بيو ڪو وس نہ ھلندو ھون
تہ ڪي عامل سڏو وينجھر وٽ لنگھي سندس منٿ

وڃي ڪوسي ڪندا هئا. پر انهيءَ ۾ جوکو گهڻو، جو جو
سپ وينجهر عملدارن جي اکين ۾ هوندا هئا ۽ انهيءَ ڏوهه
لاءِ سزا به سخت هوندي هئي. جهڙا ڪوڙا دستاويز ناهڻ
۾ تهڙائي ٻين ڪمن ۾ عامل چالاڪ هئا. رواجي ڪيسن
۾ دستاويز لکي، ڪاغذ جيب سان چتي، پٽ تي رکي
مٿانئس ميرو ڪتو وڇائي، مهر هڻندا هئا، تانجو مس جو
چلڪو جهڪو ۽ جهونو ٿي پوندو هو.

ذيل ۾ رواجي سنڌين کان عامل وڌيڪ سگها ۽
ٻت ۾ ناهوڪا لڳن ٿا. ڪن جا ٻت ته پهلوانن جهڙا
آهن ۽ سنڌن روش اڪثري سؤڙا ۽ وٺندڙ آهن.
مسلمانن جي زور زبر ڪري مومنن جو لباس ڪٽي اختيار
ڪيائون. سنڌي ڊگهي ٽوپي ۽ جهولدار سٿڻون پاتائون،
ڊگهيون سؤنهاريون رکيائون ۽ مٿي جي فقط چتي
ڪوڙائيندا هئا، پر سُنت موافق مڇون ڪين ونائيندا
هئا. ٻيو ته نرڙ تي تلڪ ڏيڻ ۽ مسلمانن جي اُبتڙ پهراڻن
کي ڏائي پاسي ٻيڙي ٿا هڻن. اُچن ڪپڙن جا ڏاڍا
شوقين ۽ حقيقت ۾ عام طور ڏيک ويک جا ڪوڏيا ۽
هٺ قاڙ آهن. انهيءَ ۾ هندستان جي هندن کان نرالا
آهن. سنڌن ذرمي مڙنا ٻين لهاڻن جهڙي آهي، ۽
کاڌو پيتو به ساڳيو اٿن. پر وڌيڪ تعليم ڪري ۽ ٻئي
مذهب جي ماڻهن سان لڙهه وچڙ هئڻ ڪري منجهن
ڪيترا دهري (materialists) ٿي پيا آهن.

عاملن جون شاديون وڏي خرچيون آهن ۽ ڪڏهين ٻه پنج سؤ روپين جي اندر نه ٿي سگهنديون آهن؛ تنهنڪري منجهن ڪيترا وڏي عمر تائين ڇڙها ڇانڊ وينا هجن. ٻهرين زال سنڌ هوندي ته واه نه ته هڪ ڪان وڏيڪ شادي ورلي ڪندا. زال کي طلاق ٻه ورلي ڏيندا ۽ وڏوا وواه بابت ذرمي اعتراض ڪو نه اٿن... ستي لڪڙيءَ جو رواج هن وقت سنڌي هندن ۾ ڪونهي، پر اينتري پڪ آهي ته اڳئين زماني ۾ منجهن هو. جوان وڏوائون وقتي وري شاديون ڪنديون آهن، پر انهيءَ ۾ گهٽتائي سمجهي آهي. ٿورن سالن کان ڪن نياتين ۾ پاڻ ۾ جي وڏوا سان شادي ڪرڻ جو رواج پيو آهي. پر خانداني ڪٽنب انهيڪي گوترگمن (incest) ڪري سمجهن ٿا. جڏهانڪر زور زبر گهٽيو آهي تڏهانڪر ڪي ٿورا مسلمان ٿا ٿين، پر ڪنهن وقت اينترا ٿيندا هئا جو هندن جي هستيءَ کي خطرو هو. متيارن، هالن ۽ ٻين هنڌ اڃا 'نؤمسلم' شيخن جا پاڙا آهن...... نازڪ حالتن ڪري سنڌي هندن هڪ زبردست رواج ٻڌرو ڪيو آهي ۽ زوريءَ يا ٻيءَ طرح ڪيل مسلمان کي وري هندڪي نيات ۾ وٺن ٿا. پر سو ٻه اُتي جتي اينترا ٿورا آهن جو اهڙن کي ناڪار ڪري نٿا سگهن. ڪن هنڌ وري نيات ۾ موٽي وڃڻ نسبت وڏيڪ سخت آهن. مثلاً، ڪراچيءَ ۾ جتي مسلمان ٿورائيءَ ۾ آهن. هڪ بلڪل ٻري شاهوڪار

واپاريءَ کي موتي نيات ۾ ونڻ کان ناٻري وار يائون
چي طهريل آهي ۽ وڏو گوشت چکي چکو آهي. اهو
قطعي اعتراض سمجهيو ويو ۽ جينوٽيڪ کن سالن کان
هندڪا نيم پاليندو اچي ۽ پانيڻ سروڻن کي دان پڄ
کندو اچي، تہ بہ لاچار اکيلو کائي ۽ پيئي. شڪارپور
۽ ٻين شهرن ۾ جيڪر انين کين ٿئي. ميراڻي راڄ ۾
دين اسلام بدلائڻ لاءِ جيڪر سخت سزا ڏني وڃي.
اسانجي حڪومت ۾ دين بدلائيندڙ کي فقط هڪ
درخواست لکي ڪاردار ڏي رواني ڪرڻي ٿي پوي.

## (١٤) ڪراچيءَ جو بنياد.

## (سيٺ نائُون مل جو ڏنل بيان)

”منهنجا وڏا اصل ڪاهرڙيءَ جا وينل هئا، جو شهر
ڪنهن وقت دادوُ تعلقہ ۾ نهايت وسندڙ ۽ آباد هو.
انهي پاسي چنن ۽ پنوهارن جو حڪم هلندو هو، ۽
سامتاڻي پرڳڻي ۾ حاڪم ڪاهريءَ ۾ رهندا هئا. سنبت
١٧٨١ (١٧٢٥ع) ۾ جڏهين ڀوجومل (سيٺ نائونمل جو
پڙڏاڏو) سورهن ورهين جو هو تڏهين ماتي جي ماءُ
سان اڻ بڻت سبب ڪاهرڙي ڇڏي، سيوهڻ ۾ اچي،
هڪ قافلو تيار ڪري ڏن جي ڀولا ۾ نڪتو. تڏهن
ڪراچيءَ جو هاڻوڪو شهر ايا هستيءَ ۾ بہ نہ هو.
حب نديءَ جي هن پاسي ڪرڪ نالي هڪ مشهور شهر
هو، ۽ اِتي ڀوجومل ويو، ۽ ٿهي وينو. پنهنجا ڌار گهاٽشتا
سونمياڻي، گوادر، ٻيلي ۽ مسقط ۾ موڪليائين. مسقط

جي منيب وچي بشائر، شيراز ۽ بحرين ۾ ننڍيون پيڙيون
ڪوليون. آهستي آهستي سنڌ جي ٻن ٻين مشهور
بندرن، شاهبندر ۽ لاهوري بندر ۾ به پيڙيون ڪليون،
۽ سُورت، پور بندر ۽ ملبار سان خوب واپار جاري ٿيو.

ڪرڪ بندر جو شهر حب نديءَ جي عربي سمنڊ
جي چوڙ وٽ هو. ڪجهه مدت ڪانپوءِ سمنڊ ڪان بندر
ڏي گهيڙ لٿجي ويو ۽ ڪو به جهاز يا ڊنگي بندر ۾
گهڙي نٿي سگهي. تن ڏينهن جون ڊنگيون بانس
جي لڪڙن جون هونديون هيون ۽ لڪڙيون وري لوهه
جي ميخن سان نه پر ڪاٻاري جي رسن سان جڙيل
هونديون هيون.

بندر واري رستي بند ٿيڻ سبب واپارين کي ڏاڍو
اَهنج ٿيو. تڏهين سيٺ ڀوجومل شهر جي ٻين معزز
ماڻهن سان صلاح ڪري، واپار لاءِ پسگردائيءَ ۾ ڪنهن
ٻيءَ سهنجيءَ جڳهه جي تلاش ۾ نڪتو. تلاش ڪندي
ڪندي ڪراچي ڪارِي پسند ڪئي ويئي. ڪاريءَ جي
منهن تي تڏهين ويهه پنجويهه مهاڻن جا مڏ هئا. انهيءَ
مڪان کي 'ڊربو' ڪري سڏيندا هئا. اوسي پاسي
هڪ پاڻيءَ جي ڪڏ به هئي جنهنکي ڪُلاچيءَ (مهاڻي)
جو ڪن چوندا هئا. چارِون طرف گداڙي ۽ تمر
(mangrove) جا وڻ لڳل هئا. اها جڳهه پسند ڪري
مٿس مڪان اَڏايا ويا، ۽ سڀ ڪٽڻ ڍو وئڻ جهڙو اَسباب
ڪرڪ بندر مان آڻي اچي ڪلاچيءَ جو ڳوٺ وسايائونِ.

تڏهين منوڙي جي ڪاري (bar) ڪان هئي؛ بابا پيت ڪان مٿيرو ”نؤ ناڙ“ نالي ڪاري آمد رفت لاءِ ڪم ايندي هئي. منوڙي جو منهن هڪ ٽڪر جي بني سان بنديل هو. اٽڪل ۱۷۲۹ع ۾ ڪرڪ بندر جا گهر لڏي ڪراچيءَ ۾ وچي وينا. پوچ-و مل جي چوڻ تي هڪ آسود يمل ٻيبي مردان سان ملي ڪراچيءَ جي بچاو لاءِ صلاح ڪئي. اها ڳالهہ سيٺي کي پسند آئي. چارون طرف تمر جا وڻ ڪپي ماڻهو ڪاٺ ۽ مٽيءَ جو عالم پناهہ اَڏڻ لڳا. مدد لاءِ ٻاهرين مزورن کي به ڪم ۾ لڳايو ويو. سيٺي مزورن کي سڪل ۽ تازي مسقط جي ڪنل مزوريءَ ۾ ڏني ويندي هئي. جلد هڪ خاصو ڪوٽ اڏجي ويو ۽ مٿس مسقطي توفون رکيون ويون. ڪوٽ جي ديوار اندر اٽڪل سٺ ستر جريب زمين جا هئا. ڪوٽ کي ٻه دروازا هئا. هڪ اُلهندي طرف (سمنڊ) ڏي ”کارو در“ سڏيو ويو ۽ ٻيو اُتر اُيرندي (لياڙي ندي) ڏي ”منو در“ سڏيو ويو. سڀ ماڻهو ڪوٽ اندر رهندا هئا، ۽ ڪوٽ جي ٻاهران چارون طرف تمر ۽ ٻُوهر جو جهنگ هو.

شاهبندر وٽ به سنڌودرياهہ جو منهن لٽجڻ لڳو. ڪيترا گهر لڏي ڪراچيءَ اچي وينا. انهي وقت ڪلهوڙن ڪنهن به تڪليف بنا مان ڪري ڪراچي پنهنجي هٿ آندي.“

## (١٥) ڏڪر

”سنبت ١٨٦٨ (١٢-١٨١١ع) کان ١٨٦٩ جي پڇاڙيءَ
تائين ڪڇ، مارواڙ، هالار (ڪانياواڙ جو هڪ پرانت) ۾
۽ اوسي پاسي جي ملڪن ۾ سخت ڏڪر پيو. منهنجن
وڏن جا ڏنڌا ڪم ڪاريون تن ڏينهين اينري قدر
وڌي ويا هئا جو ڪين ڪين ته ٻه پنج سؤ هنڌن ۾
سنڌن پيڊيون هيون. ڏڪر وقت هالار، ڪڇ مارواڙ
۽ گجرات جا ڏتريل ماڻهو سنڌ ۾ اچي ڳاهٽ ٿيا. تنهن
وقت آءٌ ايڏو ٿيو هوس جو سڀ ڪجهه سمجهي ۽ ياد
ڪري سگهان. اُن جو ڏڪر اهڙو سخت پيو جو سون
۽ رپي جي ڳوٽرين هونـدي ٻـه ماڻهو بک وگهي مرڻ
لڳا. سنڌ ۾ جوئر، نانگلي، جؤ ۽ ٻيا سادا اَن ٻه رپئي
جا چار سير مس ٿي مليا ۽ ڪئين ماڻهو اُٿليا. منهنجن
وڏن سيٺ درهيانيمل ۽ لالمنداس ڪـي اَن جا انبار
پريل هئا. ڏنائون ته خيرات لاءِ هن کان وڌيڪ ٻيو ڪو
عمدو موقعو ڪونه ملندو، تنهنڪري ذات ڌرم جـي
پيد بنا سيني گهرجائؤ ماڻهن کي في آسامي هڪ سير
ٻاجهري يا چانور روز مفت ڏيڻ لڳا. ڪونيءَ جـي
پنڌين در وت اَن ورهايو ويندو هو، ۽ اهو ڪم صبوح
کان رات جو دير تائين هلندو هو. ڪيترا آبرودار ماڻهو
بنهه لاچاري حالت ڪري برقعو ڍڪي خيرياتي اَن
وٺڻ ويندا هئا. جڏهين سيٺين کي خبر پيئي ته ڪيترن
سفيد پوش ڪٽنبن کي ڪيتري ٻه اڳهه تـي اَن نٿو

ملي، ۽ سيٺ جي در تي ڏينهن ڏني يا رات جو ٻنيءَ جي روشنيءَ تي خيراتي ان وٺڻ ۾ حجاب ٿي ٿيو تڏهين حڪم ڪيائون ته رات جو ڪوٺيءَ تي ٻتيون نه ٻاريون وڃن، ۽ ڪوبه مرد يا زال هٿ ۾ گهيڙي ته اُنکي پڇڻ بنا هڪ سير اَن ڏنو وڃي.

تنهن ڪانپوءِ ڪئين شاهوڪار گهر ۾ پئسي تي اَن نه ملڻ ڪري سيٺين جي خيرات وٺڻ لڳا. وري جڏهن خبر پيئي ته ڪيترن گهرن ۾ فقط وڏوائون يا جڏا ٻاتي آهن جي ٻاهر نڪرڻ جهڙا نه آهن، تڏهين حڪم ڪيائون ته اهڙي هرهڪ گهر ۾ مهني جي خوراڪ اَڳوات پهچائي وڃي.

اتر سنڌ ۾ ڪئين ڪڇ ۽ هالار جي ماڻهن ٻار وڪڻي اَن ورتو. اسان جي گماشتن به اَن ڏهه ٻار خريد ڪري ڪراچيءَ موڪليا. اتي سندن پوري سنڀال ورتي ويئي ۽ جڏهين ڪمائي ڪائڻ جيڏا ٿيا تڏهين آزاد ڪيا ويا. اهو ڏڪر سٽ اَن مهنا بلڪل سخت هليو، تنهن ڪانپوءِ ايشور مهر ڪئي ۽ وري سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي پيو."

## (١٦) مذهبي تعصب.

"مير مراد عليءَ جو اُداس ۽ ملوُل سياءِ هو، تنهنڪري سنڌس ۾ جو لاڙو مذهبي ڳالهين ڏي گهڻو هوندو هو، ۽ پيئي بد خصلتن سان گڏ منجهس تعصب

ٻه ڏاڍو هو. پيا ٻه سنڌ سڄي جهڙائي تنگ دل هوندا هئا. طبيعت ۾ عليل هئڻ سبب هڪ هندو طبيب کي مير مراد عليءَ کي ڏسڻ لاءِ موڪليم؛ پر دربار ۾ ويو ته سيني کي پڙ ٿيو ته مرض جي عضوي تي هٿ رکڻ ڪري مٿان مريض جي تڪليف وڌي نه وڃي، سو ڪيس اُئين جو اُئين موٽائي ڪڍيائون، ۽ مونکان معافي طلب ٿيا! سنڌ مان روانو ٿيس تڏهين پاڻ سان اميرن جون ٻه سونيون واچون مرمت لاءِ ڪنيون هيم. منهنجي هڪ نوڪر جي واتان نڪري ويو ته اِنهيءَ ڪم لاءِ پنج ۾ هڪ هندو ڪاريگر آهي. تنهنتي امير پنهنجيون واچون مونکي ڏيڻ جي ئي نه پيا ڪن. نيٺ جڏهين اِنجام ورتائون ته ڪنهن به صورت ۾ ڪهڙي به "بت پرست" کي هٿ لائڻ نه ڏيندين تڏهين مسين مسين ڏنائون. هڪ نهايت قيمتي دمشق جي ترار جا مونکي سوغات طور ڏني هئائون تنهنتي سونهري اکرن ۾، وزير جي رچيل، ۽ اميرن کي پسند پيل، هيءَ مصرع اُڪريل هئي ته:-
'آهيان جوهردار رڪ جي، ايران ۾ جڙيل آهيان؛ ڏسڻ ۾ آهيان هلڪي، پر دشمن تي ڳري، پهلوان جي هٿان مون لک هندن کي قتل ڪيو آهي.'

سنڌي سرڪار يا سنڌي رعيت ۾ ڪي جزويه خوبيون آهن، پر ديني آزادگي خطرڪا آهي. دين اسلام ڦهلائڻ ۾ جهڙو زور زبر آهي اهڙو ٻئي ڪنهن ڪم ۾ ناهي. بلڪ عورت جي ڳالهه آهي ته تنهن هوندي به

هندؤ هن راڄ ۾ رهندا اچنتا، مونکي تہ اهوئي سبب تو سجهي تہ جيئن وڻ بوٽا پنهنجي زمين کي چهٽيا رهنتا تيئن ماڻهو بہ سياويڪ طور وطن نتا ڇڏين. ساڻن وحشي هلت جا ٿئي تي سا ماڻهوءَ کي پاڻيءَ کان ٻاهر ڪيدي تي ڇڏي. بيو تہ ڇڏيو پر مسلماني لباس ۽ مسلماني ڏاڙهيون بہ زوريءَ رکايون وڃن تيون. گهڻي وقت جي ڳالهہ نہ آهي جو هندن کي گهوڙي سؤاريءَ جي منع هوندي هئي، ۽ جن تورڙن تي هاڻ اِها نوازش تيل آهي سي فقط سرڪاري نوڪرئي آهن جي گهوڙي تي هنو وجهي چڙهڻ جي فرحت ۽ عزت ماڻي سگهنتا. شاهوڪار ۽ معتبر واپاري ڏينهن ڏني جو گڏه ۽ ٽٽوُن جي ناپاڪ ليکجن ٿا تنتي چڙهن. تنهن هوُندي بہ ڪو ڏيڏ ڏلو مسلمان اڳيان ڪٽي لنگهي تہ اُنهنتان بہ لهي پاسو وٺي بيهن.

بلڪ بت پرستيءَ ڪي پاڙون پٽڻ لاءِ مسلمانن کي هر طرح چيڙيوءِ آياڙيو تو وڃي. انهي ذليل ۽ ڪم نصيب برهما جي پوڄاريءَ کي ڏرمي آزادگي ڪانهي. دهل جو آواز ڪو ورلي ٻڌبو آهي، سو بہ خاص موڪل وٺڻ سان وڃي. حيدرآباد ۾ ڪي مورتن بنا مندر آهن، پر راڳہ جو آواز ڪڏهين بہ اندران نہ ايندو آهي. ڪهڙا بہ بہ 'سچا مومن' ساڪ پرين تہ فلاڻي هندوءَ قرآن جي آيت پڙهي يا 'محمد رسول' جو نالو ڳڌو تہ ڪيس اُمالڪ طهرائي سگهنتا. هيءَ مصيبت بلڪل عام جام آهي ۽ اها

ڳالهه ستم زده هندو نهايت دردناڪ سمجهندا. جنهن صورت ۾ ڪنهن به بهاني تي، بلڪ مسخريءَ ۾، اِها مصيبت آزاريل جي روحاني ترقيءَ لاءِ نازل ٿي ٿئي تنهن صورت ۾ جهڙو جسماني عذاب اهڙوئي قلب ۾ درد ٿي ڪري......

جنهن نموني جو انصاف، اُتامار تي هندن کي نصيب ٿئي ٿو، تنهنجو طريقو مون پاڻ اکئين ڏٺو آهي. هڪ واڻيو قيديءَ وارو وڪري لاءِ ڪپڙي جي ڳنڍڙي منهنجي جڳهه تي کڻي آيو. ڪلاڪ کن ڪانپوءِ وري موٽي آيو، ۽ اچي دانهن ڪيائين ته پهري تي توهانجو سپاهي مونکان هڪ قيمتي ريشم جو ٿاڪيو ڦري ويو آهي. البت سپاهيءَ تي غضو آيم، جنهنجو ڪم نه رڳو مونتي پر هنن سنڌي ڌارين اڳيان اسانجي فوجي عملي تي داغ هو. مون هڪدم پوري تپاس ڪئي. هندوُ ڪابه ثابتي ڏيئي نه سگهيو، ۽ هو ڏانهن تهمتيءَ کي ٻي ڏوهي ثابت ڪرڻ لاءِ گهڻيئي شاهد هئا. دل ۾ اڳيئي پڪ هيم تہ تهمت ڪُوڙي مڙهيل آهي، ته خانگي خبر مليم ته واڻيو منهنجي وڪيل گوپالداس جي ميچ تي مون وٽ اچڻو آهي. گوپالداس ائين سمجهي ويٺو هو تہ چوريءَ جي ملامت پنهنجي سپاهيءَ تي لڳڻ ڪري آءٌ شايد اُمالڪ پئسا پريءِ ڏيندس. مگر مون ڳالهه ڏيان تان لاهي ڇڏي ۽ ڌرين کي خبردار ڪيم تہ جي وري ساڳي دانهن ايندي ته آءٌ هڪدم اميرن وٽ پيش ڪندس.

هندو ٻڍي ڏينهن ساڳي دانهن ڪٺي آيو ۽ ٻيهرن جو مون به اميرن وٽ معاملو وڃي رجوع ڪيو. ائين به چاڻايم ته هيءَ تهمت اهيءَ پلٽڻ مان هڪ جٽي تي رکيل آهي، جنهن پلٽڻ ۾ آدني ۾ آدنو سپاهي چڱي چال بنا هڪ ڪلاڪ به رهي نٿو سگهي؛ ته اِهي ئي سپاهي آهن جن انگريز سرڪار لاءِ جنگيون جوٽيون آهن ۽ جنهجي عزت بچائڻ منهنجو فرض آهي. اميرن کي عرض ڪيم ته خاطريءَ جهڙي جاچ ڪريو ۽ انجام ڏنم ته سپاهيءَ تي ذري به ثابتي ملي ته کيس سخت سزا ڏيئي اُمالڪ پيچ ڏي روانو ڪندس. سڀئي ڳالهه اميرن ڏيان ڏيئي ٻڌي ۽ واقع تي ارمان ظاهر ڪيو ۽ آخر فرياديءَ جو نالو مونکان پڇيائون. چيم ته هڪ هندو... نالو چيم ته چڙ ڦتاڪو ڇوڙ ٻم! مير مراد علي هڪدم روڪيم. ڇي تپاس جي ڪا به ضرورت ڪانهي. اُنهيءَ دم حڪم ڪيائين ته فرياديءَ کي نظربند ڪريو ۽ دين اسلام ۾ وڃي داخل ڪريوس؛ ڏنم ته ڪيترا ماٺهو اُتي جر اُتي فرمان بجاوريءَ لاءِ ڊوڙندا ويا. هڙي انڌير تي حجت اُٿاريم ته مير صاحب شوخ ٿي ڏند ڏيکي چيم ته ”توهانکي سنڌ جي هندن جي ڪهڙي خبر؟ مڙيئي چور چورن جا پٽ آهن.“ پر قسمت سان اها مصيبت ڏور ٿي ويئي ۽ شڪر جو وزير ولي محمد کي چوچاءِ ڪري ميرن جي چاڻ بنا آزاريل کي آزاد ڪرائي سگهيس......

مطلب ته مذهبي ڪٽرپڻي ڪري جيڪي خرابيون

ٿين ٿيون سي اهڙيون ظاهر ظهور آهن جو ڪهڙو به ڏاريو سنڌ ۾ هڪ هفتو گذاريندو ته اکئين ڏسي سگهندو. جڏهين پنج (ڪڇ) کان سنڌ تي آيس ته هڪ هندو وڪيل ساڻ هوم. وات تي منهنجي مهماندارن ۽ سنڌ ن خدمتگارن مٿس ننول بازي ڪرڻ سان گهٽ ئي ڪانه ڪئي. حيدرآباد جي قلع مٿان انگريزي جهنڊو جهلندو ڏسڻ لاءِ جيڪي دعا پني رهيا آهن تن سڀڪان سچا سوالي آبرودار هندو آهن، جي ازخود دل جو درد اورڻ بنا پاڻ پلي نٿا سگهن، ۽ جي ظلمن ۽ عقوبتن جو لنبو داستان هر گهڙيءَ ڪيئي ٿا وهن.

سنڌ جي آدمشماريءَ جو ڪو به تخمينو ڪيئي نٿو سگهجي. پر جي ڪئپٽن هئملٽن جي خبر تي آذار ڪٽي رکجي ته ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ هندن جو تعداد مسلمانن کان ڏهوڻو هو. پانڇيڇتو ته تنهنکانپوءِ طهر جي ڦريءَ هائيدوس مچايو آهي، جو جو هن وقت بئي هڪ جيترا يا شايد ٿورا سرسيرا ٿيندا.

## (١٧) صدر بزار ۾ دوڪان.

سنه ١٨٤١ ۾ آءٌ انگريزن جي ڇانوڻيءَ ۾ برابر ايندو ويندو هوس. هڪڙي ڏينهن ڪئپٽن پريڊي، جو ڪراچيءَ جو بزار ماستر ۽ ڪاميسريٽ کاتي جو آفسر هو، سو مونکي فوج جي سپهسالار وٽ وٺي ويو، ۽ سندس اڳيان پچيائيم ته ”صدر بزار“ سڌارڻ لاءِ اسان ڏاڍي

ڪوشش ڪئي آهي. ڪٿي به ڪري صدر ۾ شين مٿان
اميرن کان اَڪٽ معاف ڪرايو ايئون. پر ٻڌهين به شهر
جو ڪو ماڻهو صدر ۾ دوڪان نٿو کولي. اسانکي خبر
پيئي آهي تہ ٽالپر سرڪار جا عملدار واپارين کي منع
ڪري ۽ هيسائي رهيا آهن، ۽ ڪنهنکي ڇاوڻيءَ اندر
اَچي وڪري ڪرڻ جي جرئت نٿي ٿئي.“ جواب ڏنم
تہ ”ٽالپر سرڪار جو ناراضپو ڪٿي بہ آءٌ حڪم موجب
ڪجهہ بہ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. سرڪاري عملدار واپارين
کي صدر ۾ دوڪان کولڻ کان برابر روڪين ٿا. پر
جنهن صورت ۾ انگريز اَفسر مونکان صلاح ۽ مدد ٿا
گهرن تنهن صورت ۾ صدر ۾ آءٌ پاڻ دوڪان کولڻ لاءِ
خوشيءَ سان ڪوشش ڪندس. سو ٻئي ئي ڏينهن پنهنجي
خرچ تي صدر ۾ ڪي جُهون جوڙائڻ جو حڪم ڪيم،
ڇانوڻيءَ ۾ ڪوٺي کوليم، ۽ ڇانوڻيءَ ۾ رهندڙن جي
سهنج لاءِ ڪيترن واپارين کي ڪيڙي، اَن ۽ ٻين ضروري
شين لاءِ دڪان کولڻ لاءِ چيم. هڪ احمدآباد جي وينل
نرسنگداس نالي پنهنجي منيب کي دوڪان تي وهاريم،
جنهن انگريزي فوج جي سپاهين کي اتر هندوستان ۽
ٻين علائقن ۾ هنڊيون وٺي پئسا گهر موڪلڻ ۾ گهڻي
مدد ڪئي. صدر ۾ واپار بہ وڌڻ ويجهڻ لڳو. تنهنتي
ڪراچيءَ ۾ ٽالپرن جي عملدارن حيدرآباد جي دربار
اڳيان ڳڻ جي فرياد ڪيو تہ مون ڪراچيءَ جي واپار کي
گهڻو صدمو رسايو آهي، ۽ محصول جي وصولي گهٽي

گهٽائي ڇڏي آهي. انهيءَ ڳالهه تي مير نصير خان کي اهڙي تہ چڙ ويئي جو ويهن سوارن جي ٽولي مونکي گرفتار ڪرڻ لاءِ روانو ڪيائين. سا خبر حيدرآباد دربار ۾ منهنجن عزيزن مونکي هڪدم پهچائي، ۽ اهو خط حيدرآباد مان پهچندي شرط مون ڪئپٽن پريڊي ۽ فوج جي سپهسالار کي ڏنو. هنن وري حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ پوليٽيڪل ايجنٽ ليفٽننٽ ملني کي لکيو، ۽ ميرن جي روش تي اعتراض آڻڻ لاءِ چيو. اهو خط خاص قاصد کڻي ويو، ۽ ليفٽننٽ ملني خط ملڻ شرط پاڻ مير نصير خان وٽ ويو، ۽ حقيقت بابت دريافت ڪئي. مير نصير خان ڪاوڙ ۾ چيس تہ "هائو، مون بيشڪ اهڙو حڪم ڪيو آهي. سيٺ نائونمل ڪراچيءَ جي ستياناس ڪري ڇڏي آهي، ۽ اسانجي لکن جي آمدني بند ڪئي آهي. سيٺ منهنجي چنبي ۾ آهي، ۽ آءٌ کيس ضرور گرفتار ڪرائيندس." ليفٽننٽ بہ غصي ۾ چيس تہ ياد رکو تہ سيٺ انگريز سرڪار جي اُجهي هيٺ ۽ گورنر جنرل جي اوصاف هيٺ آهي. تنهنڪري آءٌ توهانکي چتاءُ ٿو ڪريان تہ سيٺ کي سنڀالي هٿ لائجو." ائين چئي ليفٽننٽ ملني اُٿي ڪڙو ٿيو. اِنهيءَ جو خاطرخواه اثر ٿيو. مير نصير خان خانگيءَ طور پنهنجو حڪم واپس ورتو، ۽ ڪو بہ ٽالپر سوار ڪراچيءَ ڪونہ آيو...

انهن ڏينهن مان مونکي ماهوار بہ سؤ روپيا مسواڙ ملندي هئي ۽ انهنجو ملهہ اٽڪل هڪ لک روپيا هو.

تنهن وقت (١٨٤١) ميجر بائلو ڄاوٽيءَ جو بزار ماستر هو. بالا افسرن ڄاڻايس تہ ڄاوٽيءَ اندر خانگي ملڪيت هئڻ ۽ تنهنمان ٢٠٠ روپيہ مسواڙ ڪمائڻ غيرواجب آهي، ۽ حڪم ڪيائونس تہ اهي جڳهيون ڍهرائي، مال ڪٽي وڃڻ لاءِ اطلاع ڪري. اهو حڪم موڪلي روانو ڪرڻ لاءِ ڪئپٽن پريڊيءَ ڏانهن موڪليو ويو. پر اهي جڳهيون ڪيئن جڙيون تنهنجو احوال مٿي لکي مڪائين، ۽ انهي حڪم جي بي انصافيءَ بابت بہ سخت لکيائين. سر چارلس نيپئر ڏي سڌو بہ لکيائين، پر گورنر هوڏ جي بيٺو. جڳهيون ڍهرائي مال ڪٽي وڃڻ کان مون صفا اِنڪار ڪيو. تنهنتي هڪ ڪاميٽي ويٺي جنهن جڳهين جو ١٢٤٠ روپيا ملھ ٺهرايو. جڳهيون بوءِ ڍهرايون ويون ۽ ڄاوٽيءَ ۾ پلاٽ دوستن کي ڏنا ويا. روپين ١٢٤٠ جي رقم ڪئپٽن پريڊيءَ ڏي موڪلي ويئي، پر اها رقم وٺڻ کان صفا انڪار ڪيو ۽ اهي پئسا خزاني ۾ جمع ڪيا ويا. ڏيڍ سال ڪانپوءِ ڪئپٽن پريڊيءَ مان کري هڪ خط سان گڏ اهي پئسا منهنجي گهر ڏياري موڪليا، ۽ لکيائين تہ اها بقايا سال بسال ڏيکاري ويئي آهي، ۽ جي اڃا نہ ونندين تہ رقم بڏي ويندي. آءُ بيوس هوس ۽ هن بي انصافيءَ تي مون ۽ منهنجن دوستن اندر ۾ خار خوب ڪاڏا. مرحوم مئڪلوڊ ۽ اسٽوئرٽ بہ همدردي ڏيکاري ۽ هن ظلم تي ناراضپو ڏيکاريو. پر وري بہ مونکي دلداري ڏنائون ۽ چيائون تہ سڻاوا ڏينهن اميد تہ جلد ايندا. انهيءَ صلاح لاءِ آءُ سندس شڪرگذار آهيان.

## (١٨) عربي سنڌي اکر.

مسٽر ايلس، هڪ نهايت قابل ۽ تيز فهم شخص ڪمشنر جو ريونيو اسسٽنٽ هو. عربي سنڌي اکر پکڙجڻ ۽ واپرائڻ لاءِ سنڌ سندس شڪر گذار آهي. تنهن کان اڳ سنڌي هندن، يعني فقط واپاري لوڪن کي پنهنجا اکر هئا، پر اُهي اهڙا ڪچا، الڳ الڳ ۽ خاص ڪم لاءِ هئا جو عام ماڻهن جي ڪم لاءِ هڪ ٻي لپي ڪڍڻ جي ضرورت سمجهي ويئي. مسٽر ايلس جي خوبي اِها هئي جو هن هاڻوڪا عربي سنڌي اکر ڳوليا ۽ گهڙيا، جي اڄ سڄيءَ سنڌ ۾ چالو آهن. مسٽر ايلس سنڌ ڇڏڻ کانپوءِ به سنڌ ۾ تعليمي واڌاري لاءِ ڪوششون ڪندو رهيو. جنهن پرڳڻي جي عالت هن سر بارٽل فريئر (ڪمشنر) سان گڏ جي سڌاري، تنهن پرڳڻي کي مدد ڏيڻ لاءِ هُو هميشه سعيڪار رهيو، ۽ ويندي ١٨٦٩ تائين، جڏهين سنڌي اسڪولن ۾ هندو سنڌي (يعني واڻڪي سنڌي) اکر وجهڻ جو سوال اُٿيو، ۽ اُنهيءَ سڌارڻ ۽ بدلائڻ جي ضرورت ڏيکاري ويئي، تڏهين پڻ هن اِنهيءَ سوال ۾ خوب بهرو ورتو.

## ڪمشنر مسٽر ايوَن جيمس جو نوٽ.

اها نهايت حيرت جي ڳالهه آهي ته سنڌي بولي جينوٽيڪ هڪ جدا ۽ ڌار بولي آهي جا سنسڪرت مان نڪتل بولي آهي، ۽ جا ڪڇ ۽ مارواڙ ۾ چالو بولين

سان گهڻي مشابهت تي رکي، تنهن ٻوليءَ کي انگريزن
جي فتح کان اڳ کا لکيل لپي کان هئي. سنڌي
هندؤ، يعني واپاري ماڻهو برابر هڪ قسم جي نهايت
ڪچي لپي لکندا هئا، پر اها ساڳئي شهر ۾ ٻه ڦيريل
هوندي هئي، ۽ ٻيا هندو نه پڙهي سگهندا هئا. انهي
لپيءَ جا اڪثر هندوستان ۾ شاهوڪار ۽ واپاري ماڻهو
جنهن لپيءَ ۾ حساب ڪتاب ۽ هنڊيون لکندا آهن
تنهن جهڙا آهن، پر تنهن ۾ ڪو ٻه ساهتيه نه لکيل هو،
۽ انهيءَ لپيءَ جا ٻه ١٧ نمونا هئا. مسلمانن ۾، جي هن
پرڳڻي ۾ گهڻائيءَ ۾ آهن، فقط گهڻو سڌريل ئي لکي
سگهندا هئا، ۽ اهي هميشه فارسيءَ ۾ لکپڙهه ڪندا
هئا، بلڪ اِئين تي سمجهيو ويو ته سڀ معتبر ۽ عالم
ماڻهؤ انهيءَ زبان ۾ ئي گفتگوءَ ڪندا. سنڌي ٻولي فارسي
۽ عربي لفظن سان ڀريل آهي، تنهنڪري عام ماڻهن ۽
خاص ڪري مسلمانن جي فائدي لاءِ هڪ سنڌي لپي عربي
اکرن ۾ ۽ عربي فارسيءَ مان نڪتل سر بارٽل فريئر جي
ڏينهن ۾ سر ٻئرو ايلس ناهي تيار ڪئي. اها هن وقت
سرڪاري آفيسن ۽ خانگي لکپڙهه ۾ عام طرح چالو
آهي. ٿورو پوءِ متئين ذڪر موجب هڪ ٻيو سڌارو
ويچاريو ويو. خاص هندن جي فائدي لاءِ هڪ هندو-
سنڌي لپي ديوناگري يا سنسڪرت مان نڪتل ۽ سنڌ
جي سيني واپارين لاءِ ناهي ويئي. ١٨٧٢-١٨٧٣ع ۾ هندو

سنڌيءَ لاءِ ڇاپو ڪهرائــي ڪي اسڪولي ڪتاب ڇپيا
ويا ۽ ٿورا اسڪول پــڻ کــوليا ويــا، جنهن فقط واڻڪي
سنڌي سيکاري هئي. پر تنهنجو نتيجو خاطر خواهه نــه
نڪتو. هن وقت عام طــور عــربــي- سنڌي سيکاري
ويندي آهي ۽ چالو آهــي. هندو سنڌي چڙ آهيئي
ڪانه. ٿورڙا شهر مثلاً شڪارپور وغيره آهن، جنهن هندو
آدم جهجهو آهي، اُتي پڪا هندو اڃا سنڌي- هندو
اسڪول هلائين پيا، ۽ ننڍا مسلمان آبادگار ڳوٺ جي
شاهــوڪار وٽ پنهنجو حساب ڪتاب پڙهــي سگهن،
تنهنلاءِ سنڌي هندو لپي ۽ انگ سکڻ سيني لــوڪل
بورڊ اسڪولن ۾ فرضي آهي. پر ١٩١٠ کان وٺي انهيءَ
لپيءَ ۾ ڪي به ڪتاب ڪونه ڇپيا ويا آهن ۽ حساب
ڪتاب کانسواءِ ڇٽجي نه عام طور عــربــي سنڌي ئــي
چالو آهي.

## (١٩) ميراڻي دربار.

جڏهين ڪوٽڙيءَ کان روهــڙيءَ پهتس تڏهين
حيدرخان لغاري ۽ بهادرخان به وڏا سردار اُتي گڏيم.
پنهي کي اميرن منهنجي استقبال لاءِ موڪليو هــو ۽
ٻئي وڏا عملدار هئا. حيدرخان وڏي وزير جو ڀائٽيو ۽
جاتي ضلع جو مکيه عملدار هو. گهڻن ادبن سلامن سان
گڏيم ۽ پنهي رسم رسمابت سان ڀاڪر پاتم. حال احــوال
ونڻ بعد اميرن وڻان خوش آمديد جا پيغام پهچايائون،

۽ منهنجيءَ ملاقات تي خوش ٿيڻ جي خاطري ڏنائون.
حڪم هون ته وات تي شيءِ شڪل لاءِ موڪلي ۽ منهنجن
خدمتگارن کي پائي به خرچڻ نه ڏين؛ پهريائين انڪار
ڪيم ۽ چيم ته هڪ سؤ ڄڻن جو خرچ مٿن وجهڻ واجب
نه آهي، پر ڪين ناراض نه ڪرڻ لاءِ لاچار قبول ڪڻي
ڪيم. حڪم موجب پنجاهه اُٺ پلاڻيا تيار بيٺا هئا،
جن ڪنهنکي به پنڌ نه ڪرڻو پوي. خان صاحب
انهيءَ ويچار ۾ هئا ته ڪن منهنجا ڏولي کڻڻ وارا به
سواري ڪن. البت اهو ڏکيو هو، پر منهنجي حفاظت
لاءِ سڀ سپاهي اُٺن تي چڙهيا. رسائي خاطريءَ جهڙي
ڪيائون ۽ اسانجي آرام لاءِ هر طرح جا انتظام رکيائون.
کنب، مٺائي، آفيم، وغيره جي مطلب ته ڪمي ڪانه هئي.

٨ تاريخ آءٌ بني پهتس، ۽ سنڌو درياهه پهريون
دفع ڏٺم. انهي مشهور درياهه ڏسڻ لاءِ آءٌ اهڙو آتو هوس
جو سامان پنيان ڇڏي، تنهن ڏينهن چاليهن ميلن جو
سفر ڪري، سج لٿي مهل ٿڪجي ٿنجي اچي ڪيمپ
۾ لٿس. ڏسي اکيون ٺريم؛ تنهن مهل دل ۾ جيڪي
اُمنگ اُٿيا اُنهنجي ذڪر ڪرڻ جي ڪوشش به ٿو
ڪريان؛ پر سڪندر جي ناماچار جو هند ڏسي جهڙي
طرح منهنجو من اُڇل ڏيئي پرجهي آيو اهڙي طرح ٿو
ڀانيان ته منهنجن هندو خدمتگارن (جي خدمتگار درياهه
جا پوڄاري آهن ۽ جن لاءِ درياهه ۾ اشنان ڪرڻ پڄ
آهي)، تنتي ڪنني تي ويهي پرارٿنا ڪندي ڪو ايڏو

اُنو نيو. هن درياهه جي سنڌ ملڪ تي مهر ڏسي ڇيپر ته جي ڇل ۽ جل ديوتائن جي پوڄا تي ته به پولو ناهي.

سڳهر ۾ منهنجن مهماندارن خاطرداري ۽ مهمان نوازي ڪرڻ سان ڪين گهٽايو، ۽ رات جو ننڊ مهل اڪثري پاڻ اوجاڳو ڪري منهنجي سنڀال وٺندا هئا. وات تي لهي تڪ پهچڻ لاءِ گلابي ريشمي پوش سان هڪ شاهي گاديلو هميشه مون لاءِ موجود هو. شربت جون صراحيون، وغيره به هڪيون هيون. اميرن ڪيترا باز موڪليا هئا، جنسان شڪار ڪرڻ وات جي هڪ وندر ۽ خوراڪ لاءِ ڇهر هئي. پڪين جو شڪار جهڙو سنڌ ۾ مزيدار ٿو ٿئي اهڙو اڳ مون ڪٿي نه ڏٺو آهي. مگر حيدرآباد ۾ جلد پهچڻ لاءِ آءٌ منتظر هوس. تنهنڪري اسانجي مسافري به تڪڙي تڪڙي تي. اسانجي جماعت ۾ ٻيو نه ته هزار ڪن ماڻهو هوندا، جي گهڻو ڪري سڀ اٺن تي سوار هئا. خان پاڻ اٺن تي چڙهيل هئا ۽ سنڌ ۾ ٻيڙو جو اهو نمونو سهڻو ٿيندو آهي، اب به اهڙا پلا جو منهنجي گهوڙي سان ٻير ٻير ۾ ملائيندا پئي هليا. پاڪري تي ريشمي گدين وچائڻ ڪري چڙهندڙ کي گهڻو اهنج نٿي ٿيو. جنهن رستي ڪان وياسين تي تنهن پاسي پانياڻو ته ڪو يوروپي ڪونه ويو هو. آءٌ ماڻهن لاءِ هڪ رونشو بڻجي پيس، ۽ مونکي ڏسڻ لاءِ جڻ آجهڙيا ٿي. چارون طرف 'فرنگيءَ' کي ڏسڻ لاءِ حشام اچي ٿي مڙيا. ڪن ته ويڄهو اچڻ لاءِ بيماريءَ جو گيگه به ڪٺي

ملايو ۽ جي ڀاڻو پڌرو ٿي ٿيو ته چون ته "برابر توکي ڏسڻ لاءِ آيا آهيون. مٿن توکي ڏسي اسانجي قسمت زور ٿئي!"

حيدرآباد کان ٿيهارو مٿل پري هوس ته محمد خان نوڙهو ٽورا، اميرن جو هڪ عزيز، استقبال لاءِ وڏي آيو. ساڻس هڪ ٻيو عملدار موسا کهتان ۽ ڪيترا خدمتگار به هئا. انهنمان معلوم ٿيم ته منهنجي استقبال لاءِ دربار ۾ خاص تياريون ٿي رهيون آهن. چي "ٻيا يوروپي به پنهنجي ڪم سنڌ ۾ آيا آهن، پر توهانکي ته خاص دعوت ڏنل آهي ۽ توهانسان ملاقات به خاص طرح سان ٿي ٿيندي."

حيدرآباد جي ويجهو نواب ولي محمد خان لغاري، سنڌ جو وڏو وزير، پاڻ مونکي مبارڪبادي ڏيڻ لاءِ قدم رنج فرمائي آيو. وڏي اٿالي ۽ دٻدٻي سان آيو ۽ دربار جا گهڻو ڪري سڀ مکيه ماڻهو ساڻس هئا. انن جڻن جي ڪلهن تي هڪ مافي ۾ ويٺل هو، جنهان مونکي ڏسي اُمالڪ لهي حب سان پاکر پائي اچي مليو. مافي مٿان ڪرمچي رنگ جي مخمل، چارون طرف جهالرون ۽ سونهري سينگار هئا. وزير صاحب وڏيءَ عمر جو صاحب لياقت وفضيلت، درباري دؤل جوڻ رحم دل ۽ روب وارو آهي. ڪرسيءَ تي مونکي پنهنجي سامهون ڪٺي وهاريائين، ۽ انهيءَ ريت ڏيچ مفاصلو پنڌ ڪندا هلياسين.

نومبر جي ڏهين تاريخ آءٌ حيدرآباد پهتس ۽ جيڪو عجب رنگ ڏٺم تنهنجو ذڪر ڪرڻ لاءِ زبان بيوس آهي. قريب قريب ڏهه ٻارهان هزار ماڻهو اچي مڙيا هئا. مونکي ڏسڻ لاءِ آتُرُ هئا؛ زالون پڻ، جي ڪوُمل هندو استرين وانگر نه هيون، ڪرسيءَ تائين ڏوڪي آيون ۽ اهڙي ته پيهه هئي جو سپاهين جي مارڪٽ پورڻ ڪري به اڳتي وڌڻ ڏکيو ٿي پيو. شهر ڪان مٿل پري وري سهڻي سنجيل عمدي ڪاري گهوڙي تي چاڙهيائون؛ پر ماڻهن جي اهڙي ڏوڪ ڏوڪان پٺي پيٺي جو چيائون ته ڍڪيل ڏوليءَ اندر هلي وهو ته توهانکي هن گهمسان مان ڪڍي هلون. ڏاڍي تڪليف ڪانپوءِ، ڏاڍيءَ اُنت ۾، اسين مسين مسين ڪري قلع جي دوازي وٽ پهتاسين، جنهنم فقط امير پاڻ رهندا آهن، ۽ جنسان هڪدم گڏ جڙو هوم. ٻاهر جي گوڙ گرديءَ ڪانپوءِ اندر سانت ۾ فرحت آئي. ڪي سوڙهيون گهٽيون لنگهي، جنم دربار جا خدمتگار رهندا هئا، پاڻڪي هڪ وڏي ڪليل مئدان ۾ خوش پوشاڪ سنڌين جي مجلس ۾ ڪڙو ڏٺم. چارون طرف ديوارن تي عجيب چٽرن جا سينگار ۽ پٽ تي عمدا غاليچا وڇايل هئا. هڪ طرف تي ڪماني دروازا، سائي ماهوت جي پردن سان ڍڪيل ڏٺم، جنمان هڪ ڏي وزير ۽ ٻيو عملدار وني وئم. اِنهيءَ اوچتي تبديل ڪري اچا سامت ۾ مس آيوس هوس ته اينرپرجتي لاهي ورتائون ۽ ڏسان پُڇ ماڙ! آءٌ اميرن جي سامهون بيٺو آهيان.

نهايت جلويدار نظارو هو. هڪ ٽڪي نظر ڦيرائڻ سان اميرن جو سڄو خاندان ڏسي ورتم ۽ سچ پڇ اهڙي رونق، جا جڳ بالڪل م مشرقي جاهه جلال بابت خوابي خيالن مثل هئي، اڳ ڪڏهين نه ڏٺي هيم. هڪ اعليٰ، اوچي، ايراني غاليچن سان وڇايل ديوانخاني جي پڇاڙيءَ م اهڙا خوش نما، عمدي لباس واري جماعت اَرڌ چندرمان م ويٺي هئي. وچم ٻه وڏا امير مسند نشين هئا. مسند هڪ ٿلهي ڦرينچ سفيد مخمل جي گدي، جنهن مٿان ريشم ۽ مقيش جي سهڻي گلڪاري ۽ چئني ڪنڊن تي چار ڳرا ۽ اُڪريل سونهري اَناس جهڙا ڇنبڙيل جهابا ۽ ٻنيان ٽيڪ لاءِ شاهي مخمل جو پرت سان پريل ٽڙل هو. اميرن جي ٻنهي پاسن ڪان ٽالپري خاندان جا ماڻهو- مراد علي، نور محمد ۽ نصير خان جا پٽ، ۽ مير صوبدار ۽ محمد سنڌن پاڻتيا حاضر هئا. ٿورو پريرو ٻيا عزيز جنهن مير محمد سنڌن چاچو ۽ سنڌس پٽ احمد خان ۽ جهان خان تنجي پنيان عمدن لباسن م ميرن جا تلوار بند سپر بردار ۽ خوش لباس خدمتگار گروه بڌي بيٺا هئا.

هڪ يوروپيءَ جي نظر م ۽ جو يوروپي ديسي رسم چال هلڪي درجي جي سمجهڻ سکيو هو، تنهن لاءِ هيٺري سنائي ۽ لباس م خوش نمائي نهايت فرحت بخش هئي. اجائي نمايش يا گلنار رنگ جو بيهودو زيب ڪونه هو. هندو دربارن وانگر هڪ پاسي چمڪ

جهلڪ ۽ ٻئي پاسي گندگي ڪانه هئي؛ پر اُتلو ساده سهائيندڙ ڏيک ۽ نماءُ، جهڙو اڳ ڪڏهين نه ڏٺو هوم. خدمتگارن کي گهڻو ڪري ساڳيو لباس پهريل هو. سيني کي اڇي عمدي ململ جا پهراڻ، زيبائتا ۽ چٽچٽدار زربفت جا ڪمربند، ريشمي ترڪي ٻيريون شلوارون ۽ ڪيمخاب يا مخمل جون ڊگهيون ٽوپيون پيل هيون. قيمتي، سفيد ڪشميري شالن جو ٻانهن تي اُڇليل جوڙو، ڪمربند ۾ ايراني جوهرن سان جڙيل ڪٽاري، ٻنهي اميرن جو خاص زيب زينت هو.

ٽالپري خاندان کي ائين ڏسي سنڌ ن تهذيب ۽ تواضع تي آءٌ عاشق ٿي پيس، ۽ قبول ڪيم ته ٻيو نه ته ظاهريءَ طور اِنهي مان مرتبي جا لائق آهن. تن ين شهزادن جي چال چلن ۾ شان ۽ خاندان ظاهر هو، جو ورلي يوروپي يا هندوستاني اميرزادن ۾ نظر ايندو آهي. بلڪ شڪل شبيه ۾ مکيه امير ساري مجموعي ۾ گهڻ قابل تعظيم ٿي لڳا؛ شايد انهيڪري جو اهڙي پرورش نه ٿي هين ۽ تنهي هوندي سختيون سنيون هئائون. حقيقتاً عمر ۾ وڏيرا آهن، مگر مٿي ڏاڙهيءَ کي ڪيس لائڻ ڪري پنجاه سالن جا مس ٿا لڳن. هڪڙي ڪان سواءِ، اميرن ۽ سنڌ ن اولاد جي وچ ڪا ٿوري مشابهت آهي، ۽ شهزادن جون سهڻيون صورتون، ڪارا وار، ڊگهيون پنبڻيون ۽ پنؤر جهڙيون پرون مائرن جو

ورثو آهن. سيني ۾ مير نصير خان مونکي نهايت خوبصورت گيرو جوان لڳو.

دربار جي رونق ۽ اميرن جي سونهن ۾ بنهي موهي ڇڏيو. لباس ۽ چال چلڻ مان سمجهيم ته سڀ حاضر عملدار اعليٰ درجي جا آهن. اڳيان جڳهه ونڻ لاءِ هڪ ٻئي تي ڳاهٽ نٿي ٿيا، ۽ عام خلق ته بنه ڪوٽ جي ٻاهر هئي. چارون طرف خاموشي ۽ سنجيدگي ۽ هر هڪ شخص جي روش ۽ شايستگي ۽ درباري نظاري جي جهلڪ ڏسي آءٌ حيرت ۽ ادب سان ويهي نهارڻ لڳس.

## (٢٠) مذهبي تعصب.

سنبت ١٨٨٨ (١٧٣١-١٨٣٢ع) ۾ ڪنهن واڇهي ماستر ڪنڌي ناالي هڪ هندو مزور جي پٽ سان ڪا سختي ڪئي. ڇوڪر رسي گهر ڇڏي وڃي مسجد جي دروت ويٺو، جنهي هاڻ ڏويهن جو پاڙو آهي. ڪي مسلمان ڇوڪر کي ڏسي، کيس ريهي ريبي مسجد اندر وني ويا ۽ اتي ڪٽي وهاريائونس. تنهنتي هندن ۾ تاءُ پئدا ٿيو، هٽ تاڙ ڪيائون ۽ مسلمانن سان سؤدا ڪٽي بند ڪيائون. لياڙي نديءَ جي پيٽ ۾ ڪي کوه هئا، جنان هندو پيئڻ جو پاڻي ڀريندا هئا. وير ياڙڻ لاءِ مسلمانن وڃي اُهي کوهَ پليت ڪيا. ٻئي ڏينهن وري نورلشاهه ناالي هڪ سيد بزار مان ٿي اسانجي محلي وٽان ڪچ مٺيندو لنگهيو. منهنجو ننڍو ڀاءُ پرسرام اوڏيءَ

مهل محلي جي ٻاهران در تي بيٺو هو. تنهن سيد کي
سندس بد فضيلتيءَ ۽ بدلحاظيءَ لاءِ ٿورو جهٽڪيو. پوءِ
ته ٻئي اچي پاڻ ۾ اٽڪيا. ٿان جو نورلشاهه مذهبي جوش
۾ اچي هلائڻ لڳو ته پرسرام اسانجي حضرت پيغمبر کي
سخن ڪڍيا آهن. ڳوڙ تي مسلمانن جا حشام اچي مڙيا.
منجهن ٿاءُ اُپريو، ۽ چون ته وير ضرور وٺنداسون. هندن
به سرجوشي ڏيکاري، حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻ ۾
په پچايا. انهيءَ واقع ڪانپوءِ سيد نورلشاهه ٽتي، شاهبندر،
مٽياري، هالا ۽ حيدرآباد جي گشت تي نڪتو، جتي
ويو اُتي عام خلق کي چيڙيندو ۽ ڀڙڪائيندو ويو. قرآن
شريف هٿ ۾ جهلي، خدا جو نالو وٺي سيني سچن
مومنن کان مدد گهرندو ويو. اِها خبر ساريءَ سنڌ ۾
وڄ وانگر پکڙجي ويئي ۽ سڄي پرڳڻي کي جڙ مذهبي
باهه جي جر لڳي ويئي. سڀ مسلمان پاڻ ته شامل ٿي
ويا، ۽ هندوُ به پاڻ ۾ يڪمشت ٿي ويا. تيسين منهنجو پاءُ
پرسرام سنڌ مان ڀڄي وڃي جيسلمير نڪتو. مسلمانن
جي ٽولين تيسين حيدرآباد ۾ شور ڪٺي مچايو ۽ مير
مراد عليءَ تي ڏاڍا زور لڳايا. ڇي سيٺ هوتچند ڏي
فرمان موڪلي سندس پٽ پرسرام جي ٻانهن حيدرآباد
۾ گهرايو. پرسرام ته ڪراچيءَ ۾ هوئي ڪون. پر ٻئي
فرمان موجب پرسرام نه ته سيٺ پاڻ حيدرآباد ۾ اچي
حاضر ٿيڻو هو. سو سيٺ هوتچند ٻه هزار هندو ساڻ وٺي

حيدرآباد ڏي روانو ٿيو. اهو فرمان هڪ بدرقو کڻي آيو، جنهن سيٺ کي مير جي دربار ۾ سلامتيءَ جي خاطر ڏني ۽ دارالحڪومت ۾ ساڻ ورني وڃڻ جي آڇ ڪئي. جڏهين سيٺ حيدرآباد پهتو تڏهين مسلمان چڙي بيٺا، پر مير مراد علي کين روڪيو ۽ سيٺ کي هٿ لڳائڻ کين ڏنو. تڏهين مسلمانن وڃي مير جي ڏيءُ سان ڇوڇاءِ ڪرائي، جا مير مير محمد بگ جي وارث سان پرڻيل هئي، ۽ آزيون نيزاريون ڪري کيس پنهنجي طرف ڪيو. انهن به چيائونس ته مير وٽ هٿ ۾ قرآن شريف کڻي وڃ ۽ ڪانئس موڪل وٺي اچ؛ مير کيس موٽائي نه سگهيو، پر سمجهايائينس ته انهين نه ٿئي جو مسلمان سيد ڪو شهر اندر ظلم مچائين، ۽ اِئين به چيائينس ته هي بکيڙو آءٌ نصرپور جي پير اڳيان فتوي لاءِ ٿو پيش ڪريان. اُتي جڻن وٺين تئن وڃي ڪن. تنهنڪري سڀ نصرپور ويا ۽ مير طرفان سيد زلفڪرءُ علي شاه ويا. پر مير جا عيوضي پڻ مذهبي ۽ اندروني مسلمانن سان ملت ۾ هوا. نصرپور ۾ قاضيءَ ڏنو ته مسلمان جرڪت لاءِ سنيري آيا آهن، تنهنڪري پنهنجي جڳهه تي نه کين بڌائين ۽ نه پاڻ ۾ ڳالهه بولهه ڪرڻ ڏنائين، پر مسلمانن جا حشام هندن تي حملو ڪري هوتچند کي منجهانئن جهلي، اُڏائي اُمالڪ حيدرآباد وٺي، ين چئن ڪلاڪن اندر بيڙي سنباهي نني ۽ پوءِ باڱانيءَ ڪدي

ويس. باگانيءَ ۾ سيٺ کي منلو شاهہ جي اوطاق تي
وڃي رهايائون، جو نورلشاهہ جو عزيز هو ۽ پاڻ ڪٽر
مذهبي هو. ائين ڏه يارهان ڏينهن گذري ويا ۽ سيٺ
اَن کين ڇڪيو. اينري ۾ سيٺ جو هڪ جهونو وفادار
ڀاروُءَ نالي نوڪر ڇمڙا پوش ڪري سندس پنيان پيو.
اُهو کيس قلن پگڙن جي مٺ روز لڪائي پهچائيندو
رهيو، جنهنتي وقت ڪاٽيندو هو. پتا جي اينري
تعريف ڪندس ته ڪڏهين به همت نه هاريائين ۽ نه
دل لاٿائين. اهي بکہ ۽ تڪ جا ڏهاڪو ڏينهن پگڙن
لپ ڪائي، درياهہ جو پاڻي پِي، بنا ٻڌ پ ماٺ ۽ صبر
۾ گذاريائين. خبر هيس ته مسلمان پڄڻ کين ڏيندا،
سو جٺن چوندا هئس تئن هيڪ بنا دل ٻڌي ڪندو
هو. باگانيءَ ۾ کيس زوريءَ مسلمان ڪرڻ جا گهاٽ
گهڙيائون. پر پنجاه ورهين جي عمر کان ٻاهر ماڻهوءَ جي
طهر ڪرڻ قران جي خلاف هو، ۽ ائين ڪرڻ کان قدري
دنا به ٿي. سو صلاح مشوره ڪرڻ لاءِ ترسيا. تيسين
مير مراد عليءَ کي ٿيٺ پڄي ويئي. هيڏانهن هڪ پاسي
سنڌ جي سيٺي هندن هيڏي الله پر تي هوءِ هوءِ مچائي
ڏني ته هوڏانهن ڪڇ ۽ جيسلمير جي راجائن سنڌ جي
هن واردات تي ارمان ظاهر ڪيو. تنهن تي مير منجهي
پينو، ۽ پنهنجي ڪٺي تي پڇتاءُ ڪائي نٿي جي نواب
غلام حيدر چنگائيءَ کي خاص حڪم موڪليو ته سيٺ

هوتچند کي مسلمانن جي هٿان بچائي هڪدم پاڻسان گڏ حيدرآباد وٺي آچ.

حڪم موجب غلام حيدر اُمالڪ باگانيءَ ويو ۽ سيٺ کي ڇڏائي وري حيدرآباد وٺي آيو، جتي هوُ ڏهن ٻارهن ڏينهن کان پوءِ موٽيو. اِهو سڀ وقت پنهنجي ڌرم تي پڪو رهڻ لاءِ خوب ٻکون ۽ مسلمانن جون ڪيئين عقوبتون سنيون هئائين، جن سندن ڪاڏو ساڻن گڏ جي کائڻ لاءِ ڏاڍو زور رکيو هوس. حيدرآباد ۾ موٽڻ کان پوءِ ئي هڪ هندو راڻائو رکي هن پوڄن ورتو.

جڏهين مير مراد عليءَ سيٺ جي حيدرآباد ۾ پهچڻ جو ٻڌو، تڏهن هڪدم گهرائي پڇائينس ته "هاڻي ڇاتا ڪرڻ چاهيو؟" جواب ڏنائين ته "هاڻي وري دنيا ۾ گهڙڻ جي خواهش ڪانه اٿم، ۽ باقي ڏينهن صوفي فقير ٿي گذارڻ چاهيان ٿو." تنهن تي مير ارمان ظاهر ڪيو، ۽ چيائينس ته جيڪي وڻيو سو ڪريو. پوءِ هڪ سجاول نالي مير جي خاصخيليءَ جي خالي اوطاق مسواڙ تي وٺي اتي وڃي رهيو. حيدرآباد ۾ اسانجا سوين عزيز خوهيش هئا. اهي سارو ڏينهن سيٺ جي جڳهه جي آس پاس ڦريا ۽ انهن مير غلام علي پيروز (غلام علي ٽنڊي جي هاڻوڪي مير خانمحمد جي پيءُ) سان سندس پيڙڻ لا خانگي بندوبست وڃي ڪيا. مير غلام علي سيٺ هوتچند جي پاسي هو، ۽ سندس وڏن جي

سيٺ ڪيولرام سان دوستي هئڻ ڪري سيٺ سان همدرد هو. سيٺ جي دوستن کي ڇپائين ته سيٺ جي ٻانهن قليليءَ تائين پهچائيندءِ ته پوءِ سنڌ جي مسلمانن هٿان ڇڏائڻ لاءِ آءٌ جوابدار رهندس. سو جنهن رات سيٺ هوتچند مير کان موڪل وٺي موٽيو تنهن ساڳيءَ رات اوندهه تيڻ کان پوءِ منهنجي پٽاجيءَ جا دوست کيس ڇمڙا پوش ڪرائي قليليءَ جي هن پار وٺي ويا. مير غلام علي خود حاضر هوءِ پرياٽ کان اڳ هن کيس سلامتيءَ سان مير محمد خان جي ٽنڊي پرسان هڪ رهاڻ ٽالي ڳوٺ ۾ وڃي پهچايو. اتي جو اتي هڪ وفادار بدرقو مليس جو کيس لکپت ۾ وٺي وڃڻ لاءِ تيار هو، ۽ جتي اسانجي پيڍي ۽ ڪٺين منيب هئا. اسانجو مکيه گماشتو ڪرمچند مؤلناڻي هو جنهن ساري حقيقت ڪڇ جي راءِ کي سڻائي. جڏهين راءِ کي سيٺ جي لکپت اچڻ جو سماءُ پيو تڏهين پنهنجي مکيه ڪامدار کي لکي موڪليائين ته ڪوري نديءَ تي سنڌ واريءَ پر تي هڪ ٻيڙي ڪاڏي پيتي سان پريل تيار رکي ۽ ٢٥ سپاهين سان سيٺ کي لکپت وٺي اچ. سو سيٺ جڏهين پهتو تڏهين سنديس آجيان گهڻي مان شان سان ٿي. جڏهين سنڌ جي مسلمانن ۽ مير مراد عليءَ سيٺ جي پڄي وڃڻ ۽ لکپت ۾ آجيان جو ٻڌو تڏهين لڄ آين، ۽ مير ائين ارمان کائڻ جڙ ته ڪا وڏي وٿ هٿان نڪري ويئي هيس.

ڪراچيءَ کان اسان گلا براء، گدو مل ۽ بين کي سيٺ سان ملڻ لاءِ موڪليو. منهنجو پاڻ پرسرام بسر جيسلمير جي راڄا کان اُٺ ۽ ماڻهو وٺي تورن ڏينهن کان پوءِ لکپت ويو. سيٺ هوتچند لکپت کان ناراڻسر جي تيرٿ تي ويو، ۽ اتي جي براهمڻن ۽ هندن کي ڪارائڻ جي پنيان ڪيترو ڌن خرچ ڪيائين. ناراڻسر کان وري لکپت موٽيو ۽ لکپت جي ڪوٺيءَ جو ڪم سنڀالڻ لاءِ ڏهه سال رهيو. سندس شاديءَ پنيان اسانکي هڪ لک روپين کان وڌيڪ خرچڻو پيو.

## (٢١) آمير ن جا خيال

گفتگوءَ ۾ اميرن جيڪي خيال رايا ظاهر ڪيا سي سڀ هت درج ڪرڻ ڏکيا ٿيندا. پر يادگيريءَ مان ڪن جو مختصر بيان ڏيان ٿو.

اُسانجي سلطنت مان آمدنيءَ بابت ڏاڍي پڇ پڇ ڪندا هئا، ڇي هندوستان جي نيڪي لاءِ توهان جا ’اجاريدار‘ (ايسٽ انڊيا ڪمپني) انگريز بادشاهه کي ساليانو گهڻو رسائيندا آهن؟ منهنجو جواب دل ۾ اصل آئڙين ئي نٿي. جڏهين ٻڌايو مان ته بادشاهه يا ڪمپني کي ڪابه ٻچت ڪانه آهي، بلڪ ڪن پرڳڻن ۾ خرچ آمدنيءَ کان وڌيڪ آهي تڏهين ڪرم علي تبرس کائي پڇيم ته ”سو وري ڪئن؟ توهين ته پنجن وڏن راڄن جا والي آهيو.“ چيم ته برابر پر اسانجي حڪومت جو

سرشتو مسلمانن ۽ مرهٽن کان نرالو آهي. اِهي فقط پنهنجو ۽ زمان حال جو تصور ڪندا؛ مگر اسانجا قاعدا قانون آئيندي جو به خيال رکندا؛ جيتوڻيڪ اسانکي خانگي فائدو ڪونهي، پر اها نيتي اسانجي پوين ۽ ساري رعيت جي بهبوديءَ لاءِ آهي. مون پانيون تہ ڪين بہ اهو واجب لڳندو، ڇو جو قبول ڪيائون تہ بيشڪ عقل ۾ سرسائي رکڻ ڪري انگريز هندوستان جو حاڪم بڻجي ويٺو آهي...... پر ڪڇ ملڪ جي ڳالهين ڪرڻ مان جيڪو مزو ٿي آين سو ٻيءَ ڪنهن مان نٿي آين، ور ور ڏيئي ڪڇ بابت پڇ پڇ ڪندا هئا. ڇي انهيءَ جهڙو دنيا ۾ ٻيو ڪو شڪارگاهہ ڪونہ آهي. شڪار جو خاص ڪري اَنگريزن جي سوُئر جي شڪار جو سربستو اَحوال پڇندا هئم. جڏهين بڌايومان تہ هڪ مهني اندر ڪن عملدارن ڪنهن ضلعي ۾ سانيڪو سوُئر ماريا تڏهين خوشيءَ وچون بنہ ٽپ ٽـي ڇڏيائون. هڪ ڀيري اشارو ڏنائون تہ جنهن صورت ۾ انگريز سرڪار کي ڀـڄ واري پلٽڻ شايد ٻئي ڪنهن هنڌ وڌيڪ گهربي هجي تنهن صورت ۾ دوستي طريقي پنج ڇهہ هزار بروچ سنڌن جاءِ تي فوجي پهرو ڏيڻ لاءِ تيار آهن! جي اِهو اِشارو آءٌ بنہ ڳالهہ ڪائي نہ وڃان ها تہ پڪ اٿم تہ اهـڙي مضمون جو خط سرڪار ڏي موڪلان ضرور لکائين ها. ڪڏهين تہ ڪڇ جهڙي ڪتل ملڪ رکڻ مان ڪهڙا نقصان آهـن تنهنتي ويهي ويچار ڪندا هئا؛ هڪ ڀيري چيائون تہ

جي انگريز سرڪار کي جو راڄ ڦيرائي اسانکي ڏيندي
تہ جيتري خراج هاڻ کي جو راڄ ڀري ٿو اوتري خراج
وقت سر ڀرڻ لاءِ اسين توهانکي ڀلي ۾ ڀلن شاهوڪارن
جي ضمانت لکي ڏينداسين. پڇيم تہ جي ائين ڪري
ٿئي تہ بہ تنهنمان توهين ڇا وٺيندا؟ ڇي ملڪ جي
آمدنيءَ ڪي راڄ جا وزير هميشہ ڀيڙي وينا هٿن. جڏهين
سمجهايو مان تہ کي ڏتريل ملڪ آهي، تہ مراد عليءَ
وراڻيم تہ کي ڏهڻ جي رمز اسانکي ياد نہ آهي......
رنجيت سنگھ کي 'سک' ڪري سڏيندا هئا، ۽
انهيءَ 'سک' بابت نهايت گهٽ وٺ ڳالهائيندا هئا.
هڪڙي ڀيري غصي ۾ اچي اُمير چيم تہ وس پڇيم تہ
ڪنهن بہ مومن کي هنجي ويجهو وڃڻ بہ جيڪر ڪين
ڏيان...... انگريز بادشاهہ ۽ انگلنڊ بابت ڪل جهڙيون
ڳالهيون ٻڌائيندا هئم. ڇي ساري دنيا ۾ بهادر سپاهي
هڪڙا انگريز ٻيا ٻروچ. نيپولين جي زواليت جي خبر
هين مگر سندس موت بابت اڃا ڪونہ ٻڌو هئائون.
ٽڪن ڏيارڻ جي خبر هين، ۽ جڏهين فائدا ڏيکاريم
تڏهين سنڌ ۾ بہ ٽڪن لاءِ بندوبست ڪرڻ جو خيال
ڏيکاريائون. ڳالهيون ڪندي هڪ ڀيري آگہ گاڏيءَ
جي عجيب ڪاميابيءَ جو ذڪر ڪيم؛ پر انهيءَ ڳالهہ
۽ انگلنڊ جي آمدنيءَ بابت ائين وسهي وينا تہ اهي
سڀ آسر پوٽاٽيون ڪهاٽيون آهن.

ياد اٿم ته هڪ ڳالهه تي منهن ۾ گهنڊ ڪٺي پاتائون. وزير سان ڪابل ۾ حالتن جو ذڪر ڪندي هندوستان جي وڏي نقشي ڏي اشارو ڪٺي ڪيم. اها ڳالهه هن اميرن سان ڪئي؛ اهڙي عجيب شيءِ ڏسڻ تي سندن دل سرڪي. سو آءٌ نقشو ڪٺي دربار ۾ ويس ۽ سمجهائڻ وينس. جڏهين آگرو ڪٺي هڪ منزل تان بيءِ تائين سنڌ مان سپ رستا ويندي لاهور ۽ جيسلمير تائين ڏيکاريم، ۽ چيم ته هن نقشي سان وات تي پڇا ڪرڻ بنا ساري سنڌ گهمي سگهان ٿو، تڏهين چڻ وائڙا ٿي ويا! شايد بي عقلي ڪيم، پر سندن ذرڙو ملڪ هڪ همت سان پڪي، انگريزن جي شاهي حڪومت جون حدون ٻئي سان ڏيکاريم. اوڏي مهل ته چڻ ڳالهه وساري ڇڏيائون، ۽ ائين ڄاڻايائون ته اسان کي به انگريزي راڄ جي ايتري خبر آهي جهڙي توهانکي اسانجي. پر پوءِ ملاقات جو سڄو وقت نهايت گنڀير ٿي وينا ۽ ٻڌم ته منهنجي وڃڻ بعد وري نقشي جي ڳالهه ڪيائون ۽ ٽڙڪا ڪاڏائون ته هي فرنگي سڀ ڄاڃي جوڃي وينو آهي.......

هڪ پيري دربار ۾ وينو هوس ته ديسي ايجنٽ بمبئي سرڪار ۾ بدلين بابت سر جان مالڪوم ۽ مسٽر ايلفنسٽن جا خط پيش ڪيا. خطن جي عبارت ڏيان ڏيئي ٻڌائون، ۽ هرهڪ القاب ۽ آداب جو لفظ ڇا جي ڏنائون. جڏهين مراد عليءَ پاڻ کي سر جان جي خط ۾

هڪ لفظ ڏيکاريو جو ڪيس ٻئي خط کان گهٽ اَدب جو نظر تي آيو تڏهين مشڪل بنا رهي نه سگهيس.

## (٢٢) اميرن جي رهڻي.

مسلمان حاڪم جهڙا ڪامي ۽ عياش اڪثري ٿين ٿا تهڙا سنڌ جا حاڪم نه آهن؛ يا نه اهڙا مغرور ۽ عالي خيال آهن جو عيش عشرت ڏي ڇڪ کائيين؛ مگر ممڪن آهي ته مزا ماڻي پاوا پيا آهن. هڪ پيري مراد علي پڇيم ته دارُون (daroo) وٺڻ ۾ حرڪت ته ڪانهي؟ سمجهايو مانس تي ته هن بيماريءَ ۾ ڪا به جوش ڏيارينڙ شيءِ، خاص ڪري دارُون ته وچ تيئي روڪي ڇيائينم ته "مهرباني ڪري جا شيءِ اسان لاءِ حرام آهي تنهنجو نالو ڪنهن مومن اڳيان نه وٺندءِ." پوءِ سهي ڪيم ته امير صاحب فقط 'ڏاڙهون' وٺڻ بابت ٿي پڇيو! پڙهندڙ پائيندو ته هي رڳو بين اڳيان هام ٿي هنيائين، پر مونکي خاطري آهي ته اَمير ڪا به نشيدار شيءِ ڪين ورتائيندا آهن. اهڙا به واقع ٿيا آهن جڏهين ڪي شخص شراب جي بوءِ سان سندن خدمت ۾ حاضر ٿيا آهن، ۽ هنن ڪين اُنهيءَ دم ڀي عزتو ڪري پنهنجي اڳيان بيهڻ نه ڏنو. بهادر خان کُکر هڪ بلوچ خانداني سردار، جو مراد عليءَ جي خدمت ۾ هو، سو هڪڙي پيري نشي ۾ ڏنو ويو، ۽ ڪجھ وقت تائين ڪيس نوڪريءَ کان جواب ڏنو ويو. دوا طور به دارُون ڪڏهين ڪين

وڻندا هئا. دربار ۾ حقي جو نشان به ڪونهي، ۽ ساري ڪٽنب ۾ ڪو آفيم کي به ويجهو ڪونه وڃي. جيڪر پاڻئچي ته انهيڪري حاڪمن جي پرهيز جو رعيت تي چڱو اثر ٿيو هوندو؛ پر آزمودي مان لاچار ظاهر ٿو ڪرڻو پويم ته اڪثري سپ سپاهي ۽ ڪيترا درباري هر طرح جي نقصانڪار ۽ ڪمزور ڪندڙ عيش عشرت ۾ مبتلا آهن. آفيم وڻڻ اهڙو عام جام آهي جهڙو ڪچ ۾؛ ۽ ڏٺم ته برئنڊي جي ٻن ڇهن بوتلن جهڙي دل گهري سوغات ٻي ڪا ڪانه هئي. ڪن ماڻهن ڳجهن مرضن جي علاج ڪرڻ لاءِ پئي سنايم، ته ٻين عيش عشرت ڪاڻ نئوبنو تيرڻ لاءِ معجونن واسطي پئي خفي ڪيم.

مير فتح عليءَ جي حياتيءَ ۾، ۽ جڏهين ايا اُهي هنگاما جنجي ذريع ٽالپرن حڪومت هٿ ڪئي سي تازا هئا، تڏهين دغا دولاب يا منصوبي کان پاڻ بچائڻ لاءِ بي حد جتن ڪندا هئا. 'چار يار' گڏ کائيندا، ۽ هڪ ڪمري ۾ سمهندا هئا. اهو ڪمرو چارو نطرف بند ۽ روشني لاءِ فقط هڪ پاسي دروازو رکيل هوس. ٻاهر ڪيترا سنجيل گهوڙا ۽ خذمتگار ڪنهن به اُوکيءَ گهڙيءَ لاءِ هڪيا بيٺا هوندا هئا. پويان ٽيهارو سال صلح سانت ۾ نبريا اَٿن ته ڪچ ٻي اونا ٿي ٿا رهن. پر تڏهين بہ اهڙا بيدار ۽ خبردار آهن جو ڪهڙي بہ منصوبي کي منهن ڏيئي سگهن ٿا. هن وقت اڳي وانگر گڏ نٿا کائين، ۽ هڪ ڪمري اندر نٿا سمهن؛ پر پنهنجن ڪمرن جي

باھر وفادار خدمتگار بيھاري، ياسي کان ھٿيار رکي، سيپيٽي صفحن ۾ سمھن ٿا. ھڪ ٻئي ۾ گمان، اھا به عجب خصلت اٿن. مراد عليءَ جي بيماريءَ ڪري سيپيٽي مير قلعي اندر کي مھنا بنديل سٽيل ھئا؛ ۽ جڏھين شڪار تي نڪرندا آھن ته به ڪنھنکي پنيان ڪين ڇڏيندا آھن. مير صوبدار کي به چار مٿل پنٽي پورڻ ڏنو ھئائون تڏھين ئي کيس اِسلامڪوٽ ۾ پڄي وڃي اُتي بغاوت جي جھنبڊي ڪٽڙي ڪرڻ جو وجھه ڏنو ھئائون.

پر سنڌ جي دربار ۾ ڌارئي ماڻھوءَ جو ڌيان جيترو اميرن جي قيمتي جواھرات ۽ زره خاني ڏي ڇڪبو اوترو ٻئي پاسي نه ڇڪبو. سندن اُڪمت خزانو گھڻي قدر ياقوت، جواھر، موتي ۽ زمرد ھئا، جنسان خنجر، تلواريون ۽ بندوقون جڙيندا ھئا، يا ته مندين جون ٽڪون ۽ پوشاڪ ۾ جھاڀا پھريندا ھئا. ھاڻ ته ڪابل بادشاھت جي زبون ٿيڻ ڪري اُتي ڪيترا اَمير شھزادا فقير ٿي پيا آھن، ۽ قيمتي مٿيا لاچار وڪڻڻا پيا اٿن. اميرن به سندن سخت حالت جو وجھه وٺي پنھنجا ماڻھو اوڏانھن موڪلي، ڪيترا زيور توري ناڻي تي خريد ڪري ڇڏيا. ايشيا جي سيني پاسن کان جوھري سنڌ جي بزار تيز ھئڻ ڪري ھرڪجي اميرن جي دارالحڪومت جي ملاقات ڪندا آھن. ھڪ به ايراني سونارا دربار جي خدمت ۾ آھن، جي ميناڪاري ڪري يا بيءَ

ڪنهن طرح حاڪمن جي جوهرات جو نماءُ ڪندا آهن. رڪ تي سونهري لفظن اُڪرڻ جو هنر انهن ڪاريگرن ڪنهن ڪماليت کي وڃي رسايو آهي.

ايران، ترڪي ۽ فلسطين (Palestine) ۾ ميرن جا گماشتا تلوارين ۽ بندوقن جي نالين خريد ڪرڻ لاءِ رکيل آهن. ممڪن آهي ته اهڙين شين جو قيمتي عجائب خانو دنيا ۾ ٻيو ڪٿي ڪونه لڀندو. هڪ ڀيري ٻنا سينگار ٻُڌي سادي تلوار هٿ ۾ ڏنائونم جا اڌ لک رپيا ڪائي ويٺي هئين! تلوار جو قدر جهونائيءَ ۽ رڪ جي جوهر ۽ آب تي منحصر آهي. جيڪا ڪرم علي سوغات طور ڏنيم تنهنتي هجري ١١٣٢ (سنه ١٧٠٨) اُڪريل هو ۽ سنڌ ۾ ٻي هزارين روپئي جي ڪٿيل آهي. اميرن جي سلح خاني ۾ اهڙيون تلواريون موجود آهن جي گهڻو ڪري ايشيا جي هر ڪنهن نامور بادشاهه ٻَڌيون هونديون. فخر اٿم اتــ شاهه عباس، نادرشاهه، احمدشاهه دُراني ۽ ٻين هڙن مشهور شهنشاهن جون تلواريون هٿ ۾ ڪٽي ڏٺيون اٿم ته سڀ هم وزن آهن. تلوار جي ڌار تي اڪثري سونهري اکر اُڪريل هوندا آهن.......

اهي تلواريون انگريزي تلوارين کان وڌيڪ ڳريون نٿيون لڳن؛ پر سنڌن هم وزني ٻئي قسم جي آهي، ۽ هڪ جوان شهزادي کــي هڪ ڌڪ سان وڍي ڏنبي کي هڪ ڌڪ سان ٻه اڌ ڪندو ڏٺو اٿم. ڌڪ هڻڻ ۾ ٻه چالاڪي کپي جــا گهڻي استعمال ڪانپوءِ تي

اچي. آءُ سنڌ ۾ آيس تنهن کان ٿورو ئي اڳي مير اسمائيل شاهه جي پٽ هڪ نهايت عمدي تلوار ائين آزمائيندي ڏٺي وڌي. اسانجي انگريزي هٿيارن جو جهڙو يورپ ۾ قدر آهي، تهڙو ميرن وٽ اصل ڪونهي. ڪڏهين ٻڌو به ڪين هئائون ته انگلنڊ ۾ ڪا قيمتي تلوار ٺهندي آهي، ۽ جڏهين ٻڌايو مان ته تازو باد شاهه سلامت هڪ امير کي هڪ لک رپين جي قيمتي تلوار سوغات طور ڏني ته حيرت ۾ پئجي ويا.

پر اسانجي بندوقن جي گهوڙن (gun locks) جو ڏاڍو قدر هون، ۽ مونکي عرض ڪيائون ته انگريز سرڪار کي لکي ڪي ٿورا همت ڪري ڏيو. وٽن ڪيترا عمدا ۽ قيمتي آتش بار (fire-arms) هٿيار ڏنن، جي وقت به وقت اسانجي عملدارن ڪين سوغات طور ڏنا هئا؛ پر هنن گهوڙا ڪڍي پنهنجن بندوقن ۾ لڳائي، باقي سامان بيڪار سمجهي ڪري ڦٽو ڪيو هو... ناليون اڪثري قسطنطنيه مان خريد ڪندا آهن، اسانجن کان ڊيگهه ۾ ڀيٽيون، پر بلڪل سوڙهيون آهن. سنڌي نديا چيرا اصل ڪم نه آڻيندا آهن ۽ يا تپاچن يا قاٿنڊڙن گهوڙن (detonating locks) جو وٽن مان ڪونهي. جڏهين ڏنائون ته سنڌ جواهرات ۽ هٿيارن تي آءُ عاشق هوس، تڏهين منجهائن ڪي روز نئين نئين طرح ڀاڙ سينگاري ايندا هئا، ۽ پنهنجيون تلواريون ڪڍي مونکي تپاسڻ لاءِ ڏيندا هئا.

مهني ۾ هڪ ٻه پيرو، تندرست هجن، ته شڪارگاهن
ڏي ضرور وڃن. اهڙن موقعن تي پاڻسان وڏا ڏنبلا
وٺي ٻنا چتاءِ جي جيڏانهن اڇين اوڏانهن نڪري پوندا
هئا. انهيءَ ڪري هڪ پاسي شڪار جو مزو وٺن، ۽ ٻئي
پاسي سيني پرگهٽن ڪي تاب ۾ به رکن. شڪار تي باز،
ڪتا، وغيره کڻن، پر سنڌن شڪار ڪرڻ جو نمونو
يوروپي ماڻهو جيڪر ڪين پسند ڪن. پاڻ اُس ۾
ڪين نڪرن، پر هڪ مهاريءَ اندر وڃي آرامي ٿين،
جيسين ڪير سوئر يا هرڻ پڃائي پرواري ٿلاءَ تي پاڻيءَ
پيئڻ لاءِ موڪلين. پوءِ نڪري چتائي سانهه سٽيءَ سان
شڪار ڪن، جنهن تي سنڌن خدمتگار واهه واهه ڪن.
اِهي شڪارگاهه جهنگل جا شاهي ٽڪر آهن، ۽ چئني
طرف اهڙيطرح گهيريل آهن جو ڪو به چؤپايو جانور ٻاهر
نڪري نٿو سگهي. اُمير شڪار تي نڪرن تڏهين جهنگ
۾ سڀ ڪوهه بند ڪرائي فقط هڪ ڪُوهه بنگلي جي پرسان
ڇڏيندا آهن. پوءِ ٻيا جانورن ڪي تڙيندا ايندا جيسين ڪ
اُڃ وگهي لاچار ڪوهه تي پاڻي پيئڻ اچن ۽ گوليءَ جو
شڪار ٿين......

گهوڙي تي سوار تي ڪڏهين به شڪار ڪونه ڪن؛
پر بعضي اُنن تي چڙهي هرڻ جي پنيان ويندا آهن.
ٻئي ڪنهنکي شڪارگاهن بندوق ڇوڙڻ جي سخت
منع آهي؛ اهڙو شڪار ڪو ورلي ٿو ٿئي جنهن ۾ غلط
نشان بازيءَ ڪري يا ڇتن سوئرن ڪري ٻن ٽن ماڻهن

جون حياتيون وڃائي نہ موٽيا هوندا. سنڌ جا سڀ امير جڏهين خلق اڳيان ٻاهر نڪرندا آهن تڏهين قيمتي باز ۽ باز دار ساڻ وٺي نڪرن. ڪرم عليءَ وٽ هڪ باز ڏٺم جو ٻن هزارن روپين جو هو، ۽ اهڙو وئي قيمتي باز امير صاحب مونکي سوکڙيءَ طور ڏنو. عمدي ۾ عمدا باز ترڪستان ۽ اُتر ڪابل مان خريد ڪندا آهن.

سنڌ ۾ بہ ٻين مشرقي ملڪن وانگر درٻارين جو پلو ٻرو حاڪم جي مهرباني ۽ فيض تي منحصر آهي، ۽ سنڌ ۾ درجو ۽ اُجورو اميرن جي موج تي آهي. انهن بابت ڪي گهڻو چوڻوئي ڪونهي. اُها صفائي ۽ شايستگي جا درٻار ۾ لاچار تي ڏيکارڻي پوين، سا پنهنجن گهرن ۾ ساڻ ڪڻي نٿا وڃن، جيئن تہ پاڻ بلڪل غريب آهن. (ملڪ جو خزانو حاڪمن جي ضابطي هيٺ آهي). هو ويچارا ڪو بہ ڏيکاءُ نماءُ ڪري نٿا سگهن. مگر اُميرن جا مقرب ۽ دوست هڪ نموني ممتاز آهن. ڪين سونين منين سان تلواريون هونديون آهن. ڪنهنکي سوغات طور اهڙي ملي تہ سمجهبو تہ فيض رسيو اٿس. جي اميرن وٽان نہ مليل هجي يا زيورات سان سينگاريل نہ هجي تہ اهڙي تلوار ڪڻڻ درٻاري دستور جي خلاف سمجهبي آهي. اهڙي سوغات بہ ورلي عطا ڪندا آهن، تنهنڪري اهڙيءَ نوازش جو ڏاڍو قدر آهي. گهڻي جانفشانيءَ ڪري امير بعضي جواهرات سان جڙيل تلوار بخشيندا آهن.

جتني سب هن ريت تابعدار ۽ دامنگير آهن اُتي آزاد خيال ڪٿان ٿا لڀن؟ "جو حڪم" ۽ بالادستن جي حد چاپلوسيءَ ڪري امير پنهنجو راج جهليو بيٺا آهن. ڏارين جي توڙي هڪ ٻئي جي خوشامند ڏسي يوروپيءَ ڪي جيڪر ڪل نڪري وڃي. ٻه مرتبي وارا پاڻ ۾ گڏبا ته هڪ ٻئي مٿان اجائي ساراهه جو ڏوڙيو ڪٺي وسائيندا، ۽ پوءِ گڏجي ڪٿان جو ڪٿان مبالغو ڪري مونکي ٻه ڪٺي آسمان تي چاڙهيندا. سندن پُر تڪلّفِ اَدب آداب ٻه نهايت عجيب ڪندڙ آهي. "چاق آهيو" "خوش آهيو"، وغيره ساڳيءَ ملاقات ۾ چار پنج دفع ور ور ڏيئي پيا پڇندا. آءٌ ڪرسيءَ تان ڪري اُٿان ته سب حاضرين ٻه اُٿي بيهن، جيسين ڪي وري ڪرسي نشين ٿيان، ۽ پوءِ وري هڪ ٻئي کي سلام ڪري مون وانگر ڪن. انهيءَ ۾ منهنجي ليکي ڪابل ۽ ايران جي درٻارين جو نقل ڪندڙ آهن.

## (٢٣) فوجي طاقت.

سنڌ جي فوجي طاقت بابت جيڏي پل ڪئي هيم، ايڏي ٻئي ڪنهن ڳالهه بابت نه ڪئي هيم. ڪچ ۾ جيڪو ٿورو وقت رهيو هوس تنهن ۾ هرڪهڙيءَ سنڌ مان ڪاهه ۽ عملن جا افواهه پئي ٻڌندي بيهي وانگر ٻانيم ته حيدرآباد ۾ ڪا زبردست فوج هوندي. پر اُئين اصلي نه آهي. قلعي اندر ٿوري فوج ڪان سواءِ اميرن جا

هٿيار بند خدمتگار جهڙا تورڙا اهڙا ڏسڻ ۾ اچن آهن. قومن جا ڪي سردار هميشه دربار جي سڏ وهيٺا رهندا آهي ۽ وقت تي تورن ڏيندين اندر پنهنجي رعيت کان ڪيتي ۽ بيا ڪم ڪاريون جداني کين سڏي سگهندا آهن. چونڪه تہ انهيءَ ريت سرڪار چاليهارو هزار ماڻهو گڏ ڪري سگهيتي، جنکي ڪئپٽن سيٽن جي رپورٽ موجب لڙائيءَ جي ميدان ۾ روز هڪ پنسو ڏيندي آهي؛ پر آءٌ پانيان تو تہ اها سنڌ س پل هئي، يا تہ جهوني زماني جي ڳالهہ آهي، ڇاڪاڻ تہ پيدم تہ سوارن کي ماهوار ٽيهن روپين جو ڪاعو بگهار مليتو. ڪٿي سمجهجي تہ وقتي ساري مسلمان خلق نڪري جنگ جي ميدان ۾ نروار ٿئي. مگر دنيا جي هن ٽڪر ۾ وطن لاءِ حب اڻ لپ وت آهي. پر ڪو مذهبي مست حرڪت ڪري دين جي نالي باهہ ڪٿي ٻاري تہ شايد اهو ممڪن آهي.

جيتوڻيڪ اميرن جي ڏاڍاين ڪري ماڻهن جي جهيڙاڪ طبع ڍيل آهي، ۽ ملڪ ۾ صلح سانت ڪري حرڪت نٿا ڪن، تڏهين بہ هي رهزن توري بہ چيز تي يا قرلت جي لالچ تي هٿيار ڪٿي نڪري ٻوڙ ۾ ويڙم ئي نٿا ڪن. بوڪرؤ ٻجهن وانگر ٻريان جنگ جي بوءِ پيئي ايندين؛ ذرو قبيتاڙو ڪتني ٽيو ناهي تہ چڙ جنگ لاءِ آيا رهيا. بوءِ ڪٿي اڪ ڄنپ ۾ اچي ٿا مڙن سو ڏسي عشرت وٺيو وڃي! صوبدار جسو تازو هنگامو

ٿورن ڏينهن اندر فيصل ٿي ويو، پر ٿيتري ۾ ويهارو
ٽيهارو هزار ماڻهو پنهنجن سردارن هيٺ اچي مڙيا ۽
نيون ٽوليون ڪلاڪ ڪلاڪ ۾ پئي آيون، ته ايتري ۾
ناهه ٿي ويو. جنگ جي ميدان ۾ سنڌي سپاهي جنگي
انتظام ۽ فرمانبرداريءَ مان ڪي ڪين ڄاڻي. پلا سندس
تنخواهه جهڙي خسيس ٿهڙي ئي بقاءِ آهي، تنهنڪري
وات تي ڳوٺ ڦري پورت ڪرڻ پنهنجو واجبي حق
سمجهندو آهي. قبول ڪندا آهن ته سنڌي بهادر ۽
ڄاڻو آهي، مگر جيتري سنڌ اندر سندس تعريف آهي
اوتري ٻاهر نه اٿس. پاڻ پڌائڻ ۽ ڏاڙُون هڻڻ لاءِ ناميارو
آهي. سردار ڪان ونئي ويندي فوج ۾ خسيس نوڪر
ٺائين، هرهڪ ماڻهو هردم آپاڻا يا پنهنجا ڪيل يا
خيالي دليريءَ جا ڪم پيو ڳائيندو ۽ ويچاريندو. مزو
وري اهو جو صبر ۾ هڪ پئي جون آسر پوٺاڻيون ڳالهيون
ويهي ٻڌندا. اميرن جو لشڪر هرهنڌان جڻن ٺڻن
گڏ ڪيل، گوناگون، ڇڙنگو، ٻي ٻنگو، زر دوست
مجموعو آهي. ڪهڻو ڪري منجهس بلوچستان جي جبلن
مان آيل جانباز جوڌا پڻ آهن، جنمان رند قوم مان سنڌ
جا ٽالپر به آهن......

آءٌ ڀانيان ٿو ته اميرن ڪي دل ۾ وهم وينل آهي ته
جي انگريز هڪواري ڪاهه ڪندا ته کهڙي به بچاءَ
مان ٻنه ڪين ورندو. ڪيترن واقعن مان معلوم ٿيم
ته اسانجي سوين ڪري اسانجي ٽالي جو جادو پڪڙ جي

ويو آهي، ۽ مشرقي ماڻھن جي دلين ۾ اهو اثر ويهي
ويو آهي ته ڪنهن عرصي تائين اسانجي فتح خدا جي
ٻاران آهي. اِنهن ٻنهي ويچارن هتي جي منتظر ۽ اڳ ڪتي
ڪندڙ ماڻھن کي پرمائي هيسائي ڇڏيو آهي. دل جي
ڏر لڪائڻ ڪري اهڙا نمونا ٿا وٺن جو اٿلو پاڻ پڌرو
ڪيو وڃهن؛ مثلاً ڌارين طاقتن ڏي سخت خط لکڻ ۽
ڏاڙون هڻڻ ۽ ڌارين تي پنهنجي مان مرتبي ۽ وڏائيءَ
جو ڪوڙو اثر وهارڻ. جڏهن خانگي رهڻيءَ ۾ ڪيترا
ماڻهو پنهنجي جهالت لڪائڻ ڪاڻ رڪا ۽ مدمغ رهندا
آهن تڏهن هي به ڄاڻن ٿا ته ڪنهن اُسانجو حال اُکٽين پسيو
ته اسانجا وڪا پڌرا ٿي پوندا ۽ انهيڪري پنهنجي يا پنهنجي
ملڪ جي مفصل يا پوري خبر ڏيڻ کان ڇرڪن پيا.
پر جنهن شخص سنڌ ۾ اچي اکٽين حالتون ڏٺيون آهن،
تنهنکي اهي خسيس بهانا پنيلائي نٿا سگهن. سنڌ ۾
جيڪي ديوار اندر شهر آهن سي سڀ بچاءَ جي خيال
کان آهن ۽ هڪ کي به قلع جي نالي سان سڏڻ جو
شرف ڏيئي نٿو سگهجي. اُمرڪوٽ جنتي دربار جو
خزانو رکيل آهي، ۽ جو چوکرد پاڻيءَ بنا شاهي پٺن
ڪري اُجيت ۽ ڏرکم سمجهجي ٿو، سو به پڇا ڪندي
معلوم ٿيو ته سنڌو درياهه جي هڪ شاخ کي ويجهو هڻڻ
ڪري هٿ ڪرڻ بلڪل سولو آهي. حيدرآباد جي
شهر ۾ غليظ ڪوٺ جهڙين مٽيءَ جي جُهڳين جو ميڙ
آهي، جنهنکي نه ٻاهران بچاءُ ۽ نه اندر آرام يا سوپيا
آهي؛ جنهن ڪوٽ جي امير هيڏي هام هڻن ٿا ۽ جو

شهر ملتان سس ڪڍيو بيٺو آهي سا بہ خراب پڪل سرن جي هڪ خسيس اڏاوت آهي. اِهو يگو پريو پيو آهي، ۽ صفدار فوج جو حملو هڪ ڪلاڪ بہ جهلي نہ سگهندو. اَمير اُمراءَ جنن ايشائي ڪندا آهن، گهڻو ڪري اوڪيءَ ويل ڌڻيءَ کي دوهہ ڏيئي ڇڏي ويندا آهن! البت خاطري اٿم تہ ٽالپر حاڪم پاڻ پنهنجي حڪومت ۽ خزاني بچائڻ لاءِ جنگ جي ميدان ۾ بهادر وانگر سر ڏيندا. پر جي اسين سنڌ ڏي رخ ڪٽي رکون تہ عام خلق ڏي نظر ڪندي، سنڌ جهڙي سولي فتح بي خيال ۾ اچي نٿي سگهي، خاص ڪري جيڪڏهين سنڌ کي ٻئي ڪنهن بہ پر واري حڪومت کان مدد نہ ملي. جن بي اختيار سببن ڪري هند سلطنت وڏي سي سبب همت بہ ٿيندا، ۽ جي اهڙو واقع بڻيو تہ سنڌ ۾ فيض ۽ هوش واري حڪومت اسان کي چڱيءَ طرح ياڙا ڏيندي.

## (٢٤) برهمڻ آباد.

اُلهندي هندوستان ۾ گهڻيئي جهوُنا شهر ڪوٽي ڪڍيا اٿن، پر شهدادپور وٽ براهمڻ آباد جي جهوُني دٻل شهر جيڪا تڪليف کوٽڻ وارن کي ڏني آهي سا ٻئي ڪنهن نہ ڏني آهي؛ نکي ڪنهن ٻئي پڊه بابت ايڏو بحث مباحثو هليو آهي. گهڻيئي عجيب غريب مال، شيوُن ۽ قيمتي وٿوُن منجهس پوُريل هيون. تنهن ڪري ڪي شوق وچان، ڪي خزاني همت ڪرڻ جي

لالچ تي ماڻهن هن شهر جي ڪنڊ ڪڙڇ اُٿلائي پٿلائي ۽ ڦولهي ڏٺي آهي. هرڪو اِهائي آس پايو وهي ته قسمت ٻيڻ ڪان سرس منهنجي ياوري ڪندي.

١٨٥٤ع ۾ بيلاسس ۽ رچرڊسن صاحبن باترتيب پڌ کوٽايا ۽ کوجنائون ڪيون، پر اُنهن کي به ٺڪر ڪا اهڙي وٿ هٿ چڙهي. تنهن ۾ به جيڪا هاڃي اوسي پاسي جي ڳوناڻن ڪئي آهي تنهنجي ڳالهه ئي نه پڇو. زمين کي کوڏر ڏئي سان چئني طرف کوٽي اهڙي سڄ ڪري ڇڏي اٿن جو شهر جي آڏاوت جي رُوءِ ئي مٽجي ويئي آهي، بلڪ ديوارين جا نشان به گم ٿي ويا آهن. شهر جو نقشو هڪ "لانگ بوٽ" مثل جاڻو، جنهنجو ترو اُتر- اُلهندي ته ننگه ڏکڻ- اُيرندي. سمورو هنڌ سرن ۽ ٺڪرين جي دڙن سان ڇانيون پيو آهي. جيڏانهن نظر ڦير اوڏانهن عمارت آڏاوت ذات ڪي ڪانهي؛ رڳيون پٿين جون پيڙهيون نظر اينديون. فقط اُيرندي پاسي اِنهي وئراني ۾ بُڌن جي اِسٽوپا وانگي هڪ ٿل بيٺل آهي جو ٻڙ شهر جي اُجاڙ ۽ برباديءَ کي اُٿلو زياده نشانبر ٿو ڪري. پٿر جو ته نالوئي ڪونهي، پر ٺڪرين سان گڏ سڙيل ڪاٺ ٽڪرا نظر چڙهن ٿا، جنهن مان ڄاڻجي ٿو ته تن ڏينهين ڪنهن قسم جو عمارتي ڪاٺ مؤجود هو.

هيٺ هيٺ اُونهون کوٽي ڏنو اٿن ته ظاهر ٿو ٿئي ته شهر مٿان شهر اَڏيل هو.

مٿئين طبق جي پٽين جي پيڙهين مان معلوم ٿـو ٿئي ته اوساريءَ ۾ جي سرون ڪتب آيـل آهن سي نندي ڪارب جون، جـي اڪثر اسلامي عمارتن ۾ ڏسبيون آهن. ڪٿي وري اهي نندڙيون سرون توڙي هندن جي صاحبيءَ واريون وڏ ڪاربيون سرون گڏ وچڙ آهن. پر گهڻو هيٺ هيٺ ڪوٽڻ سان ديوارين ۾ جـي سرون آهن سي وڏيون شاهي آهن. ديوارين مٿان ديواريون آهن، جي جتي تتي هڪ ٻئي جي آرپار ٿيون وڃن. داٽا خواه سڪا جي مٿئين طبق مـان هٿ آيـا، سي مسلمانڪي پوئين زمـاني جا آهن. پر ڪا قيمتي شيءِ خٿر ڪا ملي. بيو ته نهيو، پر گهروُ ٿانءُ ٺـپـو سو به جس پريو ڪونه لڌو. جنهن مان ظاهر آهي ته ٺئين شهر وسائڻ کان اڳ وسائيندڙن خزاني تـوڙي عمارتي مـال وارو طبق زيروزبر ڪري ڇڏيو.

هڪ گهٽي وٽي زمين مٿان ڪوٽيندي ٽـن مسجدن جا بنياد ظاهـر ٿيا، جـي گهڻو هيٺ هيٺ بين عمارتن جي مٿان اَڏيل آهن. وڏ ڪاربين سرن جي ماپ آهي ١٦¼ × ١٠½ × ٢½. اُنومان ٿـو ڪيجي ته ڪنهن شاهي هندڪي عمارت مان نڪتل آهـن. اوساريءَ ۾ گاري بنا بيو مصالح ڪم ڪونه ايندو هـو، تنهن ڪري اهي سرون هڪڙيءَ عمارت مان ڪڍي بيءَ ۾ لڳائڻ آسان هـو. هيٺئين طبق مـان ڳٽيش جـي مورتـي، شو،

ڀارپني ۾ سورج ديوتا جو مٿو، ڀتل جو ڏيئو، نـنـڍو شيشو، پٿر جو عمدو اُڪريل پر پڳل ڪيرتي مکہ، وغيره لڌا آهن. جاءِ بجاءِ اوَنهيوُن کهيوُن نظر تيون اچن. اڪثر گهر گهر ۾ نـنـڍو کوه هو. اِهي کوه پوئين وسايل شهر جا آهن، جي درياه جي هنڌ متائرط کانپوءِ رواج ۾ آيل آهن.

کوٽيندي مٽيءَ جا گولا، رانديڪا، ڪوڏ، سٽيوُن، چوُڙا، پٿر يا شيشي جا داڻا، شيشي جون پڳل شيوُن، پڳل هندوُ موُرتوُن، سڪا ۽ سڪن جا ڪارب، لوه جا ڪٽيل ٽڪر (جي نچاٽا ترارين جا ڦر يا مٺيا هجن) ۾ بيون ڪيترييون شيون نظر تيوُن اچن.

ٿانءَ ڪو ورلي نڪتو آهي. چار نمونا آهن: ڳاڙها، ڪارا، سادا يا سينگاريل؛ وڏيڪ سخت مٽيءَ جا هلڪا زردا ۽ زردي رنگ اندران ڪاشي ڪيل. پويان ٻہ نمونا گهڻو ڪري عربن ٻاهران گهرايا ٿا پائتجن. ڪوڏ ۽ سٽيئڙا جهجها ٿا لڀن، ڪي اهڙا ننڍڙا جو سمنڊ جو ڪنارو ياد پيو اچي. ناد ۽ نادن مان ٺهيل چوُڙا ٻہ ڪئين آهن. ڪن مٿان سهڻا نقش اُڪريل آهن ۽ عاج جهڙا پيا لڳن. داڻا ٻہ ٽڙيل ڀڪڙيل آهن، پر جهڪا ٿيل. قيمتي پٿر، مثلاً عقيق، نيلم، بلور، سنگ سليماني، وغيره تہ عام جام آهن. هرهڪ داڻو ڪپي، گهڙي، اُجاري پوءِ وِنڌيل آهي. مٿن سڌين يا وڏ وڪڙ ليڪن ڪانسواءِ بيو سينگار ڪونهي. هڪ عقيق جي مهر عربي اُکرن

سان، ٻي ديوناگري اکرن سان لڌي آهي. بيلاسس صاحب کي عقيق لڌا جن تي يڳي يا شينهن جي سهڻي شڪل اُڪريل هئي، جنهن مان ڄاڻجي ٿو ته اها ڪاريگري پراچين سمي ۾ به هئي، ۽ عربن جي راڄ ڪانپوءِ به قائم رهي. شيشي جون شيون ڇڊيون ٻاڊيون ٻر پگل حالت ۾ آهن. پر خوش نصيباً هڪ سالم نيلي رنگ جي ڪٽوري هٿ آئي. هڪ وڏيءَ مورتيءَ جو ڇونڪٽ مليو، جنهن ۾ ڪيترا سندر ڇڪرا گهڙيل آهن، ۽ ڇڪري ڇڪري ۾ ديوتا رکيل آهي. ڇونڪٽ جي چوٽيءَ تي جتي مورتيءَ جو مٿو هئڻ کپي اُتي ڇڪري اندر سورج جي مورتي آهي؛ هٿن ۾ ڪنول گل ۽ پيرن ۾ ٻ گها بوٽ پاتل اٿس. ٽامي جا سڪا سنها ۽ عربي اکرن جي سهڻين مهرن سوڌا خوب ملن ٿا، پر ڪتيل ۽ مشڪل سان صاف ٿين ٿا. اهي خليفي جي دارالضرب ۾ ٺهيل تا ڏسجن. ٻيا وري سادا ۽ ٻي هنر وارن جا ناهيل پيا لڳن.

## (٢٥) سنڌ جا هندو.

ڪنهن به هندوءَ کي ٿنڌي الهيار جو نالو ڳنهڻ جي مجال نه ٿيندي هئي؛ ڇو جو نالي جي شروعات ۾ پاڪ لفظ هئا؛ ڪو به هندو عربيءَ ۾ لکيل ڪاغذ نه ڇهندو هو، ڇو جو عربي حرفن ۾ قرآن شريف لکيل هو، سنڌيءَ ۾ مسلمان جو لکيل ڪتاب کولي پڙهڻ جي ڪنهنکي

ٻه جريت نه ٿيندي هئي؛ اهوئي ڏٻپ ته مٿان ڪتاب جي پهرئين صفحي تي ”بسم الله الرحمان الرحيم“ جا اکر پڙهندو ڪو ڏسي نه وٺيم؛ ڪهڙا ٻه ٻه مسلمان قسم ڪٺي چون ته فلاڻي هندوءَ کي اسان جمع جي ڏينهن ڪڪڙن جي ويڙه تي ڏٺو، اسان سندس واتان ’محمد‘ لفظ ٻڌو، ’آءُ توسان هلندس‘. يا ڪي ٻيا اهڙا مبهم لفظ ٻڌا ته سندس مذهب بدلائي سگهيا ٿي. اڄ ڪالهه سنڌي مسلمان انهن ڳالهين جو انڪار ٿا ڪن؛ هندو تنهجو وڏاءُ ٿا ڪن، سچ ٻنهي جي وچ تو ڏسجي ۽ منهنجو ٻنهي ۾ اعتبار آهي......

عام گنوار ماڻهو هڪ هندوءَ کي مسلمان ٿيندو ڏسي جوش ۾ چاهيندا هئا ته ٻئي ڪي، تئين کي ٻه مسلمان ڪري ڇڏيون. پر جي اهڙو ڪو وجهه نه ملندو هون ته لاچار ڪافرن تي گڏجي حملا ڪندا هئا. اِنهيءَ حرارت اسلام جا مثال اڪثري جمع ڏينهن ٿيندا هئا. ڪي ٿورڙا شهر هئا جنهن ڪو هندو وسپت سانجهيءَ ۽ ڇنڇر صبح جي وچ ۾ پنهنجو گهر سلامتيءَ سان ڇڏي سگهندو هو.

اهو ظلم ۽ حاڪمن جي تلوارين جا ڏک هيءَ آزاريل قوم صبر ۾ دل ڏاڍي ڪري سهي ويندي هئي. مگر مسڪين درجي جي مسلمانن کي ٻيڙڻ سان، مٿئين درجي جي مٿان اختياريءَ جو غير واجبي استعمال ڪرڻ سان، اندروني ۽ گهرو جهيڳڙن سان، ملڪ جي

بالا افسرن کي رشوتون ڏيئي بگاڙڻ سان ۽ اوسي پاسي ۽ دوستانہ رياستن سان ناسازي پيدا ڪرڻ سان حساب لاهي اَڻ سڌيءَ ريت وير پاڙيندي هٿ ناريندا هئا. تنهنڪري هن حقير ۽ ذليل قوم کي هٿ لائڻ کان مسلمان ڪن هٽندا هئا. شام ملڪ ۾ يهوُدين جو حال ۽ چال بہ سنڌي هندن جهڙي ئي هئي، تانجو آخر هڪ نموني قاعدي موجب مگر غير عملي طور سڀ مذهب هڪ جهڙا سمجهيا ويا.

تيز فهمي ۽ عقل جي بازيءَ ۾ سندن مٽ ڪونہ هو. هندوءَ کي حساب ڪتاب لاءِ ڪا خاص ڪوپري آهي. حسابن ۽ ٻين فنن ۾ مسلمان اڪثر گهٽو پنتي پيل آهن. تن وري مصري ماڻهن ۽ ترڪن، ايرانين ۽ عربن ۾ اهڙا ڪي جزوي ماڻهو آهن. هندوستان ۾ ڪوبہ اُکيون کولي جاچيندو تہ چٽو ڏسندو تہ جتي طرفداري ڪانهي اُتي جلد هندوُ مسلمانن مٿان چڙهي کين زيردست ڪن ٿا. پر برهم جي پوڄاريءَ ۾ ٻيون بہ خصلتون آهن. اها ”گونگي ڳانءِ“ حقيقت ۾ هڪ وڏو خونخوار جانور آهي. اندر جو ڪارو ۽ بہ گهر ٻارُو. مطلب تہ ڪتي بہ شرارت ڪرڻي هوندي تہ هي پانهوُن ڪنجي تيار بيٺو هوندو. هندوستان کان ٻاهر ٻئي ڪهڙي هنڌ ’نگيءَ‘ جي آزار هيتريون صديون جتاءِ ڪيو آهي؟ انهيءَ ڪم ۾ ٻئي ڪهڙي ملڪ ايتري ٻڌي ڏيکاري آهي؟ صبر سان سهڻ تہ ڪو هندوءَ کان سکي،

۽ سوُرن سهڻ ۾ هندو زالن کان ٻہ مرد بردبار آهي. هڪ
لالچ - ڏن جي لالچ - آڇيندينس تہ ڏدي سيني، لڪائڻ
بنا، پاڻکي اُهنج ايذاءَ رسائڻ ۾ ٻہ ويرم ڪين ڪندو.
ڍل يا قرض جا پئسا لڪائي رکندو، پوءِ جڏهين آڱوٺن
کان اُبتو ڪري پيرن کان ٽنگيندينس تڏهن مس مس
ٻاسيندو. ڦٽڪن جي سٽڪي مهل رئندو رڙندو، پر
قسم کڻي ويندو تہ مون وٽ ڪوڏي بہ ڪانهي. ڪٿيل
ڳاڙها مرچ بہ مانس ڪري ويهي سنگهندو. ايڏي سٽيا
ڪنهن ڳالهہ واسطي ڏاري تہ هوند مان پائي. مگر ساڳئي
وقت هٿيار هٿ ۾ ڏينس، ڪوٽ جي ڳرڪيءَ پٺيان
تلوارين ۽ سنگينن ڏي اشارو ڪرينس ۽ چئينس تہ هن
توف تي پناڻ يا ترڪ وانگر وڃي حملو ڪر تہ منهن ۾
نهاريندءِ، حجب هلائيندءِ ۽ پوءِ پڇ پائي هٿي ٻيهندءِ.
اهڙي ڪم مان هي يار ڪين ڄاڻي. پر ياد رکج تہ
آءٌ هينئر سنڌ جي هندوءَ جي ڳالهہ ٿو ڪريان ۽ سکن،
راجپوتن، نايرءَ ٻين قومن جي ڳالهہ نٿو ڪريان، جي
بهادر قومون آهن. سنڌي هندو مرچوٺ بہ هڪڙائي
آهن. ٻت ۾ لوُڪڙ، هٿ جو ڪنجوس ڪمبخت اڌ
اُگهاڙو آهي. لکن جو خاوند هوندو پر سادي ماني ۽
ڳڙ ذريءَ تي گذر پيو ڪندو؛ هوڏانهن هو مسلمان يار
بہ چار روپيہ ڳنڍ ۾ ٻڌي موجون پيو ماڻيندو ۽ ريشم،
مخمل، گهوڙن ۽ ناچڻ پٺيان رقمون پيو اُڏائيندو.
ڪفايتي ڏايو، پر ڪفايت سان گڏ اُورچ ۽ آدمي بہ

هڪڙو ئي هوندو. تانجو نيٺ هندوءَ جي ڪيڏ مسلمان
زور تي غالب پئجي ويئي. تنديا اُمير، يعني چئن يارن جا
پٽ ۽ پائٽيا انهن "ڪافرن" جي مدد کانسواءِ پنهنجو
خسيس ملڪ سنڀالي ڪين سگهيا: حاڪمن جو ڏرجن
انگلنڊ ۽ ويلاس جيتري ملڪ جي ڪاروبار کي پهچي
ڪين سگهيو، تڪي ڪي پنهنجي ڪين جهڙي آمدني
وصول ڪري تي سگهيو. آهستي آهستي اميرن جي
اولاد کان پرهيز، سنجيدگي، نيڪ اعماليءَ جون جابلو
خصلتون سڀ وسري ويون؛ ڪم ڪار جو وقت
عيش عشرت ۾ گنوائيندا رهيا، تانجو جاگيرن جي ۽
وقتي رعيت جي سار سنڀال انهن کوٽن واڻين گماشتن
جي هٿن ۾ خوشيءَ سان ڪٽي سونپيائون. تنهنڪري
اميرن جي ايام ڪاريءَ ۾ به هندو ۽ مسلمان ٻن متفرق
درجن ۾ ورهايل هئا، هڪڙا لهڻيدار ۽ ٻيا قرضدار.

هن برهم جي پوڄاريءَ ۾ بس ساڳي خصلت آهي
جا اڪثري وچولي ۽ هيٺئين درجي جي اسڪاچمين
۾ نظر ايندي آهي؛ ٻيا جيڪي رڳو چوندا آهن سو هي
ڪري ڏيکاريندا آهن، يعني ته پنهنجي رت جي چڪ
تيندي اٿن. اجا ڪو هندو پير مس کوڙيندو ته مٽ
مائٽ، ويجها ڏورانهان، ويندي ويهين پيڙهيءَ جا سوٽ
ماسات ڪاهي ايندو. پر اينتري ۾ راضي ڪين تيندو،
وقتي مائٽ ڪٽي پون، پر نيات پائي ڪٽرط جا نه آهن.
انهيءَ ريت سڀئي حاڪمن ڪي عملدار، ڪاردار

منشي، منتري ويڙهي وڪوڙي ويا هئا؛ سڀ ساڳين خيالن جا، سڀ ڪين ڏهڻ پيڙڻ لاءِ ۽ ڦبي وڃين تئن پاڻ ۽ پنهنجن ڪي ڦبائڻ لاءِ. انهيءَ ڪلي ڪلائي ٻڌيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو هيڏي اختياري هوندي، سڀڻن ۾ ٻليون وجهندي، زوري طهرون ڪرائيندي به امير چورين نڳين کان بچيل نه هوندا هئا ۽ اهي نڳيون به اهڙيون ٿالهي ٻڌيون جو ٻڌندي تپرس پيو ونئي.

عاملن، يعني سرڪاري عملدارن جو درجو مسلم حاڪمن جي جهالت ۽ مورڪتا ڪري ئي پيدا ٿيو. اهو درجو هلنديءَ وارو ۽ ماڻهن ليکي سنڌي هندن ۾ گهڻو 'آبرودار' درجو هو. عامل ٻين هندن کان پهرويس ۾ ئي پڌرا آهن...... ڪڻڪ رنگا، خوبصورت، سوُڌن روشن وارا، ۽ گوشت کائڻ ڪري ٻين هندن کان ٻت ۾ مضبوط؛ منائي ۽ گهر جي شوق ڪري اَلبت ٻت ۾ منارا، سهڻي ڏيل ۽ ڏيک ڪري هنيلا، ۽ عمدن ڪپڙن جا نهايت شوقين آهن. روشن ۾ مسلمانن کان نيارا جنجو مهاندو ڪائڻن وڏيڪ چربدار ٿو ٿئي. نڪ سڌو جهڙي آمي جي ڦاڙ.

عامل جي ڪتابي تعليم مختصر ٿي ٿئي. بالڪپڻ ۾ آخوند جي مڪتب ۾ وڃي لکڻ پڙهڻ سکندو. يعني ته اها فارسي سکندو جا هند سنڌ جا تعليم يافته فارسي سمجهن ٿا. فارسيءَ جا اُچار به اهڙائي ڦريل

ڪندو جهڙا ڪو انگريز فرينچ ٻوليءَ جا ڪري.
اِصطلاح بنه غلط، ڇو جو وياڪرڻ رٿيندي نه فعل نه
اسم جي بوجهه پونديس. لفظن جي استعمال ۾ علمي ۽
دهقاني، نوان ۽ غير مروج، بازاري ۽ مڪاني گڏي
سڏي ڳڙٻڙ ڏاڍي ڪري ڇڏيندو. هڪيو تڪيو لفظ نه
ملندس ته فارسي حرف پنيان سنڌي اٽڪائي ڇڏيندس.
مطلب ته شيرين، بلند ۽ پُر معنيٰ فارسي ٻوليءَ جي
بي قاعدي اِصطلاح مان ڪي ڪين ڄاڻي. پنهنجي
بي ڊؤلي مادري زبان جي عبارت هوُبهوُ فارسيءَ ۾
ترجمو ڪندو، تنهنڪري سندس گفتگوءِ نهايت ڪل
جهڙي ۽ غلط هوندي آهي.

فارسي لفظن ۽ سٽن جي واجبي موُري حاصل
ڪرڻ کان پوءِ عبارت، عريضي نويسي ۽ اِنشا تي ڪتاب
پڙهڻ شروع ڪندو آهي. خط ڪيئن شروع ۽ پوُرو
ڪجي تنهن بابت اشارا برزبان ڪري ڇڏيندو. ڏاڍي
محنت سان نموني نموني جي عبارتن ۾ فرق سمجهي
وٺندو ته 'اعليٰ شان' اميرن، سڪر ماڻهن ۽ شريڪن
سان اڪثري لڳائبو آهي؛ 'اعليٰ جاهه' آبرودار ۽
زيردستن سان استعمال ڪبو آهي...... پوءِ هڪ ٻه
شاعر، هڪ ٻه داستان پڙهي ويندو ته وقت سر مڄهانئن
ٽڪر ڏيئي پنهنجي قابليت ڏيکاريان. مختصر انگي
حساب سکڻ کان پوءِ سندس پڙهڻ ختم ٿو ٿئي. هاڻي
اسانجو عامل، مائٽ يا نيات ياڻي جي ڇوُڇاءَ تي

ڪنهن دفتر يا سرڪاري آفيس ۾ وڃي مهرن، منشين جي ٽوليءَ ۾ پٺ تي ويهي، ڪم سکڻ لاءِ موڪل ونندو. روزگار لاءِ محتاج سو پنهنجي ڪم ۾ هرطرح جي حرفتن ۽ اٽڪلن سکڻ ۾ وسان ڪين گهٽائيندو؛ نول هوندو پر اُدم ڪري بالادستن جي نصيحت ۽ اعلمالن مان گهڻوئي پرائي ونندو. ڪين ڪاغذ پٽ پڙهي ٻڌائيندو ۽ وقتي ڪاغذ ۾ ستون، فقرا پنهنجو مطلب بيهارڻ لاءِ ٽنبي يا ڦيرائي ڇڏيندو. جي منتري هوندو ته لکائڻ مهل، بنا هٻڪ، مرضيءَ موجب گهٽ يا وڌ لکي ڇڏيندو. هن خرابيءَ ڪي روڪڻ لاءِ خط وري پاڻ پڙهجي يا ٽيپو سلطان وانگر ڪجي. اهو حاڪم لکي پڙهي ڪين ڄاڻندو هو؛ سو پڪائيءَ لاءِ، فرمان لکائي منشيءَ کي ڪمري ۾ روانو ڪري، ٻئي منشيءَ کان پڙهائيندو هو. جي اکر به اکر درج ڪيل نه هوندو هو ته لکندڙ جو سر لکندڙ لاءِ جواب ڏيندو هو......

اسانجي عامل لڪڻيداس جي مادري زبان سنڌي آهي، پر جنهن صورت ۾ سنڌي ڪتابن کان منهن موڙيندو آهي، تنهن حالت ۾ ڪم چلائو محاوري کان وڌيڪ ڪي ڪين ڄاڻندو آهي. گهر ۾ اپياس گهڻو ڪري ڌرمي تيندو اٿس. جي نانڪ شاهي پنٿ ڏي لاڙو هوندو اٿس ته گورو گرنٿ مان ٽڪر پڙهڻ ۽ لکڻ سکي ونندو آهي. پوءِ پاڻ لاءِ هڪ پوٿي تيار ڪندو، پر اهڙو سست آهي جو نه گرمکي نه ديوناگري سکندو.

مرڳوئي فارسي ناستالڪ لپيءَ ۾ ڪنهن دوست جي
پوٿيءَ مان ٽڪرا ڳولي لکندو.

## (٢٦) سنڌ جا ماڻهو.

سنڌي، يعني سنڌ جا عام ماڻهو اڳئين هندو قوم
جا پويان آهن، جنسان ايراني، عرب، بروچ، بروهي ۽
پٺاڻن جو اولاد به مليل آهي. شايد انهيءَ ڪري بت ۾
مضبوط ۽ ڏسڻ ۾ طاقت وارا آهن؛ مگر مڪاني سببن
ڪري چڱين قومن سان ميل به حقيقت ۾ سنڌن اولاد
کي ڪين سڌاريو آهي. سنڌن چهرو ڳوڙهي خاڪي
رنگ کان ويندي ڏکڻ يورپ جي ڪاري زيتوني رنگ
جهڙو آهي. روش اڪثري ڪرا ۽ نفيس، سوُڌا ۽ موچارا
ٿيندا اٿن؛ پيشاني، هندوستان وانگر ننڍڙي نه، پر
گول ۽ اونچي: مٿو ناهوڪو، اکيون، وار ۽ ڏاڙهي،
خاص ڪري پويان به نهايت عمدا اٿن.

ڪن صدين کان سنڌين جو سنڌ ۾ اُهوئي حال ٿيو
آهي جو انگلنڊ ۾ اُتر مان ڪاهن ڪري سيڪسن قوم
جو ٿيو. تنهنڪري بدني طاقت هوندي به سنڌن همت
الهندي هندستان جي رواجي ماڻهن کان به گهٽ آهي.
هيءَ سچ پچ جيتيل هيسايل قوم آهي. گرم ۽ گهميل
آب هوا واريءَ ماٿريءَ ۾ رهڻ ڪري، سرد ۽ سڃن
ملڪن ۾ رهندڙ اوسيٰ پاسي جي ڇابلو ماڻهن کي منهن
ڏيڻ ڏکيو ٿين تنهنڪري نه ڪاهون جهلي سگهيا، نه

ڪاهيندڙ ڪي تڙي سگهيا. هيئنر ڪين ڏسبو تہ جئن تاتاري اڳيان ڇيني تئن پناڻ اڳيان سندي پاڻکي اهڙو ذليل ڪري ڇڏيو اٿن جو نفرت جا لائق ٿي پيا آهن. نہ ڪا آس اُميد اٿن جا ڪين ڪم ۾ جوش ڪڍي ڏياري. هوُبہ هوُ غلام ٿي وينا آهن.

سنڌين جا مکيہ ڌنڌا مال مويشي ڌارڻ، کيتي ۽ پورهيو ڪرڻ. پرڳڻي اندر خراب ۾ خراب زمينون، يعني واهن جي پڇڙين وٽ، سندن ئي آهن. اِتي موڪ جو پاڻي مشڪل تو پهچي، ڇو جو منهن وٽ جاگيردار ڪاٽين ڪڍڻ لاءِ نتا پئسو خرچ ڪن ۽ نتا ڪا بي تڪليف ون. هڪ ئي علاج آهي - مهڙ وارن جون جاگيرون ۽ زمينون ضبط ڪرڻ. بيو تہ هننجون زمينون خشڪيءَ توڙي پاڻيءَ جي واٽن کان پريرون آهن؛ سبب جو پروچ سردارن ۽ سندن خدمتگارن آباد ۽ پليون زمينون پاڻ ڪڍي هٿ ڪيون.

سنڌي مسلمان اڪثري غريب مسڪين ٿا ٿين. منجهن پئسي جي تنگي ۽ رهڻ جي گندگي ڏسبي تڏهين ڪل پوندي. شاهي رستن تان يا نندين ڪسن تان ڏسبو تہ ڪئين ڪٽنب مٽيءَ مان جُون جا داڻا وينا چونڊين. اسانجي راج هيٺ مسلمانن جي حالت اڳي کان بدتر آهي.

سنڌ جي شهرن ۾ هندو جهجها ۽ ٻهراڙيءَ ۾ مسلمان جهجها آهن. هندو پونجيءَ وارا ۽ مسلمان بازن جي پورهئي وارا آهن. ڪي جزوي ضلع آهن جتي آبادگار

ڪتل ڪاٺل نہ آهن. جيئرا آهن جو لهڻيدارن هر ويرو گهٽيو نہ اٿن ۽ جيئرو ڇڏي ڏنو اٿن. سنڌ ۾ ٻنيءَ جو هي حساب آهي: پيدايش جي ٽين يا اڌ پتي امير جي. ٻچاو لاءِ حاڪم جو حصو جنس ۾ ڏبو آهي. باقي ٻن پتين تي ٻئي فصل تائين پاڻ ۽ ٻچا پالڻا ۽ ٻي پوک لاءِ ٻيجو رکڻو اٿس. هاڻي آبادگار ٻچائي سو ڇا مان ٻچائي؟ پر جي ٻچائي سگهي تہ بہ ڇو تہ ٻچائي؟ سو جڏهين ٻج خرچ گهربو اٿس تہ ويجهي شاهوڪار ۽ وڪيل وٽ، هندوءَ وٽ، گهڙي ويندو آهي. پوءِ مٺاڪتي، سؤ سيڪڙو پري، ٻيو فصل گروي رکي، گهرج سارو اَن اوڌر تي وٺي ايندو. هاڻي سمجهو تہ هڪ وار قاٺو تہ هميشه لاءِ قاٺو.

پلا لکي پڙهي ڪي ڪين ڄاڻي، سو جاهل جي جهالت جو وجهہ وٺي لهڻيدار حساب اهڙو منجهائي ڇڏيندو جو ٻيو ڪو ڪونہ سمجهي. تانجو قرض ور ور ڏيئي لاهيندي بہ ويچارو ساڳي رقم پيو لاهيندو. هندوستان جا سڀ زرعي قرض آبادگارن جي سهائتا لاءِ هڪدم لاهڻ چاهجن تہ انگلنڊ جي سڄي ساليانی آمدني بہ پوري ڪين پوي. ائين آهي تہ جتي ديسي راڄ آهن اُتي اسان ڪان وڏيرو عملو رکون ٿا، ۽ پيدايش جي نيڪال لاءِ خريديءَ جو وڏيڪ پورو انتظام ڪن ٿا ۽ پيو تہ اُتي زمين جي پل بہ وڏيڪ سولائيءَ سان معاف ڪيو ڇڏين ۽ دائمي جهڳڙن ۽ جنگين جو هڪ

فائدو هي آهي تہ زمين ڪجهہ وقت غيرآباد رهي ٿي. پر خاص حالتن ڪري مٿ پر انگريزن جو راج ڪروڙها هندن مسلمانن تي ٿي ويو آهي ۽ هرندو. اسانجي راج جو سرشتو بہ نهيل نڪيل، ڪل موافق، قهري آهي، تنهنڪري حاڪمن توڙي رعيت ٻنهي لاءِ نقصانڪار ۽ نا گوار آهي.

هوڏانهن هندوءَ جي هٿ ۾ قلم لوهہ جي شيخ مثل آهي، جا ڏسي ڪمبخت سنڌي ڏکيءَ ڪنبي ٿو. اُپرندي ناري طرف گشت ڪندي هي حال ڏٺم: منهنجو تنبو هڪ واهڻ وٽ لڳل هو. تن ڏينهين ڳوناٺا ويچارا هرڪنهن گوري کي حاڪم سمجهندا هئا. ڪو ايندو هو تہ هڪدم اچي ٽوپلي ڪوٽ جا سلامي ٿيندا هئا. سو مون وٽ بہ مڙي آيا. نيٺ هڪ اُنهيءَ قوم جو آيو جنهن قؤم کي، خبر نہ آهي ڇو، نماڻيءَ نرم دل سڏيو اٿن. مون وٽ هڪ ڪنجوس، ڪنور دل واڻيو نيچ ننوائي اچي بيٺو. بت ۾ ليڪڙو، شڪل ۾ شودو، جنسي شڪلاڪ جي مورت هو. هڪ گڏهڙي تي اُگهاڙي پٺيءَ ويهي، پير لپ لپ ڪندو پئي آيو ڇڻ ڪو بنمانس باندر هڪ نيوفائونڊلنڊ جي ڪتي تي چڙهي پيو اچي. گڏهہ تان لهي، اڳيان بيهي، ادب سان هٿ ٻڌي، فرياد ڪرڻ لڳو ته ”فلاڻو هاري هڙو تهڙو، منهنجو لهڻو مونکي موٽائي نٿو ڏئي.“

پڇيم تہ ”ڙي اَن ضبط ڪيو اٿيس؟“

جواب، "هائو سائين، پر تنهنمان قرض نٿو لهي."

س- "مال مويشي وڪيو اٿيئي؟"

ج- "سو به برابر، منهنجا حاڪم، پر پوءِ به قرض نٿو لهي."

س- "جوٽس جا زيور، ٻارن جا ڳهڻا، ڪپڙا لٽا، سامان سڙو، هٿ ڪيا اٿيئي؟"

ج- "سو به ڪنيو ن اٿم، پر ڪٽنل جي گهران هٿ ئي ڇا ايندو؟"

س- "ڇني ڇپر مان به ڏڪي ٻاهر ڪيو اٿئيس؟"

ج- "حاڪم هاڻ جهنگ منهن ڪيو وينو آهي."

"تڏهين ڙي ليڙ پيه ٻڌاءِ ته باقي آءٌ ڇا ڪريان؟"

مطلب ته مشرق ۾ اهڙيون حالتون دل ڏاريندڙ آهن، ۽ ٻڪ اٿم ته ١٨٧٦ کان اڳ جي مسلمان هندوءَ جي ستم کان بچايو نه ويندو ۽ ڪو قاعدو يا ڪنهن نموني جو ڪٽنل ڪاتو ڪڍيو نه ويندو ته بنه زبون ٿي ويندو.

سنڌيءَ جي روز مرهه جي خوراڪ ٿلها ۽ ڪچا ٻاجهر جا ڍوڍا. اٽو ٻاڙيءَ سان ملائي، ڳوهي، ٿقي، دانگيءَ تي پچائيندو آهي. سائيرو رنگ ڇتان سڙيل گهه، ڪائڻ تي دل ئي نه پيئي ٿئي. هيءَ خوراڪ گرم سمجهبي آهي، تنهنڪري عام ماڻهو سياري ۾ اڪثري ٻاجهريءَ تي ئي گذر ڪندا آهن. هوند وارن لاءِ ته

طرح طرح جا طعام آهن. ڪٿين اَناجن مان نهيل ۽ ٻيءَ ٻيءَ طرح پڪل: ٻسريون آهن، جنجو سواد مکڻ مکيل سيڪيل ڊبلروٽيءَ مٿان ڳـڙ لڳل جهڙو ٿيندو آهي. عام طور ته نج کيرءَ پاڻي پيئندا آهن. شوقينن لاءِ پلاهه، جنهنکي ترڪيءَ ۾ 'پـلاف' چونـدا آهن. اهي طعام فارســي نموني تيار تـا ٿين ۽ منجهن گوشت، مڇي، ڀاڄيون، ميوا، وغيره وجهندا آهن. چلم هرڪو ڇڪي ۽ هن طرف جي چلم ڏسڻ جهڙي آهــي. هينان وڏو گول نڪر جو ٿانو، جنهنکي ڊگهي سنهي ڳچي ٿي ٿئي؛ انهيءَ ڳچيءَ ۾ گوءِ، جنهن مٿان ڊبڪ جيڏو قـل، ۽ قل ۾ ڪين ته ٻه ائين ڏهن تولن جي تماڪ جي ڳوٽي ٿا وجهن. دونهون پاڻيءَ مان لنگهائي نـڙ مان ڇڪبو آهي. تماڪ جا ٻه ڪٿين قسم آهن: عمدي ۾ عمدو شڪارپوري تو ٿئي، جو چڱي طـرح تيار ڪجي ته وٽج ۾ خوب هلي. هوا کان بچائڻ لاءِ تماڪ پيپن ۾ بند ڪري مٿان تڏن سان ٻڪيندا آهن، جنهنڪري ڏپ جهڪو ٿيو وڃيس. اڳي رڳو ڇڪبو هو؛ پر هاڻي بمبئي جي پارسين وانگر ماڻهو ناس ڏيڻ ٻه سکيا آهن.

سنڌيءَ جي ذليل حالت جو هڪ مکيه سبب هي آهي - نشي ونڻ جي علت. سڀ فرقا ۽ درجا، ننڍا وڏا، زالون مرد خوب پيئاڪ آهــن؛ ڪي ڏرمشت ماڻهو ۽ نيڪ زالون چٽل آهن...... مگر دارون ۽ آفيم مٿئين درجي جا ماڻهو پيئندا آهن، جي ئي شوق ونى

سگهن ٿا. عام ماڻهو ته پنگ پياڪ آهن ۽ اهڙا علتي تي
ويا آهن جو اُنهيءَ کان سواءِ سري ئي نه. سيني وڏن
شهرن وٽ دائريا آهن جتي پياڪ روز ڪليو ڪلايو
وزم لاءِ اچي مڙندا آهن. اسانجي سرڪار ڇگو جو پنگ
تي پل وڌي آهي، جا ميرن جي وقت ۾ ڪوبه پوڪي
گهوٽي پيئي سگهندو هو. منهنجي خيال ۾ دائرين کي
به ليسن ڏيڻ يا بند ڪنهن نموني بندش رکي سندن
تعداد گهٽائڻ کپي، جئن ته پنگ ماڻهن لاءِ نهايت
نقصانڪار آهي. جڳهه اندر هڪ ئي وڏي ڪليل ڪوني
هوندي؛ اڳيان نازبون ۽ بين خوشبوءِ دار ٻوٽن جو باغ
ٽڪر، ٻاهران اُوچي پيت جئن لنگهندڙن جي اندر نظر
نه پوي. پر شاهي درخت ۽ ڪلنڌڙ چشمو جتي ايراني
عشق بازي ڪرڻ چاهيندو آهي سي موجون سنڌ ۾
ونڻ وارا ڪونهن. سڀ لٽو، ڪم پورو ٿيو ۽ ”پنگي“
(اهو نالو خود پياڪ به هلڪو ۽ بدناميءَ جو سمجهندا
آهن) مڙندا ويندا. هرڪو پنگ لپ ۽ ڏنبو ڪونبو،
وغيره ڪٺي اچي پنگ جي لهه تي مڙندو. پوءِ مزي جو
اَڌ ڪلاڪ واجهائيندي نباهيندا، پنگ جا پن ٽن پاڻيءَ
۾ ڌوئي، هٿن ۾ نپوڙي، سارو وقت پيا دعائون پڙهندا.
خوب گهوٽيندا، ڪونڊي ۾ پاڻي يا کير گڏيندا ۽ اُگري
شيءِ کي منو ڪندا. پيئڻ جو وقت ويجهو پوندو ويندو
ته دل کي راحت ڏيندڙ پيچ ڏسي خوشيءَ ۾ نه پيا
ماپندا. پنگ پيئڻ يا چڪڻ ڪانپوءِ مؤج ۾ اچي چلم کي

لڳندا. سوٽا پريندي نشو چاڙهڻ لاءِ هو توري منائي کائيندا يا ٽاڏل لاءِ ڦلاءِ ۽ ونگا کائيندا. اڏ ڪلاڪ ڪن کانپوءِ مستيءَ ۾ ايندا ۽ هرهڪ پياڪ تي نرالو اثر ٿيندو. ڪو گوڏن تي ٻانهون ٻڌي پٽ تي موتو ٿيو وينو هوندو ۽ جٿن پيو ڪنڌ لٽڪائيندو تٿن چرندڙ ٻڪر وانگر پيو ٻ گهي ڏاڙهي ڏوڏيندو. پاسي وارو يار ڳائي جو شوقين هوندو، ته اهو وري پنهنجي ئي موج لاءِ سر پيو آلاپيندو. ڪو وري تنهائي ڳوليندو ته مٿان چادر تاڻي، گوشه نشيني اختيار ڪري، ”ڪين“ جي مضمون تي ويهي ڳُوڙها خيال پچائيندو. ڇوتون وري اجائي ٻڪ شڪ ۾ وڃي پوندو. پنجون جوش ۾ اچي ٽچڻ ٽپڻ لڳندو ۽ جي گرم مزاج هوندو ته هڪ ٻئي جي ڪوپري اُتي پڃندو. باقي ٻيا ڳوڙهه پياڪ، سانت ۾ وينا نهاريندا، وقتي گپور هڻندا، هڪ ٻئي ۾ زٽ هڻي پاڻ وندرائيندا. زٽ به زٽن جهڙا. اُپ پيا ڦاڙيندا، اهڙا جو نه ڪنهن ٻڌا نه سُيا. محفل جي هڪ خوبي هيءَ ٿيندي آهي: ڪنهن هڪ جڻي ڪنگهيو يا ڇڪ ڏني، يا ڪڻي ڪليو ته سڀ گڏجي ڪنگهندا، ڇڪوُن ڏيندا ۽ ڪلندا! جو ڏسي تماشبين عجب ٻيا کائيندا، ۽ محفل اٽڪل ۸ ٻجي سانجهيءَ جو برخواست ٿيندي، جنهن مهل سڀ ملؤل منهن ڪري رولؤ جنؤن وانگر گهر ڏي موٽي ويندا......

سنڌ ۾ ڀنگ پيئڻ ڪري سنڌيءَ ۾ سستي، بزدلي، ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ لاف مارڻ جهڙيون خرابيون سياويڪ ٿي پيئون آهن. ڏنار سارو ڏينهن وڻ جي ڇانو ۾ وينو حقو ڇڪيندو، ڀنگ پيئندو، گهرت ڪائيندو ۽ ٿڙ وڄائيندو. واهن تي ڪاٺي ڪٽيندڙ ڪامورو سو به هلڪي پاهوڙيءَ سان متي ڪوڙي، ننڊڙو ڏلهو پري متي ڍوئڻ لاءِ ڪيٺلي وانگر پيو چرندو ۽ پيري پيري سان سهڪندو ڪنجهندو وهندو ۽ حقي سان پاڻ تازو ڪندو. ڀنگ جي ٽيم لاءِ سڄ لهڻ لاءِ پيو واجهائيندو. درياهه تي تنهنجو ملاح به اجازت وٺي، پيو پياليون چاڙهيندو، باقي ڪم جو اونو ڪين ڪندو. هر تي چا هاري، چا شڪاري، چا مهاڻي، چا پورهيت، چا دڪاندار سيٺي جو ساڳيو ئي حال آهي......

اڳين ڏينهن ۾ مغل حاڪم راڄنيتي ڏهارين ڪي روز اُٿڻ سان "پست" جو پيالو پياري سندن مغز خراب ڪندا هئا. هڪ به سڪل پست جي ڏوڏي گرم پاڻيءَ ۾ ٽهڪائي، ساري رات ٺاري، صبح جو اُٿي سڀ رس نچوئي ڪڍندا هئا. گرميءَ جي موسم ۾ اهو ٻيهر ٺاري پياريندا هئا. واهه ڙي هندوستاني تنهنجي نزاڪت. منو ڪري، خوشبوئدار ڪري بدبخت کي ڏيندا هئا. ٿورن ئي مهنن اندر ويچارو ڳرڻ سڙڻ لڳندو هو ۽ مغز هيٺو ۽ نستو ٿي پوندو هوس؛ اهي اَرڪان وڏندا ويندا هئا جيسين وهه ڪيس وهاڻي ڇڏيندي هئي. پر

جي ڪري بخت ڪيس تخت نشين ڪندو هو ته ڪي هفتا پست جي روزاني سٽي ڪٽي بند ڪندا هئا، ۽ اڪثري سندس مغز کي ڪو دائمي يا عضوي نقصان نه رسندو هو. خبر نه آهي ته ڇو هيءَ آفرين جهڙي تدبير يورپ ۾ حاڪمن داخل نه ڪئي آهي؟

نيرڻ کان اڳ پيئڻ بدران منجهند جي کاني کانپوءِ پنگ وٺڻ ڪري، پياڪ کي نقصان ڪجهه گهٽ ٿي ٿيو. پر سندس صحت، بدني توڙي دماغي ڪجهه نه ڪجهه ضرور بگڙي ٿي. پنگ کان نرالو آفيم ”بهادرن جي سرڪي“ سمجهيو ويندو. اڪثري ”ڪسمبو“ ناهي پيئندا آهن. گهربيل انداز کانسِ جي ڏيڍي سان ڪنهن ڏاتوءَ جي برتن ۾ سنهو پيهي، ڪپڙ ڇاڻ ڪري پيئبو آهي. ”ڪوڙي همت“ پيدا ڪرڻ لاءِ ”ڪسمبو“ اڪثري وٺندا آهن، ۽ مياڻيءَ جي جنگ ۾ بروچ تلوار بازن جن اسانجي بن سپاهي رجمنٽن کي ڀڄايو، تنجي همت به قدري نشي ڪري هئي.

گذريل پيڙهيءَ جي اِتيلين وانگر سنڌين به اباڻي ۽ قديمي غلاميءَ جو بوجو محسوس ڪيو آهي. جو انگلو اسڪينڊينيوين ۽ انگلوسئڪسن وانگر منجهن سيني جو زور ۽ اها عجيب ڪاهلي ڪانهي، جنهنڪري انهن اتر جي ماڻهن حاڪمن جي زور زبر کي هيسجڻ بنا منهن ڏنو. غلام قوم هريرو بزدل ٿي ٿئي. نيو بيا

۽ ٻيا آفريڪا جا غلام ڏسو، جنکان وڌيڪ اَڻ ٽر، ڇڏو نڊر مڙس دنيا ۾ ڪين لڀندا. پر سنڌي طبع ڪري بزدل آهي، هنجي گيدپائي تن توڙي من، ٻنهي جي آهي. پر جيڪي سنڌين لاءِ چوان ٿو سو جبل جي جهنگلي قومن سان لاڳو ناهي عمدي آب هوا ۾ رهي، خوف کي منهن ڏيندي ٻيون قومون، مثلاً جکريا ۽ بروچن جهڙا بهادر ٿي پيا آهن. مشرقي توکل ۽ اسلامي دليري جي مثالن هوندي ۽ لاڙي (Lowlande) ماڻهو موت جي ڳالهه يا خيال کان ٻنه ڪوُ ڪائين ٿا ۽ پنگ چاڙهيندي بندوقن جي سنگينن کي منهن ڏيڻ لاءِ رواجي همت ۽ نٿا ڌارين.

دپ وچون هميشه خبردار رهڻ ڪري ئي شايد اهڙا ڪوڙا ۽ ڊاڙي ٿي پيا آهن. دغا ڇو ٿا ڏين جو ايمان رکڻ کان دجن ٿا؛ ڪوڙ ڇو ٿا ڳالهائين جو مطلب ٻنا يا موچڙن بنا سچ چئي نٿا سگهن؛ اُپ ڦاڙين ٿا ڇو جيڪي ڪري نٿا سگهن سو واتان چئي پاڻ خوش ڪن ٿا. تانجو اها عادت، خاص ڪري مشرقين ۾، اهڙي زور پڪڙيو وڃي جو قدرت ۽ طبيعت جي خلاف سب جو وڌاءُ ۽ اُناءُ ڪرڻ بنا رهي نٿا سگهن. ڪشتيءَ جو تنديل ڳن موڙيندي، هيٺي ڌڪ هڻندي ۽ چوندو ته ”شاباس پهلوان!“ ڏهه پنڌ رهن اڌ ننگا گنوار ماڻهو ڪو گندو واهڻ وسائيندا ته اُنهي کي ”شهر“ ڪو نيندا. خسيس قوم جو سردار پنهنجي نيچ نالي اڳيان ’مالڪ‘

جو لقب ٿنبيندو. اڌ درجن بندوق باز جو ٽڳڙي پوش
بدرقو پاڻکي ”لشڪر“ سڏيندو، ڪنهن امير جي
محل ڏي گهوڙي تي سوار ٿي ويندين ۽ پاڻسان هڪ
خذمتگار وٺي ويندين، ته سئس کي ”سوار“ چوندا.
ٻناڪ هٽندو ته منهنجي قوم ۾ پنجاهه هزار مڙس آهن،
سيپئي رستم، ڇٽو ڇٽو جُنگ جوان، جنگ جو ڏاڍو
ڪوڏيو آهي. پر هٿ ۾ ڇهبُوڪ ڪڍ ته اهو رستم
هلڪن هٿيارن سوڌو پڇ پائي اُٿي ڀڄندو، ۽ لاڙ جي
سپڪنهن درجي جي سنڌيءَ جي ساڳي حالت آهي.

تنهن هوندي به هن پاسي ماڻهوءَ جو اهڙو مختلف
سياءَ آهي جو سنڌي توڙي بروچ توڙن روپين لاءِ
”بدلي“ قبول ڪندا. بدلي، يعني ٻئي لاءِ عيوضي.
خون نه ڪيو هونڌائين تنهن لاءِ خونيءَ کان پيسا وٺي
پاڻ ڦاهي چڙهندو. انگريزن کي جيسين هن دستور
جي ڪل پوي- ۽ سر چارلس نيپيئر کي ته اعتبار ئي نه
پيو اچي- تيسين ڪئين بي گناهه ماڻهو موت جو بڪ
وجي ٿيا. هڪ پيري ”بدلي“ کي سڏي پڇيم ته
کهڙي ڪٺيءَ ڪنيو ن اٿيئي؟ چي سائين! سڄي عمر مسڪين
رهيو آهيان. پيٽ بکيو آهيان، زال بار به اڌ پيٽ تي
آهن. قسمت اهڙي آهي، پر هاڻ عمر ٿٺو اچي. ايائي
سؤ روپيا مليا اٿم. پنجاهه روپيه خرچي سوادي طعام
نهرائي، موت کان اڳ پيٽ پوري ڀؤ ڪندس. باقي
بارن ٻچن لاءِ موڙي ڇڏي ويندس. پيو ڇا ڪيم سائين؟“

## ٢٧. هندوُ زالون — ا

يورپ جي يهوداڻين وانگر سنڌ ۾ هندوُ زالون مردن کان وڌيڪ حسين آهن. سوڌا روش، عمدو ڏول ۽ سهڻي شڪل اُٿن. هندستان ۾ ٽئين هت ڪي اُين ڪلهن سان آهن. اڪثري چمڙي سنڌن ڪٺڪ رنگي، صفا، ڳلن ۽ هٿن جي ترين تي ٿڌو گلابي رنگ ۽ ڏسبو آهي. مگر اکيون ته حيرت جهڙيون اٿن؛ ڇڇي ڪٽي ته روشن ۾ اهو روش اٿن. شايد انهيءَ ڪري ئي سچو بدن پکي رڳي" اُکڙي " ڪيئنديون آهن، پر اَفسوس جو سنڌن سونهن ٿوري چٽڪي واري آهي. جنکي ڪاڌي پيتي لاءِ خوب تو ملي ۽ ڪم ۾ هرويرو ڳهٽو نٿو پوي سي ته جلد مينهن وانگر بوفليون ٿيو پون. سادي خوراڪ، ڪليل هوا، هلڪو پهرويس (يعني اڇي چادر، ويڪرو چولو، ڍگهو ۽ جهولدار بوُنديءَ جو ڳاڙهو پڙو ۽ وقتي سليپرن جو جوڙو) کين ڪئين روڳن ۽ اهنجن کان بچائي ٿا وٺن.

هندو زالون نه رڳو مسلمان زالن کان وڌيڪ پڙهيل پر عيش عشرت جون ۽ اهڙيون ڪوڏيون نه آهن. ڳهڻا پهري زال ذات جو نخرو ڪري من هريندڙ آهن. ڪن ۾ ڳن، نڪ ۾ نت بولو، ڪرائيءَ ۾ ڪنگڻ، آڱرين ۾ مٿيون، ويڙهه، مڙن ۾ پازيب، پيرن ۾ بنڊڙا ...... ڳچيءَ جي هارن ۽ ٻانهن جي لچن يا رنگين چوڙن جو ته ڪاٿو ئي ڪونهي.

بندش هوندي، موچڙن جي ڏر هوندي ۽ اشراف، مهنتي ۽ قربائتيون آهن. اولاد لاءِ اُڪنڊهہ- اها مشرق جي زالن جي خوبي- من جي مکيہ ڪامنا اٿن. مگر اهو پيار گهڻو ۽ اُجهل هجي تہ ۽ وڻندڙ آهي. هندو ماءُ جو ٻار، سو ۽ وري پٽ، سنڌس لاءِ جڳ ۾ سيڪي آهي. جمڻ جي گهڙيءَ کان وٺي ڏينهن رات سندس پاسو ڪين ڇڏيندي. اَڻ هوُند واري، ٻار ٻديءَ تي تي ڪٽي، وڃي ڪم تي چڙهندي؛ هوُند واري سڄو ڏينهن هنج ۾ وهاري پيٽّي سکيو وقت ڪاٽيندي. ڇڱو ڀلو هوندو تہ تيل سان آڌي سندس بت عضوا ناهي سوڌا ڪندي. ناچاق هوندو تہ سوڪهڙا ڪڍي، اوجا ڳا ڪري، هر طرح پنهنجي جيءَ کي جفا ڏيندي. ڳالهائيندي تہ پيٽّي ايشور کان ٻار لاءِ آسيس گهرندي. انهيءَ نيهن جو زور ٻار ڪڙو ڙو تونّي، تہ ۽ نٿو گهنجي.

## (٣٨) سنڌي زالون — ٢

سنڌي زالون چنبيليءَ جو يا ٻيو ڪو خوشبوئدار تيل مکي، گول پيشانيءَ مٿان، ٻ گهڻ ڪارن لسن وارن کي، ٻن وڏين چڳن ۾ ڪوئر ۽ پاڻيءَ سان لڳائي ڇڏين. پنيان سڀ وار گڏي، چوٽي ڪن، جا ڪمر تائين پيٽّي لٽڪي. منجهس اُڳنڊ وانگر ٻاڙهو ريشمي چڙو منهن کي ڏاڍي رؤنق تو ڏئي. ناهوڪي مٿي لاءِ ٻيو ڪهڙو سينگار کپي؟ اکيون وڏيون ۽ آبدار، بادامي ڊؤل

جون، رنگ جهڙو سنگ سليماني، ٻنمٽيون ڏکيون ۽ نمندر، نهايت عمديون. تنهن کجل جي کهڙي تعريف ڪجي جنهن ۾ اهڙا رتن پيا ٻهڪن، جنهن ڪري اکين جو ڏؤل ئي اُور ٿيو پوي! ياءِ ته سڄي منهن ۾ آهن ئي اکيون! ڏيئي جي ڄڀيءَ مٿان ڇُري جهلي، ڪارنهن گڏ ڪري، شيشي، ڪاٺ يا شيهي جي سٽيءَ سان اکين جون ڪنڌون چٽيندڀون آهن. مرد وري سنهو پينل سرمو پسند ڪندا آهن. زالون نرڙ ۽ ڳلن تي ڪپه جي ڦهي سان ذري پينل اُبرق اِئين هڻنديون آهن جو پريان جڙ پکهر جون ٻوندون پيٺون چمڪن ۽ هنن ليکي اِئين چمڙي نمڪ واري ٿي لڳي. اِهو ڪراهت جهڙو خيال فارسي شعرن مان ورتو اٿن. مٽي جا وار ميٽ سان ملين. حيدرآباد ۾ ميٽ ڪاڻيون آهن ۽ اِها شيءِ صابڻ جو ڪم ٿي ڏئي. غريب ماڻهو سرهيه جو تيل وجهي، ۽ شاهوڪار گلاب ۽ ٻيون خوشبوئيون ملائي لڳائيندا آهن. زالون ڳلن ڪي لاک جي ذرا لالائي ڏينديون آهن، جا شيءِ مغرب جون نخريليون به چونه لڳائي ڏسن؟

نڪ سڌو جهڙي آمي جي قار، ۽ ناسون نازڪ طرح وريل. توهان جي خبر نه اٿم، پر مونکي ته نڪ تي جو بار لڙڪيو پيو آهي سو ڏاڍو وڻندو آهي. پاسن کان به موتي، وچم ڇوني، سو وري سوني چلي ۾، جهڙو سونو گل. نٿن جا به ڪيترا نمونا آهن: اکثري ٻنهي

پاسي وڏي نٿ يا وچم ٻُولو پائيندا يون آهن. نٿ لاهڻ
مهل لؤنگ يا چانديءَ جي تار ٽؤنگ ۾ وجهي ڇڏين
متان بند نه ٿي وڃي. ڪاري ڏانوڻ جو پٽو چڪي
وارن ۾ اَٽڪائيندا يون آهن ۽ اُنهيءَ جو رنگ منهن کي
ڪٽي ڏيندو آهي. وات اَلبت عياشي، پر ڊؤلائتو.
ڏند ته چنبيليءَ جي مکڙين جون ٻه سهڻيون قطارُون.
هن ملڪ ۾ دندان ساز ڇا جا؟ ڏندن جا مرض ڇا جا؟
سرمي ۾ سٽي ٻوڙي ڪاڏيءَ تي ترڪيندا يون آهن ۽
اهي منهن کي جڻ ٽرنگي سوُنهن ٿا ڏيئن. چپ ۽
مهارُون مساگ جي چوڏيءَ سان رڱين، جنهن ڪري
رنگ اَڻ وڻندڙ پيلو پيو لڳي، پر وري به هندستان جي
مسيءَ جهڙو بدزيبو ناهي. وڏا ڪن ڪين وڻن، تنهن
ڪري ڇڪي پٽي ويڪرا ڪري ڇڏين. هٿن ۽ پيرن
جون پيليون ترِيُون بدزيبيُون سمجهي اُهي توڙي نهن
ميندِيءَ سان لال رڱيندِيُون آهن. هن مشرقي ٻوٽيءَ
جو چمڙيءَ تي ٻن قسمن جو اثر آهي: هڪ ته چمڙيءَ
کي رڱي ٿي، ٻيو ته چمڙي ٻڌي ٿي. يورپ جي ڊاڪٽرُ
پدارٿن کان وڌيڪ ڪمائتي ۽ وار ناهيندڙ آهي. بانس
سڪل گاهه جي، ۽ لڳائڻ ۾ تڪليف ڪانهي. مشرقين
ليکي رَڪٽي خراب ٿي ٿئي، پر اِئين نه آهي. هندستان
مان روانِي ٿيڻ مهل ڪيترِيون ٻانڌليون ٻُج ڏيئي موم
لڳائي ساڻ ڪنيم، ۽ ڪيمپ جي رستي موٽندي پنجن
مهينن ۾ ٻه خراب نه ٿي. تيار ڪرڻ لاءِ سڪل پن گرم

پاڻيءَ يا ڄانور جي پيچيءَ ۾ ڇٽي، ٿورو وقت سج ۾ يا جهيڙي ٻاهه تي سيڪڻ گهرجن. ليپو مٽي جي ڪوڙيءَ ڪانسواءِ ننهن ۽ چمڙيءَ تي لڳائبو آهي ۽ وارن کي صابڻ سان صفا ڪري برش سان ڀاڙن کي چوٽيءَ تائين مکبو آهي. پنجن ڇهن ڪلاڪن اندر تکو سرخ رنگ نظر ايندو؛ پوءِ دمشق جي نيرمان ٺهيل ڪاري ميندي اِهو رنگ بدلالي سائو ۽ نيٺ ڪانوَ جي کنڀن جهڙو چمڪيدار ڪارو ڪري ڇڏيندي.

ٻانهن تي وار گهٽ ذات جي نشاني آهن، تنهنڪري نُورو لڳائي وار لاهي ڇڏين. اِها شيءِ پيلي ٹُوٽيءِ جو هڪ آئوُنس چوُرو ڪري ڇهن جي ڇٽن آئوُنسن سان ملائين تانجو يڪسان پيلو رنگ بيهي. پوءِ گرم پاڻيءَ ۾ وجهي، ليپو ٺاهي لڳائي، منٽ ٻن ۾ وري ڌوئي ڇڏين، نه ته داغ ڪندي ۽ چمڙي به ساڙي ڇڏيندي...

باقي زيورن بابت سنڌي سوُنهن جو شوُق ٻه رڌي آهي. چنديوُن چنبل، ڳن، جهوُمڪڙيوُن، دُر، چندن هار، ڳلپٽا، تائٺ، منڊيوُن، ويڙهه، چوُڙا، ڪنگڻ، تعويذ، سست، ڪڙيوُن، پائزيب، ڇير، ٻندڙا، ٹُورا... شايد سيني ۾ سهڻا ٻيرن ۾ ڇم ڇم ڇير آهن. پيرن جي آڱرين ۾ ميني جي ٻندڙن جو رنگ مينديءَ جي رنگ سان نماءُ ٿو ڪري.

هاڻي هيءَ سنڌ جي سوُنهن چادر، چولي، ڪنجري، سٿڻ ۽ سليپر پائي اڳيان اچي بيٺي اٿيئي. چنبيل ٹوڪيل،

منڊيون پائي، هار پائي، ننهن کان چوٽيءَ تائين مڻين سان جهنجهيل. بيهڪ ۾ ناهوڪي، بت جي لوڏ ناز پري، ڪلها اوچا، نڪي گول نڪي ويڪل. هٿ ۾ ريشمي ڌاڳو، ڌاڳي جي پڇڙيءَ ۾ ڦندڻ، ڦندڻ ۾ ڪٽوريءَ ڪڻ. اِهو ڦندڻ نڙي سان پيٺي ڦيرائيندي ۽ راند ڪندي. ڪيڪارڻ تي ساڄو هٿ (ڏائو پٺيءَ نه) ڪٺي 'سلام' تي ورائي. ڇٽبس ويه نه ڪرسيءَ تي به وهندي. پٽ تي وهڻ جي هير ڪري، ڪرسيءَ تي به هڪ پير چاڙهي وهندي. هٿ سان رومال ڪري بيس (جو به سونهن لاءِ، نه ڪپ لاءِ ڪٺندي آهي) ته اڪثر پيرن سان ڪٺي ونندي. مشرقي سپ تورو ڪي گهڻو چوڻتا آهن. مٿي تي هر هر چادر پيٺي ناهيندي ۽ تنهن ۾ نه رڳو آلس پر ڪجھ نخرو به ڏيکاريندي. گفتگوءِ مان جلد تڪجي ڪڪ تي پوي ٿي. لڄ وچون ۽ گنڀير سياءَ ڪري ڪل چرچو نه ڪندي. باقي حقي ڦوڪ لاءِ پيٺي واجهائيندي. هاڻي فرصت سان حقو ويٺي چڪي ۽ ناز سان پنهنجي ٻانهن ۽ ڪمر ڏيکاري به پيٺي، لڪائي به پيٺي. ايتري ۾ آءٌ توکي سندس رهڻيءَ جو هوبهو مختصر بيان ڏيئي ٿو ونان.

اَسانجي ملاقاتڻ ننڍي هوندي پردي ۾ رهي، جتي ڪٿين پيرا ماڻس ماريو ڪنيو هوندس. وقتي ٻانهينءَ چوريءَ کي چڙ پيو يا ساڻس چنڪتائي ڪٿي هوندائين. جوانيءَ کان گهڻو اَڳ، ناه نوه ۾ عين ٻڻن ماءِ

جو نقل ڪرڻ سگهي ۽ اُها پُوڇه پيس جا نه پورڻ ڪپندي هيس. ٦ ورهين جي عمر ۾ ڳارين ۾ پڙ ۽ راند ۾ گڏ ڪرڻ سڪي ويئي ۽ راند پُون به گهٽو ڪري ڇڪن، پنن ۽ ڪوڏين سان ڪندي هئي. پوءِ سندس سچي تعليم شروع ٿي. ڪپڙا ڪترڻ ۽ سبڻ، مڙهڻ ۽ پڙهڻ ۽ عبادت لاءِ ٿوريون آيتون برزبان ڪري ڇڏيائين ۽ مطلب ته ڪيس سگهڙ ۽ قابل ڪرڻ لاءِ خرچ ۾ ڪسر نه ڪئي ويئي ۽ سنڌي ۽ قرآن شريف جا لفظ يا اُڪر سيکارڻ لاءِ گهر ۾ ماستر ياٺي به رکي ڏنائُونس. البت لکڻ نه سيکاريائونس، متان هنر سکي ڪا حرڪت بازي ڪري.

پر ڳالهي تي جيترو اُسانجيون ڇوڪريُون مٿو کپائينديون آهن اوترو هي به کپائينديون آهن، فرق فقط ايترو جو پياني تي دلسوز سر ڪيڻ بدران هت ڏ ڪڙ وڄائينديون ۽ آواز ناهڻ لاءِ خُوب محنتوّن ڪنديون آهن. جهُونا ڪارائيندڙ ڊرائنگ ماستر ۽ ناچ ماستر ڪان هي ويچاريون ڇتل آهن ۽ ڊرائنگ ماستر جو پيشو ئي هت ڪونهي ۽ ناچ ماستر فقط پيشي وارا آهن ۽ هن پاسي آبرودار نه سمجهيا آهن.

بس هاٺي ڏهين ورهين جي عمر ۾ گهر ڏياٺي تيرڻ لاءِ تيار، ۽ اِنهيءَ تبديل لاءِ سگهي به پيهي، ڇو جو سمجهي ٿي ته پرٺئي ڪانپوءِ اُڃي وانگر باند نه رهنديس. ننڍي هوندي بانهين سان گڏ جي ڪوه تان ڇڪر ڏيئي مزو ونڻ جي منع ٿيس، ۽ ڪوه تي ئي ساهيڙيُون گڏ بيون

آهن ۽ قصا ڪٿيندا يون آهن. هرهڪ سنگت لاءِ ڪوُه ئي گلا ۽ پرائي پچار جو هنڌ آهي، سو گهر اندر رهي ڪڪ ۽ اُباڻڪي تي پيٺي آهي. نيٺ هڪ ڏينهن پٽس جي پاڙيسريءَ سندس ٻانهن پنهنجي پٽ لاءِ گهري؛ ته ته ڪو ٻيءُ پٽ ڇوڪري ڏني هئي يا وٽي هين، پر سگهه چڱو نظر آين ۽ ڇوڪر به ڪنوار ونڻ لاءِ ساماڻو هو.

مڱڻي ڪان سال ڪن پوءِ وهانءُ ٿيندو، اِها دير لوڪاچاريءَ ڪري وجهندا آهن، جو شاديءَ لاءِ تڪڙ ڪرڻ ڪري گمان اُتارڻو آهي. ڪنوار ڀنا خرچ ڪندي پاڻ ڦٽي وجهندا. شاديءَ ڪان مهنو يا ڇهه هفتا اَڳه محفلوُن، مجلسون، شاد مانا شروع ٿي ويندا. ڪنوار ڪي ناهڻ سينگارڻ لاءِ سڀ سنڌي ڪلائون ڪارگر ڪندا. اُبٽڻ، تيل، ليپ، رڱ، خوشبويون، وار لاهڻ لاءِ نوُرو، وار چنڻ لاءِ نپڪڻا، چُنڻ لاءِ برش، سڀ خذمت ۾ حاضر. سوين ڏسڻ وينديون ۽ هرڪا پنهنجو سوُنهن وڌائڻ جو نسخو ڏسيندي ۽ زناني نموني اهوئي آزمائڻ لاءِ زور ڪندي. عجب جو نپڪڻي سان وار چنڻ، مالش، سنانن ۽ چوُري مهٽڻ، چندن لڳائڻ ۽ زور سان پئي گهڻ، اينرن سانن سوڻن ڪان به ويچاريءَ نينگر جي توزي گهڻي سونهن ٻڇي وڃي ٿي. هيڏي پيڙ گهڻو ڪري ڪنوار تي ئي ٿيندي آهي. باقي مرد ڪي حجام صفا ڪندو ۽ يار دوست وڳا يڪائي ناهه نوهه ڪندا.

## (۲۹) سنڌ جو عدالتي سرشتو.

## (۱۴ ڊسمبر ۱۸۴۳)

منهنجي خيال موجب سنڌ ۾ حڪومت جو هيئنيون سرشتو هن وقت چالو آهي. گورنر (سر چارلس نيپيئر) ملڪي ۽ فوجي حاڪم آهي، پر مقرر ٿيڻ مهل کي خاص اختياريون مليل هيس، جنهجي مونکي خبر ناهي، رعيت مٿان مرڻ جيئڻ جون اختياريون اٿس يا نه، انهن ڪلي اختيارين جو استعمال ڪري ٿو يا نه، تنهنجي وڏيءَ سرڪار کي خبر ڏيڻ گهرجي. ڪلڪتي ۾ مسٽر ٿاماسن ٻڌايم ته سنڌ ۾ هڪ ماڻهوءَ کي اهڙي ثابتيءَ تي ڦاسي ڏني ويئي جنهنکي جيڪر ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ وزن ڪين ڏجي. گورنر کي فقط هڪ سيڪريٽري آهي، جنهنجي معرفت سيني مڪيه راڄنيتي، عدالتي ۽ ريونيو سوالن بابت لکپڙه هلي ٿي. ديواني ۽ فوجداري فريادن جي جاچ لاءِ هڪ جج- ائڊووڪيٽ جنرل (لکندڙ پاڻ) آهي. ٽي ڪليڪٽر، جي مئجسٽريٽ به آهن، تنکي ڏهاڪو ڊپٽي زيردست آهن. پوليس ڪاتي مٿان هڪ سپرنٽنڊنٽ آهي، جنهن جي هيٺان ٽي اسسٽنٽ، ٽن ڪليڪٽرن لاءِ آهن. باقي حڪومت جو چرخو سنڌي ڪاردارن جي هٿ ۾ آهي. اهي ڍل وصول ڪندا ۽ ڪجهه ماجسٽريٽي به هلائيندا. باقي ٻڌو اٿم ته خواهه مخواهه ماڻهن کي خوب پيڙين به ٿا.

پانيانئو تہ هڪ يا ٻہ ري سنڌي ڊپٽي ڪليڪٽر آهن، پر تنخواه ۾ سڀ انگريز عملدار فوجي آفيسر، خاص ڪري بمبئي کان آيل آهن. فوجداري فرياد ۾ گورنر جي آپيشاهي هلي ٿي.

هيستائين ڪيس مئجسٽريٽن يا سنڌين زيردستن هلايا آهن. پر خسيس ڪيسن ڪانسواء، جنهن سرسري طرح سزا ڏيئي سگهيا ٿي، سنڌن ڪيس هلائڻ، معنيٰ فقط دريافت ڪرڻ ۽ پوء گورنر کي رپورٽ ڪرڻ. ڏوهيء جي گناهہ تي ويچار ڪري گورنر ئي ڪيس سزا ڏئي ٿو. جن ڪيسن ۾ مئجسٽريٽ پنهنجو رايو کڻي ظاهر بہ ڪيو هجي تہ بہ گورنر اُنهيء سان ٻڌل نہ آهي. جڏهين کان هت آيو آهيان تڏهين کان ڏٺو اٿم تہ جن ڪيسن ۾ مئجسٽريٽ سزا ڏيڻ مناسب نہ سمجهي آهي تنهن گورنر پاڻ سزا ڏني آهي. حقيقت ۾ سنڌ ۾ گورنر جي آپيشاهي لڳي پيئي آهي، ۽ هيڏي اختياريء سان ڏسجي ٿو تہ هو بلڪل بي جوابدار ٿي پيو آهي. ائين بہ نہ هئڻ کپي.

جي فرياد گورنر اڳيان رجوع ڪرڻا هوندا آهن سي جج-ائڊوڪيٽ جي معرفت پيش ٿيندا آهن، ۽ اهو کي پيش ڪندي هو پنهنجو رايو بہ ڏيندو آهي، جو هيستائين هر هڪ ڪيس ۾ قبول پيو آهي ۽ تعميل ۾ آندو ويو آهي. فوجداري فرياد ن هلائڻ لاء مئجسٽريٽن جي لاء ڪي بہ قانون ڪونهن. هڪ ئي حڪم کين ڏنل آهي تہ جيتري قدر ٿي سگهي اوتري قدر

ڪورٽ مارشل (فوجي قانون) جي پيروي ڪجو؛ پر
آءٌ ڏسانٿو تہ اُتلو عجيب غريب ڪاغذ، ڪي انگريزيءَ
۾ تہ ڪي سنڌيءَ ۾ پيش ڪن ٿا، جن مان اَئين بہ نہ
پيو معلوم ٿئي تہ ڪهڙي قسم جو ڪيس هليو آهي.
هڪ نهايت ڇرچي جو ڪيس پڙهيم، جنهن ۾ جنهن
شخص مٿان فرياد هو، ۽ جنهن تي ڪيس هلايو ويو،
سو تپاس ڪان پوءِ ڏنو ويو تہ حاضرئي ڪونہ هو. هڪ
چور هو، ۽ مئجسٽريٽ خفي هو جو ڪيس گرفتار ڪري
نہ سگهيو هو! سا ڳئي مئجسٽريٽ ڪن شاهدن کي چور
سمجهي سزا ڪٽي ڏني، جيتوٽيڪ مٿن ڪيس ئي ڪونہ
هو. سزا بہ ڪا هلڪي نہ- ٽي چار سال سخت پورهئي
جو قيد. اِنهن مثالن مان پڌرو آهي تہ عهديدارن جي
قاعدي سان واقفيت ڪا گهاٽي ڪانہ آهي. ٻيو بہ ڪيس
ٿيو، جنهن ۾ هڪ شخص ڪنهن خون ۾ شريڪ ٺهرايو
ويو، ۽ ڪيس قاسيءَ جي سزا ڏني ويئي. خون ٿيو هو تنهنجو
مونکي شڪ ڪونهي، پر هي شخص شامل هو يا نہ تنهن
بابت ڪجهہ شڪ اٿم، پر قاسيءَ تي تہ چاڙهيو ويو. ڀلا
مٿل ڇا ڪچندا؟ ڳرا ڪيس هن طرح غفلت سان هلڻ
سو گورنر کي بہ ناجائز لڳو. هاڻ حڪم ڪڍيو اٿس تہ
آئيندي سڀني وڏن ڏوهين جا ڪيس هڪ فوجي
ڪميشن هلائي. اها ڪميشن هڪ ڦورن جي ٽوليءَ جي
ڪيس هلائڻ لاءِ اڳيئي سکر ۾ وهاري اٿس، جو ڪيس

مئجسٽريٽ ٻه ڪنهن نموني هلايو هو، پر جنهن مان ڪو ٻه ڪڙ تيل ڪونه نڪتو. هاڻوڪي سرشتي ۾ بدل سدل ٿيڻ گهرجي، سو آءٌ قبول ٿو ڪريان. پر جنهن پرڳڻي ۾ هن وقت امن امان آهي، جتي حڪومت لاءِ ملڪي سرشتو چالو آهي، ۽ جنهن سرشتي اندر عملدارن جو تعداد اَمن امان رکڻ ۽ گناهه بند ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، تنهن پرڳڻي اندر آءٌ نٿو سمجهان ته هڪ فوجي ڪميشن انصاف ڏيڻ لاءِ پوري عدالت آهي. فوجي ڪميشن بنهه بيڪار آهي، ڇو جو اها فقط وڏن شهرن ۾ ڪم هلائي سگهندي. پر جي ڪٿي انهيءَ تڪليف جو علاج ٿئي تڏهين ٻه صلح پسند رعيت ڪي- ۽ اها رعيت هن وقت صلح پسند آهي يا سمجهجي ٿي- فوجي قانون پٽاندر انصاف ڪرڻ جو اُصول غلط آهي. هن نموني ڪيس هلائڻ جو هڪ ٻي سبب ڏنو ٿو وڃي ته ملڪ ۾ وڳوڙ آهي، ۽ هاڻوڪا مئجسٽريٽ قابل نه آهن. پر جي اهي پنهنجي فرض ادائي ڪن ته فوجي ڪميشن جهڙوئي، بلڪ بهتر انصاف ڪري سگهنٿا. خبر نه اٿم ته اها ڪميشن ڪيس هلائيندي ڏوهين ڪي سزائون ٻه ڏيندي. جي ڏيندي ته پوءِ آءٌ نٿو سمجهان ته قاعدي موجب سندن سزائن کان ڳريون سزائون گورنر پاڻ ڏيئي سگهندو. مئجسٽريٽن جي سزائن ڏيڻ جي ڳالهه نرالي آهي، جيتوڻيڪ انهن بابت ٻه ڇگو ائين ٿيندو ته جي سندن سزائون قائم نه ڪرڻيون آهن ته اهي ڏين ئي نه.

اهو مان هن ڪري ٿو چوان جو ڪن مئجسٽريٽن جو دستور آهي ته رايو ڏيئي سزا ٿا ڏين، ۽ ڪن جو دستور آهي ته رڳو شاهدي وٺي راءِ بنا ڪاغذ ٿا پيش ڪن؛ پوءِ سزا ڏين يا نه، گورنر ته ڪنهن به صورت ۾ پاٹڪي بدل نٿو سمجهي.

منهنجي اچڻ کان جلدئي پوءِ فوجداري ڪار گذاري لاءِ هڪ ننڍڙو قانون نامو ناهي پيش ڪيم. ڪٹي سمجهجي ته اهو قانون نامو نهايت عمدو نه ٿهيل هو، پر هاٹي جو قاعدي جي انحرافي پيئيٿئي ۽ بي ضابطگي پيئي هلي، تنهنکان هڪ قسم جا رول جي سيني سان ساڳيءَ ريت لاڳو ٿين، سي بهتر ٿيندا.

## هارين جي خوراڪ.

قئدين کي هتي (ميهڙ ۾) روز هڪ سير جوئر جو ملندو آهي. تنهن مان ڪڏهين لب پري ڏرواٿي واٹئي کي ڏيندا آهن، جنهنلاءِ لوڻ چپٽي ڏيندو اٿن. ڪانيون ته جهنگ مان باٹيهي وٺي اچن. سو هرهڪ قئديءَ مٿان خرچ هڪ سير جوئر ۽ اڀهڙ جي چڪيءَ جي گاس.

سنڌي هاريءَ جو رواجي کاڌو جوئر آهي. جوئر جو سير ٻٹي ڪنهن به اَن جي سير کان وڌيڪ پسند ٿا ڪن. منجهند جو جوئر جو روٽلو تنهنسان بصر ڳنڍي ۽ ڏهه ذرو خاصي خوراڪ سمجهيو آهي، پر سانجهيءَ جو

ڪڏهين چانور دال کائيندا آهن. جنکان ٻيجي سگهي سي
مڇي کائين. مڇيءَ جا ڏاڍا شوقين آهن، پوءِ تازي نه ته
مٺ لوڻي ئي سهين. غريب آدم گهڻو ڪري رکيل مڇي
کائي ٿو. گوشت کائڻ جي ڪن ٿورن کي وسيعت آهي،
۽ ميهڙ جا پر سڄي ضلع ۾ ڪاسائي ئي ڪونهي. ٻڪر
ڇيلا پالبندا آهن، پر خاص هندو دڪاندارن ۽ زميندارن
لاءِ؛ شاهوڪار زميندار ڪاڏي لاءِ ٻڪون يا ڍڳي ڪهڻ
جو ڪڏهين خيال به ڪين ڪندا آهن. جڏهين مال جڏو
ٿي پوي تڏهن ڪاسائيءَ کي وڪڻندا، جو گوشت
وڪڻي ڇمڙي رکيندو. جي ڍڳو، ٿڻون يا اُٺ مرض
يا عمر ڪري مرڻ تي هوندو ته هاري جانور کي ڪهي
گوشت گڏي سڏي کائيندا آهن. گذريل وڏي ماتا جي
بيماريءَ ۾ جيڪو مال مبتلا ٿيو، سو جڏهين بچڻ جهڙو
نه هو تڏهين ڪٺو ويو ۽ گوشت غريب ماڻهن ورتائي
ڇڏيو. مريض مال ورتائڻ ۾ اعتراض نٿو سمجهيو وڃي،
بشرطيڪ جيئري ذبح ڪيو وڃي. کير به هڪ مکيه
خوراڪ آهي، پر غريب عالم اڪثري مکڻ وڪڻي ڇاڇ ئي
پيئندو آهي.

مٿيون خوراڪنامو ڪو هر ورو دل سر کائيندڙ نه
آهي، پر سمجهجو ته منهنجو چوڻ گهڻي قدر صحيح
آهي، تنهنمان معلوم ٿيندو ته قيدين جي خوراڪ به
چڱيري آهي، يعني ڪهڻ پور هيت هارين جهڙي آهي؛
جو جو اڪثري ڀؤنر جو چڱو ويلو نصيب ڪين ٿيندو

اٿن، ۽ آءِ نٿو ڀانيان ته ڄڻڪر ڪان ٻانسي مڇي يا مريض
ٿئون ۽ جو گوشت وڏيڪ سوادي هوندو. هن جيل ۾
ننڍين سزائن وارن تي خوراڪ جو انگ ڪهڙو آهي سو
خاطري سان نٿو چئي سگهجي، پر ڏسڻ ۾ ٻاهر ڪم
ڪندڙن لاءِ اها خوراڪ پوري آهي. جڏهين ڪان ڊاڪٽر
جيل ۾ مقرر ٿيو آهي تڏهين ڪان نه ڪو موت ۽ نه ڪو
ڳري بيماريءَ جو ڪيس ٿيو آهي؛ پر وڏين سزائن وارن
لاءِ آءِ ڀانيانٿو ته قيديءَ کي ڪڏهين ڪين، گهه يا گوشت
ملڻ کپي. وقتي سائي ڀاڄي به ڏيڻ گهرجي. اهي سڀ
شيون ٻني ڪيڙي قيدي پاڻ پيدا ڪري سگهن ٿا.
جيڪڏهين ماڻهن جون ٽوليون سوڙهين جڳهن اندر
بند ڪبيون، جتي هوا گهٽ صفا آهي ته چڱيري
خوراڪ جي ضرورت ٿيندي، نه ته اُڱاري (scurvy)
۽ ٻيون بيماريون پڻ ٿينديون. هڪ وڏي خامي هيئڙ
اها آهي جو ديسي ڪاردارن مٿان ضابطو ٻنه ڪونهي.
برابر مئجسٽريٽ مٿن نظرداري ڪري سگهنٿا، پر آءِ
نٿو ڀانيان ته اها ڪن ٿا. ڪن ٿا يا نه ته به مٿ نظر جي
ضرورت آهي، ۽ هلايل ڪيسن جون ماهوار يا هفتيوار
رپورٽون ڪين پيش ڪرڻ گهرجن. فوجداري ڪيسن ۾
سندن اختياريون نهايت گهٽائڻ کپن، ۽ ديواني ڪيسن
۾ رعيت کي صفا ڇاڙائڻ کپي ته ڪاردارن جي فيصلن
جي اپيل ٿي سگهيتي.

اميرن جي أياڪاريءَ بابت جيڪي بدو أتم تنهن موجب فوجداري ڪارروائي هاڻوڪي برتش ڪارروائي وانگر ئي هئي، يعني ته جتي هاڻ گورنر حاڪم آهي تتي ياڻ حاڪم هئا. ڪيسن جا رڪارڊ ڪونه رکندا هئا: سڀ ڪارروائي سرسري طرح هلندي هئي. سزائون هينئيون هيون: ڏوهيءَ کي وسيعت هوندي هئي ته ڏنڊ، ٿوري وقت لاءِ جيل يا بدني سزا، يا غريبن جا عضوا ڪپڻ، ۽ ڪن خاص ڪيسن ۾ ڦاسي؛ پر ڦاسي عام سزا نه هئي. منشيءَ هڪ ڪيس بدايم جنهن ۾ ڏوهي سنگسار ڪيو ويو. پر تنهن خون نهايت خراب ۽ قهري حالتن ۾ ٿيو هو. ياڻتجي ٿو ته چوري بلڪل عام گناهه هو؛ چوري ٻيهر ٿيهر ڪندو هو ته چور ضرور ڪ چپ ڪپائي ڇڏيندو هو، يا پيسا ڏيئي ڇڏيندو هو. پر پهرئين گناهه جي هلڪي سزا هوندي هئي. سنڌي قاعدي موجب غلامن جون سزائون اهڙيون آهن جو سيءَ ونيو وڃي. ڏنگائيءَ ڪري مالڪ غلام جي جان وٺي سگهيو ٿي، ۽ انهيءَ ڏوهه ڪري سرڪاري حسبس ڏنڊ يرڻ ڪان سواءِ مقس ني ڪا نه سزا ڪاڻ هئي. جي غلام جو موت ٻئي ڪنهن هٿان ٿيو هجي ته مالڪ غلام جي ملهه جو حقدار هو، پر ڪنهن به صورت ۾ غلام کي مارڻ فوجداري گناهه نه سمجهيو ويندو هو. سنڌ ۾ انگريزي راڄ ڪاٻوءِ ٻانهن رکڻ جو رواج ڪڍيو ويو آهي، ۽ جنهن صورت ۾ غلام ذات ڪانهي تنهن

صورت ۾ سيپني درجن سان هڪ جهڙي هلت ڪئي وڃي ٿي. اهو حڪم اُتر سنڌ ۾ چڱيءَ طرح نه سمجهيو ويو آهي، ۽ غلطيءَ ڪان ائين ٿا سمجهن ته ٻانها فقط وڪڻي يا خريد نٿا ڪري سگهجن. عام طور ائين سمجهيو ويو ته غلامن بابت هاڻوڪن حڪمن ۾ دست اندازي ڪانهي. اهو هاڻ ڦري ويو آهي، ۽ ٻانهپ جي رواج ڪڍڻ لاءِ تازو اَعلان ڪيو ويو آهي. نئين اعلان جي ضرورت هنڪري ٿي جو هڪ سنڌيءَ پنهنجي غلام کي ڦاهيءَ چاڙهيو، ۽ غلام جي بد افعاليءَ جي ثابتي پيش ڪئي، پر سرڪار جي حڪم موجب مرڳو ڪيس ڦاهي تي چاڙهيو ويو. وارنٽ ڪڍڻ مهل مونکي خبر ڪانه هئي ته لاڙ توڙي اُتر سنڌ مان غلامپڻو بنه رد نه ٿيل هو، نه ته شايد سنڌس موت بابت سفارش نه ڪريان ها. پر انهيءَ سزا جو لائق ئي هو، ۽ سنڌس مثال مان فائدو ٿيندو. خون، ڦر، مال جي چوري اِهي عام گناه آهن. فقط خون لاءِ گنهگار ڦاسيءَ تي چڙهيا آهن. ٻين گناهن لاءِ ڏنڊ ۽ بدني سزائون ڏنيون وينديون آهن.

سنڌي ماڻهو ڏسڻيءَ سانئيڪا ۽ غريب آهن، ۽ سنڌ جا گهڻنايون اڪثري جهنگلي ڦومن جهڙون آهن، يعني ذري تي قاعدي جي پرواهه نه ڪري پنهنجو پاڻ انصاف ڪرڻ، جنهن مان صاف معلوم آهي ته قاعدي جي ڪارروائي هت ٿوري آهي؛ ٻيو مال جي مالڪي حقن بابت هلڪا خيال اٿن، جو ٻين جو چؤپايو مال

قدرتي طور آزاد ٿا سمجهن ۽ جنهنکي وڏي سو ٻين جا حق غصب ٿو ڪري. ورلي ڏوهي گناهہ آلي ويندو آهي، ۽ آءٌ نٿو ڀانيان تہ ڪوبہ اهڙو خون ٿيو آهي جنهنجو سچي ڏوهيءَ ڏوهہ نہ ڀاسيو آهي.

قيدين کي رکڻ لاءِ سنڌ ۾ ڪو سنئو جيل ڪونهي. ڪراچيءَ جو جيل آهي تنهنکي ٻاهران مٽيءَ جي ديوار، اندران لوڙهو ۽ ڪنڊ ۾ هڪ منہ آهي. اهو صدر بزار ۾ آهي ۽ قيدين مٿان سپاهين جي چؤنڪي آهي. پوليس جي رسالي جي مونکي خبر ڪانهي، پر ڀانئجي ٿو تہ واٽ تان لهي رولؤ چولؤ ماڻهو ڪٺي رکيا اٿن. سڄي سنڌ لاءِ اٽڪل ٦٠٠ پيادا ۽ ١٥٠٠ سوار پوليس آهي. پوليس جو سپرنٽينڊنٽ حيدرآباد ۾ رهيٿو، ۽ سنڌس ڪم ٿالي ماتر آهي. ڪوبہ مئجسٽريٽ سندس زيردست نہ آهي، پر ڪيس بہ مئجسٽريٽ جون اختياريون ڏنل آهن يا نہ، سو چئي نٿو سگهان. ڪراچي پوليس سپرنٽينڊنٽ کي شهر ۾ مئجسٽريٽ جون اختياريون آهن، پر اهي ڪهڙيون آهن سو چٽيءَ طرح ڏيکاريل نہ آهي. اهي ڀانئجي ٿو تہ حالتن موجب يا گورنر جي مرضيءَ موجب، جو ڪُل مالڪ آهي، ڀيڱون ڦرن گهڙن ؛ ڪهڙي قانون موجب سو هڪ ڳجهہ آهي. هڪ قانونن جو ڪتاب، يعني هڪ ڪوڊ فوجداري ڪارروائي لاءِ نهايت ضروري آهي، ۽ جي هيءَ ملڪ پنهنجي قبضي ۾ رکڻو اٿئون تہ جلد تيار ڪري ونڻ گهرجي. رعيت

کي اهڙو قانون نامو نہ ناهي ڏيڻ نسورو ظلم آهي. اينرو قبول ڪندس تہ جيسين سر چارلس همت آهي تيسين رعيت کي ڄڳو ۽ چوکو انصاف پيو ملندو، پوءِ ڪري کهڙي بہ نموني ڪارروائي هلي، پر تڏهين بہ هيڏي مکيہ سوال بابت ڪنهن بہ شخص کي، چاهي ڪهڙي بہ لياقت وارو هجي، هيڏيون اختياريون ڏيڻ واجب ناهي. رعيت جي آزادگيءَ ۽ حياتيءَ جي بچاءَ لاءِ آپيشاه حاڪم جي سچائي ۽ ايمانداريءَ کان بيا ڪي وڌيڪ بچاءَ جا اُپاءَ هئڻ کپن. هاڻوڪي سرشتي جي فائدي ۾ هڪ ئي عذر ڏيئي سگهجي ٿو، تہ اِهو ضروري آهي. پر سوال آهي تہ ڇا اِهو ضروري آهي؟ ديواني عدالت بہ فوجداريءَ وانگر بي انتظام آهي ۽ ساڳيا عملدار هلائين ٿا. نہ ڪوڊ آهي، نہ اپيل لاءِ رول آهن. مطلب تہ فريادن جي مدت بابت رُولن ڪانسواءِ پانيان ٿو تہ پيو سارو قصو جٺن ميرن کان اڳہ هو تئن ئي پيو هلي. پر مدتي قاعدي بابت بندش بہ نالي ماتر آهي، ۽ مئجسٽريٽ چاهي تہ اُها لاهي سگهي ٿو. ديواني دعوائن ۾ فقط هڪ خاصي ڳالهہ آهي جو بنهي ڌرين کان فيئون ورتيون نٿيون وڃن، يعني سرڪار جو اهڙو حڪم ڪونهي. پر آءٌ پانيان ٿو تہ ڪي ٿورا آهن جي مئجسٽريٽ اڳيان هٿين خالي وڃن ٿا. جن ڪيسن جو ڪاردار فيصلو ڪن ٿا، تن بابت خاطري اٿم تہ جهڳڙي واري ملڪيت جو ڪجھ حصو عملدار هضم ڪيو وڃن.

جنهن وقت هن ملڪ جو دائمي قبضو ونڻ جو فيصلو ڪنداسين تنهن وقت هڪ ديواني ۽ فوجداري ڪوڊ تيار ڪري بدرو ڪرڻ ضروري ٿيندو. اهي ڪوڊ جئن سليس هوندا تيئن بهتر. سنڌ ۾ ڀيڄڻ کان جلد پوءِ جيڪي ناهي جوڙي جنرل اگيان پيش ڪيم سو خامين کان آجو نہ آهي، پر پانيانئو تہ جيڪي گهر جي سو گهٽي قدر منجهس آهي.

## ۳۱ - آميرن جي رحمدلي.

اُميرن جون ڪئين خاميون ٻڌيم، پر منجهن ڪا اهڙي خرابي ڪانہ ڏٺيم جا اڪثري اشراف انگريزن ۾ نئي ڏسجي. مير مبارڪ بابت چوندا هئا تہ لوپي هو ۽ ڪوبہ گرنگ ڪيميادانيءَ جي هام هڻي ڪيس ٺڳي ويندو هو؛ چون ٿا تہ مير علي مراد همت ڦاڙ هو ۽ ڏاڍايون ٿي ڪيائين. پر ڪنهن بہ مير مٿان ڏوهہ جي تهمت مون ڪان ٻڌي. فقط هڪ پيري گناهہ جي سزا ڏنائون ۽ ڏيڻ ڪري جهڙو پاڻ سُرهو ڪيائون تهڙو ئي گنهگار بدنام ٿيو. پندرهن سالن جي ڳالهہ آهي تہ خيرپور ۾ هڪ قاضيءَ جي ڌيءُ پرو چاٽين ڪي قرآن پاڙهڻ ۽ ٻيو ڪي سيکارڻ ويندي هئي. سب عربي فارسي پڙهڻ ۽ ڪيتريون تہ لکڻ بہ سکنديون هيون. ڇوڪري جوان ۽ حسين. محمد خان ٽالپر جي حرم ۾ ايندي ويندي هن شخص جي مٿس نظر پئجي ويئي. پوءِ وجهہ واي

ساڻس نيهن رکيائين، ۽ نيٺ ڏاريائينس. اِهو بد فعل پڻس کان ڳجهو ڪين رهيو. ملڪ جي رواج موجب هو گنهگار جي گهر ڪاهي ويو، ۽ اهڙو سخت گهائي آيس جو پاڻيائين ته بچندو ئي ڪين. پر سردار نيٺ چڙهي پيو ۽ قاضيءَ کي سزا ڏيارڻ لاءِ اميرن وٽ دانهين ويو، پر هنن ته کيس ڏيان ئي ڪونه ڏنو، ۽ صفا چيائونس ته انهيءَ تعديءَ جو تون بيشڪ لائق هوئينءِ، ۽ هنڪانپوءِ اسانجو توسان ڪوبه واسطو ڪونهي. محمد خان تنهنڪانپوءِ خيرپور ئي ڇڏي هليو ويو، ۽ وري ڪڏهين به نه موٽيو.

انصاف ڪرڻ ۾ ڪا اوڻائي هيين ته اُها رحمدلي ۽ حليمائي هئي. خون وهائڻ کان بلڪل پاسو ڪندا هئا. رحمان ۽ بين اهڙن گرنگ ڦورن کي انگ پنگ جون سزائون ڏنيون هئائون، پر تنهن پانءِ ته سختيءَ جي حد ڪري چڪا. پر خون ۽ ڦريون به فقط سرحد تي، شڪارپور جي ٻيلن ۾، جتي ڪالپر، ٻردي لٽيرو ڦهر ڪندا هئا، ۽ سبزل ڪوٽ جي آس پاس، جتي شوخ مزاري ماڻهن کي آزاريندا هئا، اُتي ئي ٿيندا يون هيون. اِنهن جبل جي خوني برو چن تي اميرن جو ڪوبه ضابطو ڪونه هو، پر سنڌ رعيت صلح پسند ۽ سکي آسودي هئي، ۽ اسانجي راج هيٺ بين پرڳڻن جي رهواسين سان سنڌ حالت چڱيءَ طرح پيئي سکهجي ٿي. اميرن وٽ اچڻ وڃڻ سولو سُکو هو. ڪيرا، کهڙو به ذليل هندو وٽن وڃي حال ٻڌائي سگهيو ٿي. برابر هندو سيٺين کان

وڏيڪ ناراض هئا، ڇو جو مٿن سيني کان گهڻ مهر
جي نظر هئي؛ پر انگلنڊ ۾ پنجاهه سال اڳ جيڪا
مُنڪرن (Dissenters) جي حالت هئي تنهنکان سنڌن
حالت بدتر نه هئي؛ نڪي ڪي منجهن اهڙو سخت
ناراضپو هو جهڙو ڪ هن وقت آئرلنڊ ۾ آهي. واهن جي
چڱي حالت هئي، ڪئين نار پٽي وهيا، اَن ۽ ڪمند
جا چڱا فصل لهندا هئا. انهن سيني مان ظاهر هو ته
آبادگارن تي زمين ڍل ڳري ڪانه هئي. انعامي ۽ توري
ڍل پريندڙ زمينون به عام جام هيون. درباري ڳالهين
۾، مثلاً شاهه شجاع، شاهه نواز خان ۽ ٻين شاهي پناهه
وٺندڙن سان اميرن جي فراخ دلي ۽ تحسين جوڳي هلت
هئي. پنجاب جي حاڪم جنهن نموني شاهه شجاع سان
مهمان نوازيءَ ۽ ايمان جا عهد ٽوڙيا تنهن نموني جي
هلت هلڻ ميرن لاءِ ناممڪن هئي. قلات جو اڳيون
خان ڪي سال وٽن رهيو پيو هو تنهنجي خدمت خاطري
چڱي ڪيائون. انگريزن سان سنڌن هلت ڪپت بنا،
فيض پري ۽ دوستاني هئي. جن ڊاڪٽرن سنڌن زالن
يا ٻارن جا علاج ڪيا تنکي سوکڙين سوغاتن سان ڍڪي
ڇڏيائون. مون کي خبر آهي ته منجهانئن هڪ ڇڙي
نه ٽورڙن تي مهنن اندر ٻن هزارن پائونڊن کان به وڌي
رقم ڪمائي ورتي. جنهن ڊاڪٽر مير نصير خان جي
زال جو ٿورو وقت علاج ڪيو تنهنکي هڪ تلوار عطا ڪئي،
جنهنجي رڳي قر لاءِ مون هڪ سؤ گنيون آڇيون، پر

کين مليم. هڪ پيري مير رستم جي ننڍي پٽ سان
شڪار ڪندي هڪ بندوق جي تعريف ڪٽي ڪيم.
ياقوتن سان جڙيل ۽ مٿس سونهري نقش اُڪريل هئا.
اوڏي مهل کين ڪجهه نه چيائين، پر موٽندي ڏٺم ته اها
عمدي شي منهنجي گهر اڳيئي رکي هئي. پر اسانجو
سرڪاري رول آهي ته هندوستانين کان سوکڙيون نه
وٺجن. سو مون اها سوغات اُمالڪ موٽائي موڪلي.
پر دل ۾ چيم ته انهي مهربانيءَ جو قدر ڏيکارڻ لاءِ آءٌ
به ڪا شي ڏياري موڪليان. هڪ عمدو گهوڙو ڇهين
سوين روپئي ڳنڊو هوم، ۽ اهو هڪ امير ڏي سوغات طور
پيش ڪيم. پر انهيءَ سوغات تي ڪو گرهه وينل هو.
جنهن سردار کي گهوڙو ڏنم تنهن هڪ آفسر کي وڪڻي
ڇڏيو، جنهن وري ميجر مئڪ مرڊو (سر چارلس نيپيئر
جي پرائيويٽ سيڪريٽري) کي ڏنو. مياڻيءَ جي جنگ
۾ حملي مهل اهو گهوڙو مارجي ويو.

## (٣٣) دين محمد بُردي.

جن بروچن شڪارپور جي آس پاس بيلن ۾ مسافرن
لاءِ هائيدوس مچائي ڏنو هو تن ۾ خاص ڪري هڪ
اهڙو هو جنهنجي شرارتن جي دانهن روزبروز ضرور
ايندي هئي. اهو شرير هڪ دين محمد نالي بردي هو.
ماڻهو کيس فقط دينو چوندا ها. اُتر سنڌ ۾ نالو وڳل
هوس. پاڻس سؤلڙ کانئس به به رتيون ڪسر، پر قسمت

ڇڻ سنڌس ناماچار ٻڌي ڪڪ تي سنڌس ڏينهن جلد
ڪپي وڌا. شڪارپور ۾ پهتس تنهن ڪان ٿورڙو ئي اڳ
ايجنسيءَ ۾ خبر آئي ته سؤلؤ قرمار ڪري هڪ ويجهڙي
ڳوٺ ۾ اچي لٿو آهي. ڳوٺ ڏهه پندرهن ميل پري
هو. اُنهيءَ گهڙيءَ حڪم ٿيو ته گهوڙا سنجي هڪ سوارن
جو ٻدرقو پنيان وڃيس. گهوڙا ڊوڙائيندي ڊوڙائيندي
ڳوٺ ۾ مٿن اوچتو اچي ڪڙڪيا. شڪر جو سؤلؤءَ کي
ٽپ ڏيئي گهوڙيءَ تي چڙهڻ جو به وقت ڪين مليو.
هڪ واري گهوڙيءَ تي لانگ ورائي وهي ها ته شهه
ڏيئي اسان تي بيهي کلي ها. پر جڏهين ڏٺائين ته ٻيلي
هاڻ ڀڄڻ ڪونهي تڏهين تلوار ڪڍي شير مڙس وانگر
اسان تي جلهيه ڪرڻ لڳو. سخت چٽاڀيٽيءَ کانپوءِ سنڌس
ساڄو هٿ گهائجي پيو ۽ کيس قابو ڪري ڪامپ ۾
پڪڙي وٺي آيس. شڪل ڏسينس ته پاڻءَ ته پيو اهڙو
خونخوار جهنگلي ڪونه لڳندو. منهن ڪارن جهنڊولن
وارن ۾ لڪل، نرڙ ٻڪي ڳري شودي جوءِ پُڇ پُرون
اندران ڪاريون اکيون هڪ درندي جانور وانگر پئي
چمڪيون. خبر پوڻ سان ماڻهن جا حشام اچي مڙيا.
گهڻن کي سنڌس هٿ لڳل هئا. ڪن جي عزيزن کي
پاڻ، ته ڪنکي هن ڌاڙيلي جي گهاءِ خون ڪيو هو.
پهرياڻين ته مڙس کي وسهڻ ۾ ئي نٿي آيو ته ڪو موکي
قابو ڇاڙهيندا. هن ليکي خون ٻها وٺي وري ڇڏي
ڏيندا. ڇو ته "پنج اُن ڏيندس. موکي ڇڏي ڏيو."

کو جواب ڪو نہ مليس. چي ” چگو پلا ڏھہ ڏيندس، ويھہ بہ ڏيندس. جي گھرندا تہ پروچ چوري جا ھن ڏينھن پچائي ويس سا بہ ڪٽي موٽائي ڏيندس.“ پر جواب ئي خير! تڏھين لچ ب نو. ھڪ رسو ڪٽي سندس ڳچيءَ ۾ لٽڪايائون. ماٺھو پيا پاڻ ۾ وڙھن. ھيءُ چوي آءٌ قاسي ڏيندو سانس، ھوُ چوي تہ نہ بيليءَ آءٌ ڏيندوسانس. سڀ اچي متيا. چي ” منھنجي پيءُ جو خون ڪيو اتس.“ بيو چوي: ” بيلي مونکي رسي ڏيو. منھنجو پاءُ خون ڪيو اتس.“ جڏھين قاھيءَ جو رسو ڳچيءَ ۾ وڌائونس تڏھين چرڪيو ۽ باڏائڻ لڳو تہ ” اڙي سائين، ائين نہ ڪر.“ جنھن وڻ تي لٽڪايائونس تنھنجو نالو ئي ” سوُلوُءَ وارو وڻ“ ڪٽي رکيائون، ۽ اھو نالو بہ ڪي سال ياد ھوندو. پاءُ جي خون جو بدلو وٺڻ لاءِ ڏينوءَ قرمار ۾ وڻ گھوڙو بڌڻ نہ ڏنو. قاسيءَ کانپوءِ بہ چئن مھنن اندر ڏھاڪو کن خوُن ڪري وڌائين. ڪيس قاسائڻ جا گھڻيئي حيلا حوالا ڪياسين، پر ڪي ڪين وريو. نيٺ بڌوسين تہ ڪنھن نہ ڪنھن سبب ملتان پاسي مزارين سان وڃي مليو.

## (٢٣) سنڌ ۾ قورو.

٢٠ تاريخ جنوري ١٨٤٠ جي نامي گرامي بجر خان، مُبارڪ بگٽي ۽ ب مڪين، جڪرانين جا ٤٨ سردار اسانجي ھمٿ چڙھيا. سنڌ مان قورن جو تڏو ڪڻائي سندن آزاز لاھڻ جو وجھہ ھو تہ اھوئي ھو. بہ علاج ھئا. ھڪ معافي

ڏيڻ، ٻيو سختي ڪرڻ. پنهنجو مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ
ٻنهي مان ڪو به علاج ڪافي هو. پر اسانجي پوليٽيڪل
ڪاتي ٻئي دوائون اهين گڏي سڏي ڏنيون جو ڪنهن
مان به فائدو نه ٿيو...... منهنجيءَ سمجهه موجب ڪو
سڪو صوبيدار هجي ها ته نه ڪري ها هم نه ڪري ها ٿم.
مڙيني کي ڦاهي چاڙهي ڇڏي ها. جن ٻانڪن کي
ڪارلائيل پڏائيندو آهي، مثلاً والينسٽين يا ڪراموِيل،
سي به ساڳي ئي ڪار ڪن ها. اها به پڪ اٿم ته آئوٽرام
يا هڪ ٻيو (جنهنجو نالو نٿو ڏيان) هجن ها، تہ ٻجر
۽ ٻبارڪ کي سرڪار جو وفادار دوست بنائي ڇڏي ڏئي
ها، ۽ سندن معرفت انهن جهنگلي قومن کي ضابطي ۾
رکن ها. پر ٿيو ڇا ويو؟ ڪيو ڇا ويو؟ هنن ڄڻن کي
ڇيڙي پوءِ ڪين ڇيڪ ڇڏيو ويو! ٻجر ۽ ٻبارڪ ڪانسواءِ
سڀي ٽوليءَ کي ڏنڊا ٻيڙيون ڏيئي رواجي قيدين وانگر
ڏڪ ٻجا هنيان ويا. ڪين ٻي عزتو ڪري، ڇيڙي، ڇتو
ڪري، جاني دشمن ڪري، پوءِ وير پاڙڻ لاءِ ڪين
ڇڏي ڏنائون! مطلب ته اسان اهڙو ڇسپائيءَ جو ڪم
ڪيو جو ڪير اعتبار ئي ڪين ڪري. پر سچ پچ ائين
ڪيو ويو. مثلاً هڪ ڦوروءَ کي اشراف بنائڻ لاءِ اڄهو
هي نمونو ورتو ويو. هاڪن ۾ جاني پٽ نمبر جو
نامي گرامي خوني هو. سندس اک غضبي، سندس همٿ
قاتل. اَصل جڪرا سنڌي هو، پر پوءِ ٻهادريءَ ڪري
جڪراڻي قوم بروچ قوم ليکي وئي. مون به سندس

نالو اينترو بڌو هو جو بجر جي جهلجڻ کانپوء سنڌس ئي
پچا کيم. پر پڇا ڪرڻ جيضرورت ئيڪانه هئي؛ حشامن
۾ هجي ته به ڪيس لهڻ سولو. قداور ۽ جوڌا مڙس ڪئين،
پر منهن مان ئي پڌرو هو ته سرويچ ۽ بلهزيو اِهو. اکيون
وڏيون، شوخ، جڻ ته اُلا، بت ۾ لوچو. ڪو خوش تي
اسان وٽ ڪين آيو هو. سنڌس قوم بجر پنيان هئي، ۽
پنهنجن سردارن دريا خان ۽ ترڪ عليءَ کان به ڪيس
سرس تي سمجهيائون. سردارن جي آڻ مڃي هن پاڻ ڪي
فرنگين وٽ ڪٺي قاسايو، پر اسان سان دشمني سندس
رگ رگ مان پئي بکي. تلوار مؤني تائين رت ۾ رڱيل
۽ قر تي ماڻهن جا تازا وار چنبڙيل، جنهن مان پڌرو هو
ته تلوار کهڙا راڳا ڪيا هئا؛ نڪي ڪي پاڻ لڪ چپ
تي ڪيائين. ٺهڪ ڏيئي ڪدي تي ڏيکاريائين، ۽
هرهڪ داغ جو داستان تي ٻڌايائين.

جانيءَ کي پڪڙڻ لاءِ اسان هڪ سوارن جو جٿو
موڪليو هو. ڏينهن به اڳ هڪ سوار جو گهوڙو سچ
۾ مري ويو هو، ۽ گهوڙي جو هنو ۽ سنج ڪٺي اچڻ لاء
چار سوار موڪليا هئاسين. انهن چئن مثان جاني هڪ
بروچن جي ٽولي وني تواچي ڪڙڪي. سنڌس مشڪي
تازي گهوڙي هاڪاري هئي. ڪين ڏسندي ئي اسانجا
سوار پيچ پائي اُتي پڳا. ٽن کي ته اُتت ماري وڌائون،
باقي چوٿون جان بچائي آيو. مگر سنڌس گهوڙيءَ جو
پنيون پاسو تلوار جي ڌڪ اهڙو گهائي وڌو هو جو سؤار

جو ٻچي ڄڻ ته هڪ ڪرامت مثل هو. پر هاٿي اِهو
سا ڳيو شوخ، جيترو جانئي اسانجي همت پر هو. ڪيس
ڇا ڪجي، سو به هڪ وڏو سوال هو. سندس همت
اسانجي ماٿهن جي خون ۾ رڳيل هئا. حڪم آيو ته ڏنڊا
ٻيڙيون وجهي، رواجي قيديءَ وانگر، شڪار پور جي
رستن تي ڪم ڪرايوس. ڪيس ڳهرائي، حڪم ٻڌايو مانس.
شڪر جو تلوار ساڻ نه هيس، نه ته هائيدوس مچائي
وجهي ها. ٻڌنديئي سينو ساهي، ڏو ڪيندو ٻوڙيو ۽
ٿي چار ڇٽا مٿانئس نه وجي پون ها ته مونکي به حق
ناحق (سزا ڪا مون نه ڏني هيس) ڏک به واهي
ڪدي ها. جڏهين چؤ ڪنيو ٻڌي ويس تڏهين چڻ
ڪنهن شوخ جهنگلي جانور کي ٻڌي تي ويا. پوءِ ته
لوهه جا ڏنڊا ٻيڙيون ڪٽي مٿس جڙيائون. روز جانيءَ
کي قطار ۾ ڪم تي وٺي ويندا هئا، ۽ روز حولدار دانهن
ڪٽي ايندو هو ته ڪم جي ويجهو به نٿو وڃي. ڪم جو
تيو پلو. پر اهڙو ته سندس ڏر هو جو هڪ بيو قيدي
ڪيڙي ٽڪر وڃائي ڏيندو هوس، جنهن مٿان جاني يار
ويهي سيني مٿان حڪم هلائيندو هو. هن قاعدي
ٽوڙيندڙ کي ڳهرائي ڪيس سمجهائيندو، ڇهٽڪندو
هوس. (پر اندر ۾ سڀ وقت مڙس جي دليريءَ کي
آفرين ڏيندو هوس.) جيو ماڻس ته جي ڪم نه ڪنديون
ته سزا نه گهٽبيءَ. چي ”قاهي ڪٽي چاڙهه، وٺيئي ٽڻن
ٽڪرا ٽڪرا ڪٽي ڪر، پر هي نه هنجيءَ مزوريءَ جو ڪم

بہ ڪين ڪندس." انهيءَ جواب تي آءٌ بہ واتڙو تي منجهي ٻيٺس. جنهنکي ڏپ نہ ڊاءُ تنهنکي سختي ڇا ڪندي؟ هن سان ڪو بيو رستو وٺڻ ڪپندو هو. اهو منهنجي دل وٽان هو، ۽ آخر ورتو ويو، پر تڏهين جڏهين ڪي ڪين وريو!

سندس قيد ۾ گهڻو وقت گهارڻ ڪانپوءِ خط آيم تہ "جانيءَ کي ڇڏي ڏيو ۽ وٺيس تيڏانهن هليو وڃي." سو لکڻ تہ سولوئي هو، ۽ هڪ هڪ لفظ لاءِ هڪ هڪ جان قربان ڪرڻي پيئي. بيڙيون پيئي لاهي، کيس وري نصيحت ڏيئي آزاد ڪيوسين، ۽ تن ڏينهن ۾ هڪ دفعدار ۽ اٺ سؤار خون ڪري ڇڏيائين. سندس پڇتاءَ جي اها ڀورئين ڀڃي، پر سندس ڀيڙي بہ ويجهي هئي، جا ڀيڙي سندس شان وٽان هئي. عشق بازيءَ لاءِ مشهور هو. کهري قوم جي سردار بلوچ خان جي زال سان تهيل هو. هڪ ٻيري دل پلائڻ ويو تہ مرد کي ڪرڪ پئجي ويئي. جاني هتيار بند تي حملو ڪرڻ ڪا مسخري ڪا نہ هئي. رستوئي بيو ورتائون. گهر جا دروازا ٻاهران بند ڪري، ڪوٺيءَ جو ڪڏ پٽي، مٿان پٿرن جنبن جو وسڪارو ڪري ٻنهي ڄڻن کي سنگسار ڪري ڇڏيائون. پر جا سختي جانيءَ سان ڪئيسين تنهن تي اينرو اَرمان نہ هوم، جيترو ٻين تي هوم. هيءَ تہ بي رحم، بي باڪ بدمعاش هو، ۽ ٻنهنجن ڪناهن جو ڪيتو لوڙيائين. باجر جو ڪٽنب ٻئي درجي جو هو.

اهي به بي رحم هئا، رت وهائڻ کان ٻه ڇندا ڪين هئا؛ سندن اهو عقيدو هو ۽ جن چڱين ٻچڙين حالتن هيٺ ڄاوا نپنا هئا، تن ڪين اهڙو ڪري ڇڏيو هو، پر منجهن چڱائيءَ جو ٻه ٻج پيل هو. ٻجر ۾، ياڻس منڊوخان ۾، پٽس وزير خان ۽ ٻين ۾ شريفاڻو انگ ٻه جهجهو هو. جي ساڻن عقل جي هلت هلون ها ته اسانکي دغا ڪين ڏين ها؛ پر اهڙن شخصن ڪي همت ڪڙيون وجهڻ، سندن گهوڙا هٿيار نيلام ڪرڻ ۽ پوءِ ڪين ڇيڪ ڇڏي ڏيڻ ڇٽ چريائي نه هئي ته ٻيو وري ڇا هو؟ جيتري قدر مونکان پڇي سگهيو اوتري قدر مون اِنهن حڪمن جي تعميل ۾ اٽڪاءُ وڌا ۽ مٿن وري ويچارڻ لاءِ لکيو، پر جڏهين تينهائنين زور آخرين حڪم آيو تڏهين لاچار ائين ئي ڪيم. اڳي ٻجر کي ماهيانو ٽن سون جي پگهار واري نوڪري آڇيل هئي. پر هاڻ ساڳيو وقت نه هو. هڪ ڏينهن چيائينم ته ”صاحب، قسمت من چنين اُست؟“ ٻيارڪ اهڙو صابر نه هو. چيائونس ته خط لکي پنهنجي پٽ اسلام خان کي گهرائي وٺ؛ پر هي ٻڙ ڪڍي ٻينو ۽ زور شور سان دانهون ڪري پيٽ ناريائين. اهو ٻڍو ٻه عجيب اِسان هو. وجهه ملندو هوم ته ساڻس گفتگوءَ جو مزو وٺندو هوس، ۽ سندس عجيب جواب ٻڌي پاڻ وندرائيندو هوس. اهڙو جوان ٻڍو مون ڪڏهن نه ڏٺو آهي. جڻ ڪنهن ٻيءَ ذات کان آب

حيات مليل هوس. عمر ۾ چاليهن ورهين جو مس ٿي لڳو. وار ۽ ڏاڙهي ڪارا ۽ منهن ۾ پوريون اکيون ڄڻ ڄواهرن وانگر پيئي ٻهڪيون.

هڪڙي پيري اميل صاحب کي خبر پيئي ته ڪالپر بگٽين جي ٽولي لٽ لاءِ سنيري نڪتي آهي. ٽاليرا قورو ۽ ماري قوم جي ايرندي جبل ۾ رهندا هئا. اميل گهوڙا سنجي سندن پٺيان پيو، ۽ پاڻ سان اسي (٨٠) سوار ۽ ليفٽيننٽ وارڊن سانجهيءَ جو وني نڪتو. ڪاٽڪو جت لٽ سوڊو لٽل هئا سا جڳهه ڳولڻ لاءِ پارو ڪوسي کي سونهون ڪري ڪنيائين. ساري رات پيئي هليا؛ جڏهين پرڀات ٿي تڏهين ڇا ڏسن ته مار! دشمن ڇا جو پيو ڇا جو، اڳيان برپٽ لڳو پيو آهي. هت ڏينهن به هينئر ٿو تپي. ڪن ۾ جڙڻ گرم، سخت ۽ ٿڪڻ اس اچيو ٿئي. اکيون پٽي نه سگهه ۽ اُتت ڪري ڪن ڳاڙها ٿيو پون. اها باهه اهي قورو ئي سهي سگهنتا. برپٽ ۾ نپنا آهن ۽ برپٽ جو ٽڪ اُج سني اٿن. انسان ذات ۾ به بلوچي اُج وڌيڪ ڪيڏي سگهن ٿا. لٽ تي نڪرندا ۽ ڪيترو به پري ويندا پر وات تي فقط هڪ پيرو پاڻي پيئندا، سو به ڏينهن ٽني ڪين پيئندا. مطلب ته ڏاڍين سختين تڪليفن تي هريل آهن، ۽ جيڪي ساڻن مقابلو ڪن سي به ساڳيءَ طرح روڏا هڻڻ گهرجن. برڪو به يورپي ائين ساڻن پڄڻ جي بنه هام ڪانه هڻي. مٿي جي ٽپر اُگهاڙي ڪري لونڊڙين تي پٽڪو هلڪو ويڙهي، ڪات جي

سوڙهي سؤر ڪرائيندڙ هني تي ويهي، هڪ ننڍڙي، لؤڪڙ، بدصورت، پر اَڻ ٿُڪندڙ گهوڙيءَ تي لانگ ورائي بلوچي سوار ٻه ٽڪ ٻه ٽڪ ڪري ڏينهن ۾ پنجاهه، سٺ ستر ميلن جي يڪي منزل ڪندو. هڪڙي پيري هڪ ننڍڙي ٽولي سرجان ڪيمن جي فوج سان ملڻ تي ويئي. واٽ تي بلوچي بورائو هون جو يڪي منزل ڪرائي وين. منزل ڪندي ٽوليءَ جا اڌ ماڻهو شڪارپور ۽ بارشوريءَ وچ ۾ مري ويا. جڏهين بلوچ کان پڇائون ته "ڙي، واٽ تي هيترين منزلون آهن؛ ڊاهو ڪندا ڇو نه تي آيا؟" ته چي "صاحب، اهڙي مونکي ڪهڙي خبر؟ آءٌ ۽ منهنجو گهوڙو ته اڃا تازا بينا آهيون. مون ڀانيو ڪين مزو ٿو اچي!" پر جڏهن وڏندو ويو تڏهن اميل صاحب ۽ سندس سؤار اهڙا اچي ماندا ٿيا جو اڳتي چري به نٿي سگهيا. پاڻيءَ لاءِ سڀ ٻاڏائڻ لڳا. ڪي ته واٽ منجهي ويا، ڪي پٺتي رهجي ويا ۽ ڪي لڇي ڦٿڪي مري ويا. جنهن مطلب لاءِ نڪتا هئا سا ته ڳالهه ئي وسري وين؛ رڳو مونڻ جي تات ياد هين. سڀني سمجهيو ته هاڻ هن يارو جي وس ۾ آهيون. جي ڪين چڏي وڃي ها، يا ڪلاڪ ٻه وڌيڪ ڊوڙئون پارائين ها ته هڪ به ڪين بچي ها. پر ياروءَ کي ڇي اڳي جا ٻڪتي يار ڪٺي نه جهلا ئڻا هئا ته به سرڪاري ماهوار پگهار سهسائڻو نه هو. اميل کي هڪ ڪمپ واريءَ ڪڏ وٽ وٺي ويو ۽ انهيءَ ڪڏ جي خبر فقط ٻرينٽ جي ڦورن کي

ئي هئي. پر انهيءَ کڌ جي پاڻيءَ سوارن جي جان بچائي وڌي. کڌ ڏسندي ئي گهوڙا ۽ سوار سڀ انهي ڪاري ڪني، بانس واري پاڻيءَ ۾ ڏوڪي وڃي گهڙيا، ۽ پاڻ اُچلي هڪ ٻئي سان پاڻيءَ ۾ لاءِ وڙهڻ لڳا.

## (٣٤) اميرن جو خزانو.

قلع اندر فقط اميرن جا ڪٽنب رهندا هئا. قلع جي وچ ۾ هڪ شاهي برج آهي، جنهن اندر پڌ بوهو ته اميرن جو خزانو رکيل هو. هل هئا ته بُرج ۾ اکت خزانا آهن؛ مگر آزمودي مان ڏنو ويو آهي ته مشرقي شاهن جي خزانن بابت کهاڻيون اڪثري ڪوڙيون ڪثائون هونديون آهن. عجب جو تنهن هوندي به اميرن جي خزاني بابت هلن کي ماڻهن وزن تي ڏنو. ١٧٨١ ۾ جڏهين ڪلهوڙن کي گاديءَ تان لاهي امير ملڪ جا حاڪم ٿيا تڏهين برابر سندن ملڪيت جا به والي ٿيا، پر ايلفنسٽن جو ڪابل تي ڪتاب پڙهبو ته معلوم ٿيندو ته ١٧٩٣ ۽ ١٧٩٤ ۾ شاهه زمان پنهنجي بادشاهت جي ڏکڻ وارن صوبن ۾ پاڻ وڃي اَمن اَمان قائم ڪيو. پوءِ اميرن کان ٢٤،٠٠،٠٠٠ پائونڊ رهيل خراج زوريءَ اُڳاڙي. جي انهيءَ رقم جو ڪٿي نه اڌ وصول ڪيو هجيس ها ته به سمجهي وٺبو ته ڪلهوڙن جو خزانو ڪيڏانهن ويو. ائين برابر آهي ته تنهنڪانپوءِ سنڌ جي خزاني تي باهرين چڪ ٻري ڪان هئي. به پيرا پوءِ به ڪجهه ڏيڻو پين.

هڪ ڀيرو ١٨٠٤ ۾ جڏهين شاهہ شجاع ١٧ لک روپيہ چڪين، ۽ وري ١٨٠٩ ۾ جڏهين ساڳئي شاهہ اُنهيمان بہ ننڍي رقم ورتين. هوڏانهن اسانجي ڪاهہ کان سالها اڳ ساري سنڌ جي آمدني پنجاهہ لک مس هئي، جنهن مان اُپر سنڌ وارا امير ويهہ لک ڪٽندا هئا، ۽ ميرپور وارو شير محمد ست لک ڪٽندو هو. ٽيهارو لک حيدرآباد جا پنج مکيہ امير ڀاڱي ورهائي ڪٽندا هئا، انهيڪري ڪنهنجي بہ آمدني سيڪنڊ ڪلاس انگريز اُمير کان مٿي نہ هئي، ۽ سڀ آمدني اسانجي ڊيوڪ آف ڪمبرلئنڊ ۽ لارڊ ويسٽمنسٽر جيتري مس هئي. انهيءَ رقم مان هزارين مقرب پاليندا، پنهنجو راڄائي ٺاٺ رکندا، ۽ پبلڪ ورڪس تي خرچ ڪندا هئا؛ جي اهو بہ ياد رکنداءِ تہ ملڪ جي پئدائش جوءن بہ پنيون جنس ۾ وٺندا هئا تہ عجب لڳندو تہ اهو اُڪيہن ۾ رکيل ڏن جڏهين ورهايو ويو تڏهين سچ پچ ايترو ڪئن نڪتو؟ تنهن کانسواءِ ٽالپرن ۾ ڪي تہ نهايت لوڙو حاڪم هئا. مير ڪرمعلي ڏيڍ جو ڏاتار هو؛ نصيرخان ڪنهن وقت اجايو سجايو خرچ ڪندو هو، جنهن ڪري پنهنجي پاءُ نور محمد جي فوت ٿيڻ کان ٿورا سال اڳ سندس خرچ مٿس اُتي هوندو هو. شايد انهيءَ ڪري اُئي اسانجي ملاقات وقت، شهداد ڪي منهن تي ڏنائين، جو جو هوُنئن ڪيڏانهن چاچو ڪيڏانهن سندس لوڀي لالچي پائنيو؟ نہ نور محمد نہ صوبدار وٽ ڪا ملڪيت هئي.

# (٣٥) ميرن جون جهمٽيون .

مير ۽ سنڌ جا عملدار جڏهين درياءَ تي نڪرندا آهن تڏهين جهمٽيءَ ۾ چڙهندا آهن. آلاتيل ۽ سينگاريل جهمٽي حيدرآباد جي ويجهو ايندي آهي تڏهين اُهو لقاءُ سنڌ ديس ۽ سنڌو درياءَ جو هڪ عجيب سمجهبو آهي. انهي موقعي تي مير بحر اڇا ڪپڙا اوڍيندا ۽ ميرن جي اِمداد ڪيل رنگارنگي ڏيي ٽوپي پهريندا. ناڪئا به موقع ڏسي خاصا ڪپڙا ڍڪي، جنهن ڪپ تي لٽڙي رس چڪيندا ويندا آهن، ۽ سنڌ جا شلوارون واءَ ۾ ڦنڊي ڀهنديون آهن تنهن جهمٽي وڏيڪ رؤنقدار نظر ايندي آهي. ڏس ته پاڇيل مٿان وڏيون ڳاڙهيون بيرقون پيئون وسن، ۽ ڊگهي ڪوهي جي چوٽ تان هڪ لنبي رنگارنگي ڏڇا درياءَ مٿان هوا پيئي ڇمي. بيڙيءَ جي آڳيل ۾ هڪ ننڍڙو سهڻو قرمچي شاميانو لڳل هوندو آهي جنهن ۾ حاڪم شان سان ليٽيو پيو آهي، ۽ ڀئي پاسي هڪ ڪاٺ جي ڪشادي سهڻي اُڪريل ڪمري ۾ ڪئين خدمتگار ويٺا آهن. هڪ مٿاهين جڳه تي سڪاني اُيو آهي، ۽ سڪان به وينو هلائي ۽ همراهن کي پيو ”آلي شالا! آلي شالا اَلسا!“ ڪري. سڀ غلاصي هل هلؤ مچايو ويٺا آهن. عمر جا پڪا آهن ته به ڏاڍا خوش مزاج پيا لڳن. سنڌ جا به جهتا آهن ۽ ينگ جا سڀ شؤقين. اِهي ٻيڙيون شاهي ۽ سينگاريل ٽين ٽيون. جيڪا حيدرآباد ۾ ڏنيم سا ١٢٠ فوٽ ڊيگهه ۾

هٽي ۽ وِيڪر ۾ سايا ١٨ فوت بيشڪ هٽي، ۽ سندس
ڪام ايائي فٽ. ٦ ڳن هوس، ۽ هرهڪ ڳن پنڇن خلاصين
موڙيو تي. ملبار جي ڀڪي ساڳ جي جڙيل هيون جي
مغلبين يا ڪراچي بندر تي نهن تيوُن. دريائه تي جهمٽين
کي هڪ ئي خطرو آهي. ڪنهن بدل وڻ مٿان اچي
ويٺون تہ سندن تري کي جوکو آهي. باقي اهڙيوُن
ڀڪيوُن ۽ مضبوط آهن جو جتي دوُنبي پرزا پرزا ٿي
پوي تان جهمٽي ثابت لنگهي ويندي. باقي مال،
خاص ڪري اَن ڪٽڻ لاءِ ساري سنڌ ۾ دونبي ڪم
ايندي آهي.

## (٣٦) سنڌ ۾ دريائي سفر.

دريائه کي سنڌين ياڳن ۾ ورهائي ٽڪر ٽڪر کي
مڪاني نالا ڏنا آهن. جن انگريزن دريائه بابت لکيو
آهي تن اِنهن نالن تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو آهي. دريائه
جي بيانن ۾ تنهنڪري ئي مونجهارو نظر ايندو آهي جو
ياڳي ياڳي جي حالتن موجب جدا جدا نالا مليا اٿن،
پر اسان جي لکندڙن سمجهيو آهي تہ اهي نالا ساڳئي
دريائه جا نہ پر اُنجي شاخن ۽ واهن جا آهن. مثلاً ڪن
جاٺايو آهي تہ وِڪَر (گهوڙاٻاري) وٽ وڃي ٽي ڄامڙيءَ
۾ پوي، پر اِهي شاخون نہ مگر دريائه جي ٻن ياڳن جا
جدا نالا آهن، جي ڪنهن خاص سبب ڪري ۽ پوُرا
ڏنل آهن. هيٺينءَ يادداشت مان خبر پوندي تہ حيدرآباد

ڪان هيٺ، ويندي سمنڊ تائين درياهہ جي ڀاڱن جون ڪهڙيون حدون آهن ۽ اهي ڪهڙا نالا ڇو ڏنا ويا آهن:-

ساهو- (حيدرآباد وٽ هڪ ڳوٺ ڪان ويندي ننڍي وٽ ٽڪرن تائين: مفاصلو ٤٠ ميل) معنيٰ: چڱو.

سيتا- (ننڍي ڪان وٺي ٺوٺيءَ تائين ٢٨ ميل) معنيٰ: اڳي سيتا درياهہ اُتان وهندو هو.

موگراه- (ٺوٺيءَ ڪان وٺي اڳتين نيرِ درياه جي پيٽ تائين: ٥½ ميل) موگراه قوم جي نالي تان.

پوپٽ- (نير ڪان وٺي سوُناهوُ تائين: ٤½ ميل) ڏند ڪٿا موجب.

واياڻي- (سوُناهو ڪان وٺي گوراهہ تائين) واڻين جي وسڻ ڪري.

بنو- (گهوڙاٻاري تائين) درياهہ تي بند ڪري.

ڄامڙو- (گهوڙاٻاريءَ ڪان سمنڊ تائين: ٢٠ ميل) جو هڪ پيتل ڄام پار ويندي هت ٻڏو هو.

درياه جي هيٺين ڀاڱن مان، ٽن ڀاڱن (پوپٽ، موگراه ۽ سيتا) جون ساڳيون حالتون آهن ۽ سفر لاءِ انهن حالتن جي واقفيت ضروري آهي. درياهہ جي انهيءَ ٽڪر ۾ اُتل پٽل ڪري هيٺ دوابي ۾ درياهہ جي شاخن جا وهہ ڦرن گهرن تا ۽ اهي تبديلون تيئن ٿيون، جنڪري دريائي سفر خطرناڪ ٿئيٿو. هتي ساهوُ ڀاڱي ۾ بنهي ڪپن جي زمين پڪي آهي ۽ ٽڪرن جي قطار ڪري. درياهہ ساڳي واٽ وٺي وهي ٿو، پر سيتا

ياڳي ڪان ونئي ٻوڙ ٻوڙان شروع ٿئي ٿي. تنهنجا سبب
هي آهن: هڪ پاسي ڪڇي زمين ۽ ٻئي پاسي ڪن
ڪن هنڌ درياهه جي تيز وهڪ. زمين هلڪي ۽ سؤٽي
واري ۽ مٽيءَ سان گڏ واريءَ جو جهجهو انداز آهي.
اهڙيءَ زمين جا ٽڪر ٽڪر حيدرآباد ڪان وينديء سمنڊ
تائين آهن. جني آهن، خاص ڪري مٿين ٽن ياڳن ۾،
اُتي ڪپ پيا ڪاڇن ۽ سيرَ جا سندا پيا ڦرن. سياري ۾
پاڻي لٿل هوندو آهي، پر اُين ڪين جوُن پاڙوُن پيو
وٺندو آهي، تان جو پنجوءَ جوُن پڪوُن ڌوُ درياهه ۾
وڃيو پون. پاڻيءَ ۾ ايتري لَٽَ ٻوڙ ڪري درياهه جو
پيٽ ڦري گهري پيو. انهيءَ رنگ ڪري، وقتي رات
جو جڏهين ڪڙڪو پري پري ڪان چٽو ٻڌبو آهي،
تڏهين هڪ منٽ اندر ١٣ ڌڌڪا ٻڌا هوندم ۽ اهي
ڌڌڪا ڪپر جي ڪاڻ ڪري ٿيندا آهن. ڊاڪٽر هيبدل
درياهه جي رپورٽ لکندي چويٿو تہ هڪ رات جي
وچڙي ۾ سندس ٻيڙيءَ جي تورو اڳيان ڪپر جو
ٽڪر، ٤ سؤ فوُٽ ڊگهو ۽ ١٠٠ فوُٽ ويڪرو
اُچل ڪائي درياهه ۾ وڃي پيو. ايڏو ڌڪاءُ ٿيو
جو جڻ ڪو آبشار جبل جي ڪُريءَ تان ڌوُ اوڙاهه ۾
ٿي ڦيهوُن ٿيوُن ۽ درياهه ۾ ايڏي لهر ٿي جو جڻ سندس ٻيڙي
آڪري سمنڊ ۾ لوڏا ٿي کاڌا. ڪي جهوُنڙيوُن لڙهي
ويئوُن ۽ ڪچ مال موبشي مشڪلات سان بچي سگهيو.
صبح جو جا ڏسي تہ ماڙ! جتي ڪالهہ درياهه ٣ پرهہ
(١٨ فوُٽ) اونهون بيٺو هو اُتي اج هڪ بيٺاري پاڻيءَ

مثال ڪني ڪيڏي بيني آهي. پڳه ڪٽڻ مهل سندس
بيڙيءَ کي وڏو ڇڪر ڏيئي درياهه جي پيٽ ۾ وڃڻو
پيو. هن مثال مان معلوم ٿيندو ته درياهه جي هنن ٽن
پاڳن ۾ ڪيترو جلد ۽ ڪيڏو وڏو ڦيرو روز بروز پيو
ٿئي. مطلب ته درياهه جو پيٽ ايترو جلد پيو ڦري جو
ڪهڙو به هوشيار سڪاني نڪو آهي، ۽ نا ڪٽن کي خبردار
ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نٿو ڪري سگهي.

واپاڻيءَ واري پاڳي ۾ زمين چيڪي ۽ پڪي آهي
پر ٻين پاڳن ۾ حالتون خراب آهن. حيدرآباد جي پرسان
به ڪن ڪن هنڌ دريائي سفر اٽانگو آهي، پر خبرداريءَ
سان خطري کان پاسو ڪري سگهجي ٿو. ٻاڦ جي زور
کان سواءِ اوپاري مسافري اينگهجي پوندي، پر انهيءَ
زور سان به مسافري کو ٿورو وقت ڪين وٺندي.
سبب جو ڪٿي درياهه جو پيٽ دغا ڏيندو ته ڪٿي
پاڻيءَ جي رفتار آڏو ايندي. وهڪ اچ هتان سيان هتان،
۽ اڪثري ويچارا سڪاني وچ سير تي منجهي بيهندا آهن.
سياري ۾ لاوهارو ايندي هڪ هڙهي پاڻي ٽانگهڻ لاءِ
اڳيان ڇوڙيندا آهن. پر انهن جننن هوندي به ڪڏهين
ٻيڙيون واٽ تي ڇجهي پونديون آهن، جتان ڪين ڪيڏي
وهه ۾ وڃهڻ هڪ هلاڪيءَ جو ڪم آهي. سياري ۾ اُتر
واءِ سٽيندي رواجي ٻيڙين جو ته چاڙهو ئي ڪونهي.
پر ڇهن سٽن فوٽن جي ڪام وارو جهاز ڪوڪواري يا
ڪيد واري منهن مان ڳهڙي درياهه جي ٽنيهه پاڳي
تائين سولائيءَ سان چڙهي سگهيٿو. درياهه جي انهن

منهن ۾ ٻـــ سال ٻسال وڏيون ڦيرڦاريون پيئون ٿين،
تنهنڪري تڪليفون درپيش آهن؛ پر منهنجي خيال
موجب جيسين درياهه ٻاڻيءَ جو اوترو ئي انداز ڇڏيندو
ايندو تيسين دوآبي جي شاخن ۾ پاڻيءَ جو پيٽ
سراسري طور ساڳيوئي رهندو ايندو. اهڙا جهاز ٺٽيهه
تائين سٺانا هليا ويندا، پر سياري ۾ جن جهازن جي
ڪام ۴ يا ۵ فوٽ هوندي سي حيدرآباد تائين مس
وڃي سگهندا. شهر جي هيٺ درياهه جي آرپار ڪيترن
هنڌ پاڻيءَ جي ماپ وٺندي ڪٿي ٻه سايا ۷ يا سايا ۸
فوٽن کان مٿي پاڻي نظر نه آيو، تنهنمان سمجهان ٿو ته
سڄي پاڳي ۾ سراسري ۵ يا ٦ فوٽ اوُنهائي مس آهي.
هن درياهه جو مرڪ آهي جو هڪ ڪپ کان ٻئي تائين
منجهس آڏا اُٽانگا لَسَ هوندا آهن. ۳۵ ميلن اندر
اوٻهي پاڻيءَ ۾ اهڙا ٻه لس نظر آيا. ڪيدواري ءَ ڪوري
شاخ ۾ ته اهڙا ڪئين آهن. تنهنڪري درياهي سفر لاءِ
جهاز وينوڙا ناهڻ گهرجن، ۽ انهن جهازن کان جي بيڙين
جڪڻ جو ڪم وٺڻو آهي نه ڪلاڪ ۾ ٻيو نه ته ۹ ميلن
جي رفتار هئڻ گهرجين.

درياهه جي ڪپن تي ڪاٺين جي تڪليف آهي.
شڪارگاهن ۾ ٻيلا آهن، ۽ جهازن لاءِ ڪاٺيون ڪرڻ
ڏين نه سولائيءَ سان ڏيئي سگهن ٿا. پر امير اهڙي ڳالهه
ٻڌن جو ٿا؟ تازا صلحناما ٿيا تن ۾ شڪارگاهن جي بچاءَ
لاءِ جيترو منتظر رهيا اوترو ٻئي ڪنهن ڳالهه لاءِ نه.
دوابي ۾ لٺيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو درخت ڪونهي، ۽

کو ورلي وڏي ويجهي ٿـو. ڪانئن ڪرڻ ۾ ان وقت لڳيتو. تازو "اِنڊس" جهاز جي سفر ۾ ٻيڙ جي ڪاٺي ٻاري ويئي، ۽ اها نهايت ڪمائتي نڪتي. تمر جي ڪاٺي به چڱيري آهي، پر اها فقط سمنڊ جـي اوسي پاسي هٿ اچيتي. هنوقت پُورو بندوبست ڪجي تـه ٻن جهازن لاءِ وات تي پُورو ڏاڪ ملي سگهيتو.

## (٣٧) حيدرآباد شهر - ١٨٣٦.

قلع جي بچاءِ لاءِ چارون طرف هڪ خندق (کاهي) آهـي. شهر سـان آمدرفت لاءِ وڏي دروازي جـي سامهون ڪڏ مٿان هڪ پل آهي، جـا لنگهي شاهي بزار ۾ وڃي ٿو پڄي. دروازي اڳيان بـه بچاءِ لاءِ هڪ نيم چڪر ديوار آهي ۽ کهڙي به پاسي دروازي تي پهچڻ لاءِ اڏ شهر جون سوڙهيون گهٽيون پهريائين لنگهڻيون ٿيون پـون. ڪوٽ اندر جايون هڪ ٻئي مٿان ڳاهٽ ٿيون پيئون آهن، ماڳهين ڪوٽ کان وڌ شهر ترتيب سان اڏيل آهي. قلعي ۾ هرقسم جا مڪان جڙيل آهن، جن جو نه اُنڌ نه منڌ ۽ هيڏانهن هوڏانهن فقط سوڙهيون ۽ ڏنگيون گهٽيون آهن. صاحبزادن جـا محل، ديوان خاص، ميراڻي دربار، نوڪرن جون جڳهيون، مسجدون ۽ کڏهيون، حرم خانا سڀ انـدر هڪ ٻئي مٿان ستيل آهن. اندر نه باغ، نه پدرو، جتي ڪسرت وٺي سگهجي يـا سج هوا وڃي سگهي. سڀني عمارتن پنيان ڪوٽ

جي وڏي ديوار، جنهن مٿان شاهي برج ۽ ٻه ٽي ميرن
جا بنگلا سِسُ ڪڍي بيٺا آهن. انهي ڪوٽ اندر سنڌ
جا امير دبيا چڙهي بند ٿيا ويٺا آهن، جتان سال ۾ هڪ
ٻه ڀيرو نڪرن شڪار لاءِ.

حيدرآباد جي شهر جو نقشو سؤڙو آهي، ۽ ڪيپٽن
ماپن ڪانپوءِ معلوم ٿيو آهي ته شهر جي هيٺين ايراضي
آهي: قلعي جي پل کان وٺي شهر جي اُتر حد تائين
١١٦١ وال، ايرندي کان الهندي تائين ٽڪر تي وسيل
ڀاڱي جي سراسري ويڪر ٥١٠ وال، جملي ايراضي ١١٠، ٥٩٢
چورس وال. ايتري پيٽ ۾ جڳهيون هڪ ٻئي
مٿان ڳاهٽ ٿيل آهن؛ پر جن گهٽين مان آمدرفت
آهي سي سوڙائيءَ تي ٺهيل آهن، ۽ سوڙهيون هوندي
ٻه البت صفا آهن. شاهي بزار ڪانسواءِ ٻه ٻيون همدوش
بزاريون آهن، جي سڄي شهر جي ڊيگهه مان لنگهن
ٿيون. انهن بزارين جي آر پار اُيرندي کان اُلهندي
طرف ننڍڙيون گهٽيون آهن.

جنهن ٽڪر تي شهر اَڏيل آهي سو ڪوٽ کان وٺي اُتر
حد ڏي ميرن جي قبن تائين خشڪ ۽ پٿرائون پونو
آهي. ٽڪر تي پاڻيءَ جي سخت اَڻاٺ آهي، ۽ نگرواسي
اُيرندي ڪڇي واريءَ ڪنڌ مان ڀرين. پر اهو پاڻي پيئڻ
۽ ٻانسي هڻڻ ڪري فقط غريباباد ڪم آڻي. پڇنديءَ
وارا پيئڻ جو پاڻي قليليءَ مان ڀرائيندا آهن. سياري ۾
قليليءَ جو پاڻي ڪوٽي ويرين مان ڪڍندا آهن، پر

ٿوري وهڪ ڪري، ڪلراٺي زمين هوندي به بارو نٿو ٿئي. ميرن لاءِ بهشتي ڏيڻ تي قليليءَ مان مشڪون ڪوٽ ڏي نيندا آهن. قلع اندر پيئڻ جو پاڻي بنهه ڪونهي، ۽ ڪوهن هيٺ بابت آءُ پڇا ڪري ڪين سگهيس. پانيان تو تہ ڪو ڪوهہ ٻوهہ ڪونهي، ڇو جو هن پاسي زمين ۾ اينترو ڪلر آهي جو سپ پاڻي بارو نڪري تو ۽ اهو پاڻي سڄ جي تو تي سڪائي، لوڻ ناهي عام طرح بزار ۾ وڪڻندا آهن. ڪلر مان لوڻ گهڻن هنڌ نهي تو، پر 'ڪرڪ' ڳوٺ مان خوب تو اچي. ٻين شهرن وانگر حيدرآباد کي بچاءَ لاءِ عالم پناهہ هجي ها تہ بہ پاڻيءَ جي اڻاٺ ڪري بچاءَ ڏکيو ٿئي ها، جو اهوئي سبب آهي جو جڏهين حيدرآباد تي ڪو چڙهائي ڪندو آهي تہ مير شهر بچائڻ بدران ڪوٽ ڇڏي ٿر پاسي پناهہ لاءِ پڇي ويندا آهن.

شهر اندر ڪوبہ آبرودار ماڻهو نٿو رهي. اڪثري واڻيا، ڪاريگر ۽ دربار جا خدمتگارئي رهن ٿا. جن عملدارن کي ڪوٽ اندر جڳهہ ڪانهي، سي ڪوٽ جي چوگرد ميدانن ۾ ڳوٺن اندر رهن ٿا، جي اڪثر قليليءَ جي ڪپ تي آهن، جتي ميرن جا باغ آهن. انهن کي تنبا چون، جن تي اُنيجي ڇگي مڙس جو نالو پيل هوندو آهي. سانگي سان ملاقي آيو تہ ميدان تي تنبو هڻندو، ڇو جو اميرن کي ڪوٽ اندر اهڙي خلاصي جاءِ ڪانهي. اوسي پاسي جي ڳوٺن ۾ ڪئين

ماٹهون رهن ٿا جي شهر کي شيء شکل پهچائين ٿا، پر پاٹيء جي اٹاٹ ۽ سوڙهه کري شهر اندر رهي نٿا سگهن، مثلاً ڌوبي، رنگريز، لوهار، ڪلال، وغيره جن سيني کي درياه يا واهه جو کپ وڌيڪ سهنجو آهي. شهر ۾ وڻ وڻ جي ڪاني آهي. سنڌين ڪانسواء بروچ، پناڻ، ملتاني ۽ ايرندي سرحد وارا رهن ٿا.

## حيدرآباد شهر ۾ واپاري ۽ ڪاريگر:

| ڌنڌو | دڪان | ڌنڌي وارا | نوٽ |
|---|---|---|---|
| ١. اَن جا واپاري | ٤٠ | ٣٠٠ | |
| ٢. باڪري | ٣٥ | ١٥٠ | |
| ٣. لوهار | ٦٠ | ٣٢٥ | |
| ٤. ٺاٺارا | ٨٠ | ١٧٥ | |
| ٥. سوناراا | ٤٥ | ١٠٠ | |
| ٦. چمار | ١٣ | ٢١ | |
| ٧. موچي | ٣ | ٢٦ | |
| ٨. زينون ٺاهيندڙ | ٣٢ | ٢٧٥ | |
| ٩. زره ساز | ٤٠ | ٣٠٠ | |
| ١٠. باروت ٺاهيندڙ | | ٥٠ | اهو ڪم بروچ ئي ڪندا آهن. |
| ١١. لوهار | ٤٠ | | انهن دڪانن تي پراٹو لوهه، ڪليوُن، ڪپ وڪامندا آهن. |

| ڌنڌو | دڪان | ڌنڌي وارا | نوٽ |
|---|---|---|---|
| ۱۲. ڪپڙي جا واپاري | ۱۰۰ | ۴۲۵ | |
| ۱۳. جواهري | ۷ | ۱۳ | اڪثري ملتاني |
| ۱۴. سئي سڳي جا وڪڻندڙ | ۳ | ۷ | |
| ۱۵. قٽيگر | ۵۰ | ۱۰۸ | لڪڙي هالن ڪان ايندي آهي ۽ مال ٻاهر گهڻو ويندو آهي. |
| ۱۶. حلوائي | ۷۰ | ۳۵۰ | |
| ۱۷. تيلي ۽ ڳهَ وارا | ۹ | | |
| ۱۸. پساري | ۱۲ | ۳۲ | |
| ۱۹. وايا | ۱۴ | ۳۰ | |
| ۲۰. ڌوٻي | | ۳۲۵ | درياهه جي ڪپ تي رهندا. |
| ۲۱. رنگريز | | ۲۷۵ | |
| ۲۲. ڪاسائي | ۷۵ | ۳۰۰ | چار دڪان خاص ميرن لاءِ آهن. |
| ۲۳. ٻهشتي | | ۳۰۰ | ديڳن تي پاڻي ڀري ايندا آهن. |
| ۶۴. مشڪ وارا | | ۱۵۰ | مشڪ ڀري پڻ تي پاڻي ڪڍندا آهن. |

## (٣٨) درياهہ رستي واپار.

تڪليفن ڪري سنڌ جي واپارين درياهہ ڇڏي خشڪيءَ جا رستا ورتا آهن. جيڪو مال سنڌ يا ڏيساور لاءِ ٻيڙين ۾ ٻاهران ايرجي اچي ٿو سو سڌو درياهہ جي بندر (گهوڙاٻاريءَ) تي نٿو لهي، پر ڪراچيءَ ۾، جتان اُتان جئون قطارون مال لڏي نٿي، جهرڪ، حيدرآباد، شڪارپور ٿيون پهچائين. ٿورو پرديسي مال وري ڪڇ جي رڻ رستي لکپت يا پاونگر کان ٿو اچي. درياهہ رستي سهنجو هجي ها تہ واپار اهي خشڪيءَ جا اَٽانگا رستا نہ وٺي ها. هينئر پر ساڳيون دنگيون ڪراچيءَ ۾ ولائتي مال لاهي گهوڙاٻاريءَ ڏي اُن لاءِ سگهيون وڃن ٿيون. پر جي درياهہ جو رستو سٺائو هجي ها تہ ڪراچيءَ بدران سڌو درياهہ جي بندر تي مال لهي چڙهي ها. اُتر سنڌ کان جو اَناج ٻاهر وڃي ٿو سو بہ درياهہ جي بندر تي نٿو لهي، پر جهرڪن کان پوءِ ٻيڙيون ڇڏي خشڪيءَ رستي قطارون ڪراچيءَ پهچائين ٿيون. اِنهيءَ ڪري اُتر سنڌ جي اَناج لاءِ گهوڙاٻاري نہ پر ڪراچي بندر آهي.

درياهہ جون اِهي حالتون ڏسي جني جني درياهي سفر ۾ تڪليفون نظر اَچن ٿيون اُتي واپاري ٻاڙي ڇڏي خشڪيءَ جو رستو وٺي ٿو. سنڌ ۾ خاص ڪري لاڙ ۾ خشڪيءَ رستي سفر ڪهڙو سهنجو آهي. چارون طرف سڌا لسا پٽ پيا آهن، جتي لٽي، ڪرڙ،

ڪندي ۽ ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه نه ٿو ٿئي، ۽ اهڙن پٽن ۾ اُنن جا وڳهه ڪاڻي پئو پيا ڪن. سڌن پٽن ڪري اُنن جي مسافري به سولي ٿي ٿئي. ڪراچيءَ ڪان حيدرآباد اُٺ ۴ ڏينهن مس ٿو وني. پر سياري ۾ جڏهين اُتر ٿو لڳي تڏهين درياهه رستي هڪ ٻيڙي ڳهوڙاٻاري ڪان حيدرآباد تائين ١٥ ڏينهن تي وني. مال سان ڇڪار هجي ته ۴٠ ڏينهن به ڪايو وڃي.

جڏهين ڄاڻُو انهن تڪليفن تي غور ڪندا، جڏهين اِنهن تڪليفن جا سبب پُوريءَ طرح ڳولي ڪيندا، جڏهين سنڌ جو واپار وچ ايشيا سان زور وني ويندو تڏهين اِنهن تڪليفن کي منهن ڏيڻ لاءِ اينرو خرچ ڪيو ويندو ۽ اُهي تدبيرُون ڪيون ونديون جي گنگا ۾ ڪيون ويئون آهن؛ پر في الحال پاڻيءَ ۾ خشڪيءَ جا رستا جاچي، خرچ ۽ جوکي جو ويچار ڪري، واپاري سهنجي ۾ سهنجو رستو وٺندا رهندا. جي انگريزي واپاري هرؤيروُ پاڻيءَ جي رستي کي چنبڙي پوندا ته ديسي واپاري وجهه وٺي خشڪيءَ جا سهنجهه ڏسي واپار ۾ ڏڪ هڻي کين نوئا چباٿيندا.

عام طرح اهڙو خيال آهي ته جنهن راڄنيتيءَ ڪري سنڌ جي اميرن دريائي سفر تي اَنڪوُن وجهي واپار کي دٻايو آهي تنهن ساڳيءَ نيتيءَ ڪري ملڪ اندر واپار هن وقت ماٺو آهي. اِنهيءَ خيال ڪري جيڪي سنڌ سان ويجهو ناتو چاهين ٿا سي سنڌ مان ٻين فائدن

جو ڪو به ويچار نہ ڪري فقط درياڻي سفر ڪرڻ ڏي ڌيان ڏين ٿا. پر منهنجي خيال موجب هن سوال تي اچا وڌيڪ ويچار ڪرڻ جي ضرورت آهي. تيسين تہ هن ئي سبب ڪري ويچارن ٽالپرن کي جهنگلي، وغيره ڪوٺڻ کان ڪنهن بہ ڪؤ نہ ڪاڌو آهي.

پر ڪنهن تڏي سيني سان ائين بہ ويچاريو آهي تہ جن عالم آشڪار سببن ڪري بين ملڪن ۾ واپار ڌبيل آهي؟ جيڪڏهين اُمير واپار جا دشمن آهن تہ خشڪيءَ رستي سندن ملڪ اندر واپار جا بہ چو نہ اهڙائي دشمن آهن؟ يا تہ جو واپار مڪران، ڪڇ، ڪانياواڙ ۽ عربستان کي اُن پهچائي تو سو بہ نگهوسار چو نہ ڪيو اٿن؟ يا تہ چو آفيم جا وڻجارا انگريزن هينان ملڪ ڇڏي سنڌ جو رستو پسند ٿا ڪن؟ جي اڄ شوري تيار ڪرڻ جو ڌندو بيهي ويو آهي تہ انهي ۾ ميرن جو قصور ڪونهي، پر اها شيءِ هاڻي بين ملڪن مان تي اچي. ٿتي جون لونگيون جي اڳي هاڪاريون هيون تنجو ڪاپو گهٽ آهي تہ بہ انهيءَ ۾ ميرن جو ڏوهہ ڪونهي، پر جن هنڌ چالو هيون اُتي اُميرن ۽ شاهوڪارن جون حالتون ڦري ويئون آهن. جي سنڌ جو واپار ڪاٽجي ويو آهي تہ انهيءَ لاءِ بہ مير جوابدار نہ آهن، پر اوسي پاسي جي ملڪن ۾ هاڻي اَمن اَمان ڪونهي. درياڻي سفر ۾ جي اٽڪون تڪليفون آهن تہ اهي بہ قدرتي آهن.

## (٣٩) سنڌ جا شهر.

سنڌ جهڙا گندا ۽ غليظ شهر ڪي ورلي هوندا. گهڻن اڳيان ڪني پاڻيءَ جي ڪسي، سوڙهيون گهٽيون جنمان بوءِ جي وارو اُٺ ڏکيو لنگهي سگهي؛ واٽ تي چيٽي جا ڍڳ؛ هتي هتي رولو ڪتن جون ٽوليون جي ڏاريو يا گـورو ڏسي اُلر ڪري ايندڙيون. ٻارن مٿان اينتريون مکيون جو سنڌن منهن نه پيا ڏسجن؛ ڪاسائي يا پساريءَ جي دڪان تي هزارين مکيون. خبر ئي ڪانه پوندي ته ڪهڙي شيءِ وڪري لاءِ رکي آهي؛ هوڏانهن گهٽين ۾ گدلن ماڻهن جي پيهه، ٻانسون جي نڪ پيڻون ساڙين، ۽ اُس اهڙي تکي جو بڇڙو ٽري ونجي. اِهي اٿو سنڌ جا شهر. وائڪائي ۽ ٿار ڪري سڀ رات جو ڪڏن تي سمهندا آهن.

چڱي خاصي شهر ۾ بزار ضرور هوندي. پر تڏن يا ڳوٺين سان ڍڪيل، جو ڏينهن تپي ته گرمي نه ٿئي. شڪارپور جي بزار ۾ جهڙي رؤنق لڳندي آهي اهڙي مصر ۾ قاهره ڪانسواءِ ٻين ٿورڙن هنڌ ڏسبي آهي- عجيب، غريب، ڇهچٽي واريون ٽوليون. هـت وچ ايشيا جـا واپاري، اُيرندي ۽ اُلهندي هندوستان جا واپاري پاڻ ۾ ملندا جهلندا ڏسڻ ۾ ايندا. اٽڪل ۴ بجي شام جو بازار تيز ٿيندي. پوءِ مٿي ڊوڙيو وسندو، گپا گيهه ۾ ساهه پيو منجهندو ۽ سؤدي وارن جو گوڙ گنبور مچندو. مطلب ته مشرق جو لقاءُ لڳندو.

هو هنيلو مسلمان ڏس. عمدي سنجيل سينگاريل خراساني گهوڙي تي چڙهيل، مٿي تي ڪيمخاب جي ڏ گهي ٽوپي، ڳچيءَ ۾ ريشمي رومال، اڳيان ۽ پنيان سنڌي سپاهي "پوش! پوش!" ڪندا ڏوڪيندا ويندا؛ پوءِ پناڻ لنگهندو. ڇاتيءَ تي نيرو رومال، ڪلهن تي ڪارا ڏگها گهاٽا وار، اکين ۾ آڱر، ڳلن تي جبل جي هيرن جي لالاڻ. ڏاس جي جبي وارو پشين جو سڱد، حسين جڙاتي، جهولدار چوغي ۾ رنگارنگي پٽڪي سان قندار جو سؤداگر، ڳري تلوار ۽ شوخ مهانڊي وارو قداور پناڻ. انهن سيني جي وچ ۾ گدلو سنڌي ۽ ڇوٽو، ذليل، نيچ نئوائيندڙ هندو- شايد لکن جو خاوند، پر ميرن جي لت کان ڏهڪايل. اڇهو اهڙن جون ٽوليون شڪارپور جي بزار ۾ پيئون ايندي ويندي ويندي ويندي؛ فقط جهنبولن وارن، وڏي پڳ، تلوار، بندوق ۽ تازي گهوڙي وارو جهنگلي بروچ ڪين ليندو؛ اهو رڻ پٽ جو قورؤ شهرن جو شوقين ناهي، ۽ انهيڪري شهرن ۾ ڪين ڏسبو آهي.

## (٤٠) سنڌ جا هندو.

سنڌ جا هندو بلڪل عقا ڇمڙيءَ جا آهن؛ ڪي هوند وارا شهرن ۾ سکيا آسودا رهن ٿا، پر غريب واڻيا سي ته هڪ ذليل قوم آهي. نهايت گندا، هلت ۾ نيچ ۽ پيچباز. پهؤدين وانگر آزاريل ۽ ڏڪاريل: پهروَيس هندوستان ۾ نيابت پاڻ جهڙو. بگڙي اڪثري وڏيري،

ملتاني ڍنگ جي؛ مگر سڀ مسڪينيءَ جو بيک پائي ملڪيت پيا لڪائيندا. سنڌ جون هندو زالون قدري سوڍن سنن روشن واربون ليکبيون آهن. سيپيٽي بدن ۾ توڙي گهرن ۾ چٽجي ته مسلمانن کان به وڌيڪ گدليون آهن. ڪپڙو جو مسلمان زالون پائين سوئي پائين.

جئن هندوستان جا هندو پاهران آبرودار ۽ فضيلت وارا تئن سنڌ جا هندو نه آهن. پلا هت ملڪ جي ريت رواج تي هلن تڏهين مس رهي سگهن. رواج مسلماني، لباس مسلماني، گنديون عادتون، ميرو بست. ڏرمي رواجن يا نيات جي نيمن ڪري هندوستان جو هندو پاڻکي عياش مسلمان کان اُتم سمجهندو آهي تنهنکي هت پڇي به ڪونه. پر هڪ ڳالهه ۾ هي پائمال ماڻهو سيني کان اول درجي ۾ آهن. ڏٽيءَ جي پت هوندي تہ ڏنڌي ۽ ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ ايماندار، مگر سنڌ جي سردارن ۽ اميرن کان پاڻ بچائڻ ۽ ڪتبو ڪائڻ لاءِ دغا ۽ دولاب بنا ٻيو ڪو چاڙهو ئي ڪونه اٿن. سٽاين حالتن هيٺ جا ڪندا سو چٽي نتو سگهجي. سنڌ هنڍيون اُتر اولهه جي ملڪن ۽ سڄي هندوستان ۾ روڪڙ ڪري ليکبيون آهن، سا هڪ چوڻي آهي، ۽ اها سنڌي شاهوڪارن جي ڪارپت جي ثابتي آهي. سنڌ ۾ انهن ماڻهن جي حفاظت ڪرڻ اسانجو اول فرض ٿيندو. هي ملڪ جيڪڏهين واپار ۾ وڌيو تہ هندن جي ڪري ئي وڌندو ۽ ويجهندو. جن مصيبتن کي ڪڏهانڪر منهن

ڏنو اٿن، سي اُهي ئي محسوس ڪري سگهندا جي اسانجي ملڪ ۾ يهودين جي تواريخ مان واقف آهن. پر مهاڪنن سڪنيون سهنديون به ملڪ ۾ پير ڪوڙيو اٿن، ۽ سنڌو درياھ جي جوڙ ڪان وٺي افغانستان جا لڪ لنگهي وينديون هرات، بخارا تائين وڏو ۽ بُرو واپار هلايو اٿن. واپار کي زور وٺائڻ لاءِ جيڪا حرفت ۽ قابليت گهرجي سا منجهن موجود آهي، ۽ اِها ڏيکارڻ لاءِ فقط اسان جي حفاظت جي ضرورت اٿن.

## (٤١) سنڌ جا هنر.

سنڌ ۾ جيڪي ٿورا هنر آهن سي به عجيب غريب شين موجود ڪرڻ لاءِ آهن. نهايت هوشيار ڪوري ۽ ڪاريگر ملندا. جنديءَ جو ڪم عجيب تا ڪن، ۽ اِنهي لاءِ سڄي هندوستان ۾ مشهور آهن. جنديءَ جون شيون جيڪي حيدرآباد ۾ ٺهن ٿيون تنجو انگلنڊ ۾ بہ گهڻو قدر آهي. پر هن وقت اهڙي عمدي ڪم ڪرڻ وارو فقط هڪ گهر شهر ۾ وڃي بچيو آهي، جنهنمان بذرو آهي تہ اهڙا ڪاريگر ملڪ جڏي پيهي پيا وڃن. اول دبيءَ جا ڪاريگر بمبئي ۽ ٻين پاسن نڪري تا ٻون، جتي غالڪم جو ظلم گهٽ آهي. اُتي لڪڙي ۽ عاج ۾ اهڙو سهڻو زيب وارو ڪم تا ڪن جهڙو چين ۾ ٿيندو آهي. سنڌ جا نهيل هٿيار بنوهار هندوستان جي ٻين پاڳن کان وڌيڪ عمدا آهن، خاص ڪري بندوقن

جون ناليون جي گھڙيل آهي سي دمشق جي نموني
وريل آهن. امير ۽ سردار ايران ۽ قسطنطنيه مان ڪٺين
گھرائيندا آهن، ۽ انهنجو ڏاڍو قدر آهي، پر آءِ پانيانٿو
تہ اهڙيون ئي عمديون سنڌ ۾ بہ نهي سگهن ٿيون. مٿن
سون جڙيل هوندو آهي، ۽ بلڪل ناهوڪيون سهڻيون
آهن. تلوارين جوُن ڌاريون بلڪل وڏيون، تکيون،
آبدار ۽ وريل ٿينديون آهن. مياڻ ۾ هڪ ننڍڙيءَ ڇريءَ
لاءِ بہ گُوٿري هوندي آهي. ڇيلهڪيون چمڙي يا
ڪپڙي جوُن ۽ عمدو پرت. ڇيلهہ سان ننڍڙا کيسا پڌندا
آهن ۽ انهن تي بہ نفيس ڪم ٿيل هوندو آهي. ڍالون
گينڊي جون، مٿان پتل يا چانديءَ جو بوجيدار نقش،
ڪلهن تي پٽن سان ٻڌل. سب سنڌي، بروچ يا جت،
مسافريءَ تي نڪرندا تہ پاڻ سجائي نڪرندا، اُٺ تي
بندوق ۽ مٿانئس ڳاڙهي ڪپڙي جو پوش. اهڙي سجايل
ٽولي ڏاڍي رؤنقدار پيئي لڳندي.

سنڌ جي آڏاڻن تي سادو ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙو
يا اڌ سوٽي، اَڌ ريشمي ڪپڙو اُڻندو آهي. اڌ سوٽي
اڌ ريشمي سهڻي ڪپڙي جي سهڻن وڙن لاءِ هي ملڪ
مشهور آهي. مثلاً سنڌ جي لوُنگين جو هندوستان جي
سيني دربارين ۾ شوق آهي، ۽ انهن لاءِ اڳي بگر نٿو
ڏاڍو هاڪارو هو. پر جڏهانڪر ملتان ۽ بهاولپور جي
لؤنگين سنڌ جيُ مال کي ڌڪ هنيون آهي تڏهانڪر
ٿوريون ٿيون نهن. سادي ريشمي ڪپڙي جا بہ ڪئين

قسم آهن، ۽ اهي چين، ايران ۽ ترڪستان جي ڪچي ريشم مان نهندا؛ باقي رنگ، وغيره سنڌ ۾ ڏيندا آهن. قرمچي، مجيٺ ۽ ٻيا چالو رنگ اٿر - اولهه کان گهرائي ٿا ونن. اهو ڪپڙو سادو ۽ سنئي ريشمي ڪپڙي جو چمڪو ڏمڪو ڪونه ٿو ڪڍي. هن وقت سڀ اُچو ريشمي ڪپڙو ملتان ۽ بهاولپور مان ٿو اچي. جو سنڌي پاڻ کي خانداني سمجهندو سو ريشمي ڪمربند ڪانسواءِ ٻاهر ڪين چرندو، ۽ اُهو پٽاپٽي، رنگارنگي ۽ وڏو ويڪرو ٿو ٿئي. تکن رنگن جون ٽوپيون ٻه شاهوڪار ساڳئي ڪپڙي جون پائين ٿا، مگر غريبن جون رنگين سوٽي ڇيٽن جون آهن. سنڌي ڪپهه مان فقط ڪپڙو ٿو نهي، ۽ اُچي ڪم لاءِ ولائتي سٽ گهرائين ٿا. ڪپڙا جيڪي نهن ٿا تنجو ڪاپو غريبن ۾ جام، پر اُهي ويچارا هيستائين پنهنجو اُنگ مس ڍڪي سگهيا آهن. سوٽي نيرا ڪپڙا عام طور چالوُ آهن. ڏاس مان سياري لاءِ سادا ڪپڙا ۽ تنهنڪانسواءِ رسا، خرزينون، ڪاهيون، تنگ، وغيره ٿا نهن. اُن پاڻيءَ ۾ ٻوڙي، ملائم ڪري نمدا ناهين، جي پوءِ فرش ۽ غاشي طور ڪم ٿا آڻين. سنڌ ۾ رنگارنگي ٽوپيون ناهڻ ٻـ هڪ خاصو هنر آهي. سنڌين جي لباس ۾ ٽوپين جو گهڻو مان آهي ۽ اهي بلڪل تکن ۽ عجيب رنگين ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙي مان ٿا ناهين. قسمين قسمين. جا رنگ ڏسبا، ۽ اُنهنجي چوند ۾ گهڻي نزاڪت گهرجي. سنڌي

ڪاشيءَ جو ڪم بہ اعليٰ درجي جو آهي. ٺاٽيءَ جي ڻانون ۽ گنبذن، ۽ مسجدن جي سينگارڻ لاءِ ڪاشيءَ جون سرون ٺاهينديون آهن. مڪليءَ جي جھونن قبن تي جيڪي پنليون سرون ڪم آيل آهن تنجي سوُنهن ۽ چمڪي جي هرهنڌ هاڪ آهي. اهڙيون ڀڪيون ۽ سوڌيون نهيل آهن جو هيترين صدين ڪانپوءِ بہ انهن عمارتن جون ڪنڌون ۽ پاسا نيئن وانگر سڌا ۽ پوُرا آهن.

چمڙي ۽ ڪپڙي تي پناڻ سھڻو پرت ڪندا آهن، پر چمڙو پچائي تيار ڪرڻ لاءِ سنڌ مشهور آهي، ۽ سنڌ جون رڱيل کلون گھڻن ڌيساورن ڏي وڃن ٿيون. سڄي ملڪ ۾ اهو ڪم عمدو ٿو ٿئي. لاڙڪاٹي ۾ هڪ شاهي ڪارخانو آهي، ۽ ڪمربندن، پٽن ۽ مسافريءَ جي بوٽن لاءِ چمڙي جي گھڻي گھرج ٿيندي آهي. گھوڙن لاءِ هرڻ جو چم ڪم ايندو آهي؛ ساندارين لاءِ ٻاڪرو چم، ۽ ٻين ڪمن لاءِ ڍڳي جي کل. رڱڻ ۽ تيار ڪرڻ ۾ ٻبر جو ڇوڏو ڪم آڻيندا آهن، ۽ سيني قسمن جون کلون نرم ۽ جھالائوُ ٿين ٿيون. رڍن ۽ ٻڪرين جي کلن جون سانداريون پاڻيءَ لاءِ ته ۽ ٻين سڀني پاسن ڏي ڪم اينديون آهن. ڪي ته سيٹاهيين تي دورياهه ۽ واهه تري پار ويندا آهن. سانداريءَ مان پاڻي ڦاري وات سان ڦوُڪي، پيٽ سان ٻڌي درياهه جي لهرين مان لنگھي پوندا آهن؛ وري ڪي هن پار سانداري پري اڳتي مسافري ڪندا آهن. پيٽ سان ٻڌڻ مهل گھڻي حرفت

ڪپي ۽ ماڻهوءَ جو ٻت ڦوڪيل ڪل جي ٻنهِ وچ ۾ هڻڻ
گهرجي، ۽ ڪل ڪلهن ۽ ٽڙن سان سوگهي ٻڌل هڻڻ ڪپي.
ٿورڙي حرڪت هوندي ته اونڌو ٿي پئبو ۽ سانداريءَ
تي ڪو اهڙو جهڙو ڪين ٿري سگهندو آهي. چمڙي
جا چاڳل، يعني پاڻيءَ لاءِ ٻاٽليون عمديءَ طرح سينگاريل
۽ ڏاڍيون پسند ايندريون آهن.

## (۴۲) ڍلن مان پيدائش.

ڪراچي بندر تي سيني شين جي آمدني تي نرخ
پٽاندر ڇهه سيڪڙو ۽ روانگيءَ تي اڍائي سيڪڙو ڍل
رکيل هئي. تنهنکان سواءِ شهر ڇڏڻ مهل ٽي سيڪڙو
ٻي ڍل به پرڻي تي پيئي. سيني اسمن جي جوڙ ڪرڻ
بنا ايترو ٻڌائڻ ڪافي ٿيندو ته هڪ اُٺ جي بوجي
مٿان - مثلاً ولائتي ڪپڙي جي ڳنڍڙين مٿان - سنڌ ۾
لهڻ کان وٺي (خشڪيءَ رستي) اُتر ۾ پهچڻ تائين ۵۸
روپيه فقط ڍل چڙهي ٿي. قطارن جو ڀاڙو، ٻورائي اُماڻڻ
جو خرچ ۽ مسافريءَ جا ٻيا ممت خرچ سڀ تنهنکانسواءِ.
درياهي رستي واپار کولڻ جي مد نظر سان، انگريز سرڪار
سان صلح نامي موجب سڀ راهداري ۽ ٻيا محصول رد
ڪيا ويا هئا، پر سنڌ جي ڪنهن به ڀاڱي ۾ مال لاهڻ
سان ملڪ جا سڀ محصول ورتي ٻرنا ٻيا ٿي. شهر يا
ڳوٺ ۾ گهڙڻ مهل دروازي وٽ ناڪي يا ٻين شين تي،
بوجي آهر آنن يا وهٽن تي محصول هو. بزار ۾ هر شي

جي خريد فروخت تي ”تارازو“ نالي ڍل هئي. مال جي روانگيءَ تي سنڌ اندر ڪسٽم مقرر جڳهين تي ”محصول راهداري“ ڀرڻو پيو تي، ۽ واپار تي اهو محصول ايذي چٽي هو جو وڏا واپاري خاص سنڌون وني محصول معاف نه ڪرائين ها ته هوند واپارئي بند تي وڃي ها. شراب ۽ ٻيون نشيدار شيون ليسن وني يا سرڪاري ٺيڪو ڪٽي وڪڻبيون هيون. هرهڪ آڏاڻي مٿان ڍل، هرهڪ تيار ڪيل شي مٿان ڍل ۽ ڪاريگرن ۽ دڪاندارن مٿان سر شماري هوندي هئي. مهاڻو پنهنجيءَ مار جي ٽين پتي حاڪم اڳيان پيش ڪندو هو، ۽ درياهه ۾ هرڪا وهندڙ ڪشتي ڪج نه ڪج ڀريندي هئي. جهڳڙي واري ملڪيت ۽ چوري ڪيل ۽ لڌل مال جي چوٿ مان به اميرن جي چڱي پيدائش ٿيندي هئي. مٿين چٽين ڪان ڀارڻ بچائڻ لاءِ هندو ته اڪثري امين وهاري فتصلا ڪندا هئا؛ پر جنهن صورت ۾ اهي فتصلا قاعدي موجب پڪا نه هئا تنهن صورت ۾ جي ڌرين کي پسند نه پوندا هئا ته بيهر ويچاريا ويندا هئا، يا اپيل داخل ٿيندي هئي. انهيءَ کي امير هٿائيندا هئا. وڏيڪ پيرائتو احوال ڏيڻ بنا ايترو چٽي سگهبو ته اسانجي ملڪ ڪانسواءِ سنڌ جهڙو عام ڍلن جو سرشتو ٿورن هنڌ هوندو. پر انهي سرشتي ۾ هڪ وڏو نقص اهو هو جو ڍلن جو بوجو انهن تي رکيل هو جنکي ڍلن کان معافي ڏيڻ ملڪ جي بهبوديءَ لاءِ هو، ۽ انهنتي

ٻروھو جنتي عثل ڇيو تي تہ ھلڪو ھئڻ گھرجي. تنھنڪان سواءِ حاڪم اھڙا لوڀي ۽ ڦورو جو انصاف ڇڏي جيترو وٺندو ھون اوترو ڇڪيندا ھئا. ٻڌائون تہ ڪنھن بدبخت ھندوءَ وٽ چار ڏوڪڙ ميڙيل آھن تہ گناھہ ري گناھہ زور لڳائي ڏھندا ھئس. واپار مٿان اھڙيون سخت ڍلون ھونديون ھيون ۽ ڪو ھندو ملڪ ڇڏي ھليو ڪونہ ويو، بلڪ اڪثري سکيا آسودا ھئا؛ تنھنمان سمجھبو تہ يا ھو خوش ھئا يا تہ (جئن وڌيڪ ممڪن آھي) اھڙا چالباز ھئا جو تڪليفن ڪي منھن ڏيندي بہ پنھنجو مطلب حاصل ڪري وٺندا ھئا. ھندو واپاري جيڪو مال بمبئي مان گھرائيندا ھئا، تنھنتي خرچ لٿي پٿي صافي ويھہ سيڪڙو فائدو پائيندا ھئا. تنھنڪري اھو ڦورو سرشتو انھن آزاريلن سنڌين لاءِ بہ آخر اھڙو ضررناڪ نہ ھو جو واپار صفا بند ٿي وڃي. پر جيڪڏھين ملڪ جا حاڪم اھو ردي رستو بند ڪري ڪا نيائيءَ انصاف جي نيتي اختيار ڪن ھا تہ نہ رڳو سنڌ ۾ رعيت وڌيڪ سکي ٿئي ھا، پر ڍلن جي پيدائش گھٽي وڃي ھا.

ڍلون اڳواٽ وٺڻ لاءِ ۽ وصوليءَ جي تڪليفن کان ڇٽڻ لاءِ گھڻو حصو اجاريدارن کي ٺيڪي تي ڏنو ويندو ھو. امير اجاريدارن کان ھڪ ڪوڏي بہ گھٽ نہ وٺندا ھئا، تنھنڪري ڪين ڪئن بہ وصولي ڪري

ٻٽسا ونڻ لاءِ ڪلي اختياري ڏنل هوندي هئي. انهي سرشتي ۾ ڏاڍيون خاميون هيون ۽ نهايت ظلم ٿيندا هئا. رعيت جو ڪو اوهي ڪو واهي. جج ٻـ اهو تـ مدعا عليه ٻ اهو. جنهن صورت ۾ اهي نيڪا يڪ سالا هوندا هئا تنهن صورت ۾ ائين ٻ ڌ هو جو اجاريدار هن سال جي ڪوت ٻئي سال جي نفع مان ڪڍي سگهي. جي ڪوت يا ٿوري نفع جو خوف هوندو هوس تہ ملڪ برباد ڪري ٻ وصولي پوري ڪندو هو. اميرن جي راڄ ۾ زمين جا ۽ ٻيا محصول ائين نيڪي تي ڏنا ويندا هئا، ۽ روڪڙ موجود هئڻ ڪري سڀ نيڪا اڪثري حرفتي هندو ڪٽندا هئا.

## (۴۳) ساليانی آمدني.

سنڌ جي ساليانی آمدني ڪڏهين ڪيتري ڪڏهين ڪيتري ڪٿي ويئي آهي؛ مثلاً ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ جڏهين ٽالپرن جو راڄ ٿيو تڏهين سمجهبو هو تہ ساليانو چاليهہ لک روپيہ بچت هئي؛ ١٨٠٩ع ۾ اها بچت ۴٣ لک بڌبي هئي؛ ١٨١۴ع ۾ ٦١ لک؛ ١٨٢۴ع ۾ ٥٠ لکن کان ڪجھ گهٽ؛ ۽ پوءِ گهٽجي ٣٥ لک وڃي بيني. پر اهي سڀ ڏڪڻ پنيان ڏڪا آهن، جو جو ٽالپرن جي گڏيل ۽ ڌار ڌار آمدني ڪيتري هئي تنهنجو پورو تخمينو ڪرڻ جو ڪنهنکي وجهہ ئي ڪونہ مليو آهي. ڪو اهڙي پڇا ڪٿي ڪندو هو تہ هڪدم شڪجي

ويندا هئا، تهڪي وري اسانجي ئي مراد هئي ته کو
بدگمان ڪن يا اجايا انومان ڪڍن. پر راڄ جا ڪي
ٽڪر جنجي ملڻ لاءِ اسين اميرن سان ڳالهيون ڪري
رهيا هئاسين تنهن دريافت ڪرڻ سان معلوم ٿيو ته ڪل
آمدني اٽڪل ۳۵ لک هئي. اها هيٺينءَ ريت ورهايل
هئي:- حيدرآباد جا امير اٽڪل ۲۸ لک (مير نصيرخان
۹ لک، مير محمد خان ٦ لک، مير صوبدار خان ۵ لک،
مير محمد جا ٻه پٽ گڏي ۸ لک). باقي رقم خيرپور،
۽ ميرپور جي اميرن ۾ ورهايل هئي؛ پر اهي سڀ
ليکا ٻه اُکي ڏکي جا. حيدرآباد جا امير ساليانو ۳
لک روپيه انگريز سرڪار کي ڏيندا هئا، پر انهيءَ
تورڙي خراج ڪري وڏا فائدا ماڻيندا هئا. عام طور
ٽالپر بلڪل شاهوڪار سمجهڻ ۾ ايندا هئا، ۽ ٽالپرن ۾
وري مير نصيرخان جو خزانو وڏو سمجهبو هو. ۱۸۰۱ ۾
مير فتح علي پنهنجي فوت وقت اٽڪل ۳۵ لک ڪن
پائرن ۾ ورهايا، ۽ بي حد هيرن ۽ ڪنجوُسائيءَ جي تهمت جا
تذهين مٿن رکي ويئي سا اڄ ڏينهن تائين به لٿي ڪانه
آهي. ڪابل جي امير کي ۱۸۳۹ ۾ خراج گهٽائي ڏوم شوم
۲۱ لک ڏيئي، پيون سڀ چٽيون اڳتي واسطي لاهي
ڇڏيائون. هوڏانهن اميرن جي گهرن جو خرچ به خسيس
هو، تنهنڪري پائنهجي ته ڳچ ملڪيت ميڙي هونداٺون.
ماڻهن ليکي اُمرڪوٽ جي ڪوٽ کان حيدرآباد جي
ڪوٽ اندر وڏا خزانا پوريل هئا، ۽ ڪي ته اڃان به چوندا

هئا ته اميرن جي جواهرات، وغيره رڳن پٽن ۾ يا لڪل پاسي زمين اندر ڏٽيل هئي. هر هڪ امير پنهنجو آمدنيءَ جو حصو پنهنجي ذاتي ملڪيت ڪري سمجهندو هو، ۽ جيڪي گڏيل خزاني ۾ ڏيندا هئا سو فقط ذاتي دربارن ڏي ايلچين موڪلڻ جي خرچ لاءِ، ۽ پنجاب، بهاولپور جي راجائن ڏي سوکڙيون سوغاتون موڪلڻ لاءِ انهن بنهي خرچن مان اميرن جي دربار جي ڪنجوسائي پڌري هئي، ۽ اڪثري ٻين دربارن جا عيوضي مهڻن جا مهنا لهڻيدارن وانگر دڙها پيا هڻندا هئا تڏهين مس پيش ڪيل نذرانن جو پورو بدلو وٺي سگهندا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ پڌرو آهي ته سنڌ سرڪار جو سرشتو ۽ ڍل ٻستي جو نمونو خارج ٿي هوندو، ۽ جي رعيت جي آزار لاءِ نه هو ته به سداري واداري جي خلاف ٿي هو. حقيقتاً اِهو سرشتو خودغرضي، طمع ۽ ڪوتاه انديش جي نيتيءَ تي ٻڌل هو. خزانو گڏ ڪرڻ، عيش عشرتون ماڻڻ، ۽ پنهنجن سردارن ۽ سنڌ جي راڄن کي خوش ڪرڻ (جي ملڪ جا سچا والي هئا) فقط ايترو ٿي اميرن کي انتظار هو......

## ميراڻي دربار.

ميرن جي رهڻي رواج جي. خبر سنڌ جي دربارين مان چڱي ٿي پوي. انهيڪري هيٺ حيدرآباد جي سنڌ جي گاديءَ جو ڪجهه ذڪر ڏيان. "ڪو

سلام تي آيو ته ڪوٽ کان ڪجهه پري سندس اِستقبال
لاءِ چاليهه پنجاهه سوار ۽ پيادا فوجي لباس پهري ۽ هٿيار
پنوهار ڪٺي اڳتي وڌي ايندا. ٽوليءَ جا سردار اڪثري
ميرن جا عزيز خويش سندن پاران وٺڻ اچن، جو جو
دستور موجب مير پاڻ فقط ثاني شريڪ جي مرحبا لاءِ
وڌي ايندا هئا. ٽوليءَ جي سردار جو عهدو ملاقيءَ
جي مان مرتبي سندو هوندو هو. بس پوءِ ملاقي ڏٺو
ناهي ته سڀ ڏوڪيندا ڏانهنس ولاريندا ويندا جڻ ته
ڪو دنگو مچائڻو اٿن. سوارن جون اَڙيون ۽ پيادن جون
ڊوڙون. ملڻ شرط سردار ۽ ٻيا نائب ملاقيءَ کي ويڙهي
ويندا. ڪيڪاري هٿ هٿ ۾ ڏيئي اهڙيون قرب جون
چيڀون ڏيندس جو ذري گهٽ گهوڙي تان ڪيرائي
وجهندس. پوءِ هلندو خوش خيريت پڇڻ جو راڳ ۽
وڏي مير جا سلام ۽ پيغام. ساٺ سوڻ پورو ٿيو (سو به
ٿورو وقت ڪين ڪائيندو هو، هڪ ڇڻو خوش خيريت
پڇي ته به وقت گهري، ۽ هڙن موقعن تي اڌ درجن
خوش خيريتون نه وٺجن ڏجن ته ڇا ٿيو؟)، ۽ قطار ناهي
موٽ ڪائيندا، ملاقي وچ ۾ ۽ ٻيا سڀ اِرد گرد. اهڙي
پيڙ جو سندس گهوڙو پيو ڌڪجي. شل نه گهوڙو ٿهيس.
پر جي ڇڙڪيو ته پاسي وارن گهوڙن جي لتن ۾ ملاقي
منو. آزي نيزاري اچائي. چئين ته ”ذرا هلڻ جي جاءِ
ڏيو“، ”پنهنجو گهوڙو پاسيرو ڪريو“ ته ٽئين چوندڙ منو.
پاڻ وڌيڪ ڳاهٽ ٿيندا ۽ ”خوش آهيو“، ”چاق

آهيو" پيا پڇندا! انهن ڏوڪيندا تيلها ڏيندا واڪو واڪاڻ ڪندا ڪوٽ وٽ خندق جي پل مٿان پهچندا. هت وري ٻيا ٻه اچي گڏ ٿا. قلعي ۾ پهرين رئيس (وڏي امير) سان ملاقات ٿئي، سو سنڌس ديوان خاني ٻاهر ملاقيءَ ڪي آڻي ٻيهارين. اُمالڪ پنجاهه خوشامدڙيا خاصخيلي رڪيب جهلي گهوڙي تان لاهينس. بس پير پٽ تي رکيو ناهي ته پنجاهه جڻا ڇاتيءَ تي هٿ رکي وٺي "بسم الله" پڪارين. هت ڪن ترسي سڀ ٿهي ٻهن ۽ اندر گهڙڻ جي قطار ٿاهين. در تي ضرور ڪي نامدار امير هجن، جنهن هڪ ملاقيءَ جو هٿ جهلي اندر وٺي هلندو. اُتي ملاقي جُتي جوراب لاهيندو، جو مشرق ۾ جتي پائي ٻنيي اندر پير ڪين پائيو. ڪوٺي وڏي شاهي پر سامان سري جو ٿيو پلو. فقط هڪ ڇپر ڪٿ مٿان بخمل ۽ ڪيمخاب جون گديون ۽ چوڏاري ايراني غاليچا. ڪٿ تي مير سائين سرو پاءِ ڍڪي ليٽيو پيو آهي، ۽ سڄي ڪوٺي اميرن، وزيرن، خدمتگارن ۽ سپاهين سان ٽمٽار آهي. وڏن عهدن وارا امير جي ويجهو غاليچن تي ويٺل. ملاقيءَ جي گهڙڻ شرط سڀ ٽپ ڏيئي اُٿندا. پهرين مير سائين دستور موجب پاڪر پائي خوش خير عافيت پڇندو، پوءِ وري سنڌس پاسي وارن جي ور چڙهندو. پلا مير ۽ بلوچي اڪثري ميا متارا سو پاڪر پائڻ ۾ ڪا فرحت ڪانه اچي. هاڻ ڳالهه ٻولهه هلي، ۽ مهمان کي عزت ڏيڻ لاءِ منجهي ڏين. ڪٿي ڏس ته

مير جي آڱر اشاري تي اُهي ٻئُوس ٻروچ آجهرن پيا. رئيس جي جامي جو پلو اڌاڙو ته درجن جڻن جو اُمالڪ ٺاهي لساري ڇڏيندس؛ رئيس گفتگوءَ ۾ ڪنهن اڪر تي اٽڪي بيٺو ته هن نه هن مُکه مان اُجهو آيو ڪي آيو؛ رئيس هٿ ڪنيون يا پاسو ورايو ته سينو نوڪي” جيوين قبلا“ پيا چوندا؛ رئيس اک جو اشارو ڪيو ته اُمالڪ حڪم جي پيروي ٿي، ۽ رئيس ڪري ڪهڙي لباس ۾ هجي ته به حاضرين پوري سروپاءِ ڏيکي ايندا. خاص ملاقات وقت يا موقعه تي مير ترار، ڍال، بندوق، سڄو سپاهيءَ جو لباس پهري وهندا ۽ انگريزي آفسر به اهو اَدب جو نمونو اختيار ڪندا هئا. مير بجر جي خون کان پوءِ هڪ ڪلهوڙن جي سفارت ٽالپرن وٽ ويئي. سفارت وارن کي بنا هٿيار حاضر ٿيڻ جو حڪم هو، پر اهڙي ڳالهه به ڪو ٻڌڻ وارو هو؟ اَدب جا قانون مشرق ۾ عجيب آهن، پر سنڌ ۾ ته حد آهي. ڳالهين ڪندي بس ٿي ته اُمالڪ مير سائين وري خوش خيريت آکيندو، ۽ ملاقيءَ جا ٻئي هٿ جهلي پڇندس ته “ خوش آهيو؟” جي ملاقيءَ جي نظر وڃي ڪنهن اَمير وزير تي پيئي ته اُمالڪ هي يار به ضرور ”خوش آهيو؟“ پڇندو. اهي هر هر سوال ڪل جهڙا هئا، پر اَهڙي قرب سان پڇڻ جو پيا وڻن. رئيس ساڻ ڪري ڪهڙي به ڳالهه ڪيو ـ ۽ اکري هلڪيون ڳالهيون ڪن- ته به آخر ۾ وڃي شڪار جي ڳالهه تي اٽڪندو. ڪڏهين

شڪار تان موٽيا ۽ وري ڪڏهين ويندا انهي جهڙي ئي
ڳالهه ڪاڻ تي سمجهين. مهمان جي تلافي ڪيائين ته ڪيس
شڪار ڳاهه ۾ شڪار ڪيلڻ جو نوتو ڏيندو. رواج موجب
وڏو، يعني رئيس مجلس جي برخواست ٿيڻ جو اشارو
ڪندو. جي ٻه چار قدم وڏي غاليچي تائين هليو ته
مهمان تي نوازش ٿي. اتي "خدا حافظ!" چئي
موڪلائيندو. ... ڪورٽ ڇڏڻ مهل وري ساڳيو بدرقو
ڏوڪي ساڻ هلندو ۽ ليلائڻ تي مس ڪي جلد موٽ
ڪائيندا، باقي ٻيا ڇا ته ٺٺي گهر تائين پهچائـي ويندا.
خاص موقع تي سوکڙيون سوغاتون ڏين ونن، پر عام جام
مهمان اڳيان مٺائي جا طبق پيري اچي رکن.

باقي اهڙي جهڙي ملاقات تي بروچن جي مرحبا
۽ خوش آمديد سنڌين جي دل وٽان ٿيندي هئي.
مشرق جي ٻين ملڪن ۾ دربار ۾ نزاڪت ڏسبي آهي.
هت بـوزان ٻـروچن جون ٽوليون ۽ ڪئين ملڪن جا
تنخواهدار سپاهي دربار ۾ ڏسي سمجهبو هو ته جهنگلي
قوم ۽ سپاهي سردارن جو ملڪ آهي. بروچن جون شوخ
شڪليون ۽ شوخ سياء ڪنهن ويل دربار ۾ حضور اڳيان
ٻه ڪين دبجي سگهندا هئا. البت سردارن سان وفادار،
پـر هنن جهنگلين کي ادب جا نمونا ڪين ايندا هئا.
وقتي ڏسبو هو ته دربار ۾ هڪ ٻاسي هنن جو هل هلا ڇو
۽ ٻئي پاسي جنسي ڪدڙن سان ناچو ضعفائن جون سيٽون
۽ دهلين جا دس.

## (۴۵) سنڌ جو واپار.

سنڌ ۾ هيٺيون مال ٻاهران اچيتو. انگريزي ڪپڙو، مخملون، کنڊ، مصالح، پسارڪيون شيون ۽ ڌاتُو. اهو مال گهڻو ڪري بمبئي مان ٿي آيو. ڪپهه، سادو ڪپڙو ۽ ريشمي مال مارواڙ ۽ گجرات مان؛ ريشمي ڪپڙو بهاولپور ۽ ملتان مان؛ اُتر اُلهندي وارن ملڪن سان ڪچو ريشم، رنگ، دوائون، سڪل ميوا، گهوڙا، وغيره؛ ڪچ مان عاج ۽ گجرات ۽ ملبار مان ڪاٺ.
انگريزي ڪپڙا جي سنڌ ۾ ڏاڍا چالو هئا سي ڇيٽون، صوف ۽ هڪ رنگارنگي سوٽي ڪپڙو جنهن کي جفر ڪري چوندا هئا. سادو جوڙيءَ جو ڪپڙو جنهنجو ڪاپو جهجهو آهي سو مارواڙ يا سنڌ اندر تيار ٿيندو آهي. باقي ولائتي ململين ۽ پٽين جو واهپو مٿئين درجي جي ماڻهن ۾ ئي آهي؛ اوني بنات جو چلائمان گهٽ آهي. ولائتي سٽ به سنڌ اندر گهڇ تو اچي، ۽ انهيمان سنڌ جي آڏاڻن تي اُچو ڪپڙو تيار ٿــو ٿئي. پسارڪيون شيون جنڪي ڪراڙــو ڪري سڏيندا آهن تنجي آمدني ۽ ڪاپو به چڱو چوکو آهي: اوني ۽ سوٽي ڪپڙي جو ڪاپو گهٽ آهي، جيتوڻيڪ اوني ڪپڙي جــي واپار ڪري ئي انگريز سرڪار سنڌ سان واپاري واسطو رکــڻ لاءِ منتظر هئي؛ مگر اهي شيون عام ماڻهن لاءِ بلڪل مهانگيون آهن، ۽ جيڪي تورا واپرائين تا تنکي مشرقي شوق موجب تڪا

چِٽا رنگ گهرجن. هڪ کهر و ٽلهو پر چوڙڻ ۾ سٺو سوٽي
ڪپڙو ملڪ ۾ نهي ٿو، جو عام طرح گرم ڪپڙي جو
ڪم ٿو ڏئي. پشم مان پهرڻ جوُن شيوُن ڪين ٺاهيندا
آهن، پر ڪچو مال ملڪ مان لنگهي ٻاهر ولايت ڏي
روانو ٿيندو آهي. هرقسم جي ذاتين جا پرچ اچِٽا،
جنمان سڀ گهرج جا باسڻ سنڌ اندر نهن ٿا. ڪچي
مال جو ڪاپو گهٽ آهي. دوائون ۽ رنگ جي خراساني
(يعنيِ قنڌار، هرات، وغيره جا) واپار طور اچِٽا سي
نهايت ضروري آهن. سنڌ جي ريشمي ۽ سوٽي ڪارخانن
جو مٿن مدار آهي. انهن پاسن جو ريشم ٻه ڏاڍ و هليٽو،
۽ اُنهيجا ڪئين نمونا آهن: ٿوُني، دريائي، ڪوڪني،
خَف، چِلا ۽ غِلاني. انهن سيني ۾ پوئين جو گهڻو قدر
آهي. پر انهن کان ٻــ چيني ريشم، جــو بمبئيءَ کــان
گهرائيندا آهن، سو عمدي ۾ عمدو آهي. ٻيو ته خراسان
۽ هرات کان هڪ ٿورڙي پر نهايت اُچي ڪپه، ايندي
آهي جا گهاٽي پرت ۾ ڪم ٿي اچي. نالوئي نوم اٿس.
اُتر اُلهندي کان جيڪو پيروزو پٿر اچي ٿو تنهنجو بــ
گهڻو ئي مان آهي. سنڌ ۾ اهو سهڻو پٿر ايران اندر نشاپور
جي کاڻين مان ائين ئي کوٽي ڪڍي ايندا آهن، ۽ پــوءِ
ڪاريگر بلڪل سادن اوزارن سان گهڙي ٺاهي چمڪائيندا
اٿس. اهو پٿر جهجهوءِ سستو آهي ۽ جو غريب ۾ غريب
هاريءَ جي زال بار "فيروزن" جو هار سينگار ڪندا. وڏن
پٿرن جو اگهه آڪرو آهي، ۽ آهن ٻه جزوي. واپار ۾ فقط

سستو مال هليتو، جو جو اُچو مال ايراني سرڪار ياڻوت
قابو رکندي آهي. اُتر الهندي ڪان هڪ سونو سڪو
(ڏ ڪَٽُ = ٩ شلنگ) ۽ پرت لاءِ ڏاڳو بہ ايندو آهي.
مٿي چئي آيو آهيان تہ سڪل ميوو ۽ گهوڙا بہ ساڳئي
هنڌان اچن ٿا، پر قد ۽ سگهہ ڪري پويان تہ سنڌ مان
فقط لانگهائوُ آهن، جو جو انگريز سرڪار رسالي ۽
توبخاني لاءِ خريد ڪندي آهي؛ سردار ڪي ٿورا گهوڙا
گِنهندا آهن ...... اِنهيءَ واپار وڌائڻ لاءِ پهريائين ضروري
آهي تہ ماڻهن جي حالت سڌارجي جو سنڌ ن گهرجوُن
وڌ ن، جو جو پڌرو آهي تہ جيسين سکيا آسودا نہ هوندا
تيسين نئ وارين شين جو ڪاپو بہ ڪين وڌندو. ولايتي
شين، خاص ڪري ڪارخانن جي تيار تيل مال جي
ڪاپي تي دربارن جو بلڪل ٿورو اثر هو، سبب جو اميرن
جون گهرجوُن ٿورڙيون هيون، ۽ گهڻي قدر سنڌي يا
مشرقي مال، سو بہ ٿورو، سنڌن لاءِ ڪافي هو. مطلب
تہ سڄو ملڪ غريب آهي، ۽ ملڪ جا حاڪم نهايت پڪا
آهن. تنهنڪري پرڳڻي جو واپار بہ اُنهيءَ موافق آهي.
سنڌ مان هيٺيون مال ٻاهر ويچي ٿو: چانور، گهہ،
آفيم، نيرُ، سڪل مڇي، چمڙو. اهو دو آبي ۽ ڳچ
جيترو ڪراچي بندر تان چڙهندو هو؛ نير، ڪپهہ، ڪپڙ،
ريشمي ڪپڙو، لوڻ، شورو، خراسان ڪان جو مال ايندو هو
تنهنجي بدلي ۾ اوڏانهن ويندو هو. سنڌ اندر واپار، گهرج
سارو، ضلع ضلع جي پئدائش موجب ٿيندو هو. مثلا

۽ سنڌ هيٺ اَن، ڳَهُ، ڪپهه، نير، وغيره موڪليندي هُئي ۽ بدلي ۾ چانور، مڇي، چمڙي جهڙيون شيون، هٿيار، وغيره وٺندي هُئي.

حال جي انهيءَ آوت جاوت ڪانسواءِ، هيٺرين اٽڪن ۽ بيٺن ڪيترين مشڪلاتن هوندي به سنڌ اُترالهندي جي ملڪن خاص ڪري قنڌار لاءِ هڪ وڏو گدام ٿي رهي آهي، ۽ الهندي برن پٽن جي جهنگلي قومن جهڙوڪ گهرجون پوريون ڪيون اٿس. انهيءَ ٻاهرئين واپار جا خاص ڪري ٻه مرڪز آهن. ڏکڻ ۾ ڪراچي بندر، ۽ اُتر ۾ شڪارپور ۽ انهن ٻنهي هنڌن فقط ساهتي وارن هندو واپارين جي معرفت ئي واپار قائم ڪيو ويو آهي. جيڪو مال ڪراچيءَ ۾ لهي ٿو سو اُهنجا اَٺانگا خشڪيءَ جا رستا لنگهي، آوت ۽ راهداريءَ تي ڳاٽي پئجيون ڏيون پيچائي، قافلن جا ڳرا خرچ ڏيئي، واٽ تي اَمن اَمان لاءِ به بدرقن جهڙيون چٽيون ڀري، تيهن چاليهن ڏينهن جي سفر ڪانپوءِ شڪارپور پهچيٿو. شڪارپور ڪانپوءِ وري به پنجويهن تيهن ڏينهن جو جبل جي لڪن مان پنڌ اڳيان آهي. تنهن هوندي به اهو واپار نيٺ سراسري ويهه سيڪڙو صافي نفعو ڏئيٿو، ۽ ويهين تيهين هزارين پائونڊن جو ڪٿيل آهي. شڪارپور کي خراسان جو هڪ دروازو به انهيڪري سڏيندا آهن، جو جو ويندڙ سنڌو درياهه ڪانپوءِ بولان لڪ واٽ تي آهي. اتر اولهه جي واپار لاءِ شڪارپور جو رستو هميشه قائم رهيو آهي ۽ رهندو.

وچ ايشيا جي واپار تي جيترو شڪارپور جو اثر ٿيو آهي اوترو درياهہ جي ويجهو ٻئي ڪنهن شهر جو ڪونہ ٿيو آهي. اهو اثر ذري گهٽ اڄا بہ قائم آهي، تنهنمان شڪارپوري واپارين جي لياقت، ہرجستائي، بلڪ دليري صاف پڌري آهي. سنڌو درياهہ کان وينديءَ ڪئسپين سمنڊ تائين سيني شهرن جي پئسي ۽ صرافي ڪم جو اهو شهر مرڪز هو؛ ۽ ٻئي ڪنهن سرڪاري سرشتي هيٺ شڪارپوري شاهوڪار اهو واپار ڪنهن وڏي اوج کي وڃي رسائين ها. سنڌ جي شين ڪانسواءِ قنڌار ڏي هيٺيون ٻاهريون مال بہ ويندو هو: ولايتي (انگريزي) ڇُريل ڪپڙو، ڇيٽون، مخملون، پٽيا، ڏاتو، ڪنڊ، مصالح ۽ پسارڪيون شيون. انهي پاسي کان جيڪي ايندو هو تنهنجو ذڪر مٿي ڪري چڪو آهيان. سياري جي منڊ ۾ قنڌار کان قافلا هلندا هئا، ۽ ڊسمبر ۽ جنوريءَ ڌاري شڪارپور ۾ پهچندا هئا؛ اتان وري مارچ ڌاري موٽ ڪائيندا هئا، جنهنڪانپوءِ سخت گرمين ڪري انهن ٻون پٽن ۾ آمدرفت بنہ بند ٿي ويندي هئي.

خشڪيءَ رستي اميرن جون ڇتيون ٿارط لاءِ ڪيترو واپار سنڌ مان ٿهي بلوچستان جا جابلو پيچرا وٺي، وات تي ڦورو قومن کان جوکا برسر ڪري اُتر-اولهہ جي ملڪن ۾ وڏ يڪ لنڊي ۽ سڌي رستي وڃي پهچندو هو. انهي واپار ڪانسواءِ سنڌ جو ٻين ملڪن سان اهڙو واپار ڪونہ هو، جنهن ۾ اسانجي مال جو کاپو ٿئي.

اسان ۾ هيسنائين وچ ايشيا سان بنا اٽڪ واپار ڪولڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ انهيلاءِ سنڌ جي رستي جئن هيستائين تئن آئينده اهو واپار دارو مدار رکندو. جنهن ملڪ کي اهڙي بندر، درياهہ ۽ سڌي خشڪيءَ جي رستي جون خاص سهوليتون آهن تنهن ملڪ کي واپار لاءِ سڀ ضروري سهولتيون آهن. اهڙي واپار لاءِ فقط ساهس گهرجي، جنهنڪانسواءِ ڪهڙو بہ خسيس ڪم برثواب نٿو ٿئي.

سنڌ جو مارواڙ، پالي، جيسلمير، بهاولپور، پنجاب، گجرات، ۽ ٻين آس پاس جي ملڪن سان واپار جزوي آهي، ۽ ملڪن جي ڪچي مال ۽ ڪن تيار ڪيل شين جو آهي. ولايتي مال بعضي بمبئي مان انهن ملڪن رستي سنڌ ۾ ايندو آهي. سنڌي آڏاڻن جو ڪپڙو سنڌي پاڻ يا اوسي پاسي جي ٻرن پٽن جا جهنگلي ماڻهو واپرائيندا آهن؛ فقط نٽي جو مال، تنهن ۾ بہ، خاص ڪري لونگيون، جي سٽ ۽ پٽ جي ملاوت مان نهنديون آهن، تنجي ڳالهہ نرالي آهي. انهن لونگين جا اٽڪل ويهارو نمونا آهن، پر تنمان ڪي ٿوريون جنسون ٻين ملڪن ۾ هلن ٿيون. نٽي ۾ جيڪو سوٽي ڪپڙو اڳي نهندو هو ۽ جنهن لاءِ مشهور هو، تنهنجي بدران اڄو ولائتي مال گهرائي، پنهنجي رواج ۽ شوق موجب ڇُرائي، اهو واپرائين ٿا......

هاڻي ٻهرين ڳالهہ تہ درياهہ ۾ ٻيڙين وقتن تي سنا آڳبوٽ هلائڻ گهرجن ؛ ۽ ٻي ڳالهہ تہ بمبئي مان ڪراچي بندر تي ولايتي مال گهرائي ڏيڻ جو رستو سنڌي واپاريءَ کي کولي ڏيڻ گهرجي. پوءِ هڪدم ڏسبو تہ آڪٽوبر کان مارچ تائين شڪارپور کان قندار تائين انگل هيترو وقت لڳندس: بمبئي کان ڪراچي ٻيڙين رستي ۱۲ ڏينهن؛ ڪراچي - سکر درياهہ رستي جهاز ۾ ڏهہ ڏينهن؛ بولان لڪ رستي قندار ۲۵ ڏينهن - يعني، بمبئي - قندار ۵۰ ڏينهن. مطلب تہ اڌ وقت بچي پوندو، جا ڪا ننڍي ڳالهہ ڪانهي. وات جو جوکو ۽ خرچ بہ گهٽبو. ڪري سمجهو تہ شروعات ۾ جهاز جي ڪٽاڻي ڳري ٿيندي، تڏهين بہ اُٺ جي ڀاڙي، بدرقي جي خرچ، وغيره کان گهڻو گهٽ ٿيندو. ممڪن آهي تہ چونڪيءَ تي آمدرفت مٿان ڍلون گهٽ يا معاف ڪيون وڃن. هرات جو واپار قندار ۾ اچي ويو، ڇو جو رستو سا ڳيوئي آهي.

## سنڌي سڪا.

رواجي طور سنڌ اندر ڪمپنيءَ جو ڪلدار رپيو چالو آهي. اُتر سنڌ ۾ سهراب ۽ سجاولي - ملهہ ۾ ٻهريون هڪ سيڪڙو ۽ ٻويون اڍائي سيڪڙو ڪلدار کان ڪسو. لاڙ ۾ ڪورا ۽ ڪاساني روپيا هلندا - ملهہ ۾ ٻهريون ۲۵ سيڪڙو گهٽ ۽ ٻويون ڪلدار جو اڌ.

## (٤٦) سنڌي ٻار.

وڻندڙ ٻار جھڙا سنڌ جي سفيد پوش ماڻھن جا ٿين
ٿا اھڙا ٻئي ڪنھن ھنڌ مشڪل ڏسڻ ۾ ايندا. روش
سوڌا ۽ نفيس، پيشاني گول، ڳل پريل ۽ پنيان ڪاريون
ريشمي گھنڊيون. اکيون وڏيون، ڊگھيون، ۽ آبدار-
اھڙيون سمجھوُ ۽ چلوليون جو ڏسي حيرت پيئي وٺي.
جھڙي شڪل تھڙوئي ڊؤل- سوُڌائي ۽ سونھن اھڙي
جو ڪو مغربي چترڪار ڏسي ته چتر ويھي چٽي. ويس
سادو- مٿي تي جمني ٽوپي (skull-cap)، بت تي ننڍو
ريشمي گھگھو، ڪمر ۾ شال جنھنمان ھڪ ننڍڙو عمدو
خنجر پيو لڙڪا پائي، پير ۾ سليپر؛ ھوڏانھن ولايت ۾
ٻالڪن لاءِ ناچوُ ڪٽي جو ويس، يا ڇوڪر جو سنڌ
مٿان ڪوٽ واسڪوٽ. پر جي سنڌن ويس ٿو وڻيئي
ته سنڌن ھلت نه ضرور توکي پسند پوندي پاڻڪان
وڏن سان گھڻو وقت گذارڻ ڪري انھيءَ عمر ۾ اُٿڻ
وھڻ ۽ ٻي فضيلت سکن ٿا، جڏھين تنھنجا انگريز ٻچا
ھڪ وڏي ڪليل پيٽي، يعني دائي خاني ۾ ٻاند رکڻ جا
لائق آھن. ھيءُ ڇوڪرا ٻيءَ اڳيان باادب اُٿي بيھندو،
چٿبس تڏھين وھندو؛ وڏن جي گفتگوءَ گنڀير ٿي
ٻڌندو، ٿوري ۾ ۽ ادب سان جواب ڏيندو ته ” ننڍڙا
ٻار ڏسڻ لاءِ نه پر ماف ڪري ويھي ٻڌڻ لاءِ پيدا ٿيا
آھن،“ انھي مضمون تي ڪين ھدايت ڏيڻ جي

ضرورت نه ڪانهي. انن ورهين جي عمر ۾ تهذيب مان اهڙو واقف ٿي وڃيٿو جو پيءُ جي غير حاضريءَ ۾ توسان در وٽ اچي گڏ ٿو، ڪونيءَ ۾ پوري جڳهه تي آڻي وهاريندو؛ پوءِ توسان ڳالهيون ڪندو؛ تعريف به ڪندو، حقو گهرائي منائي آڇيندو؛ ڪاني مهل ڪنهن به ڳالهه ۾ گهٽ ڪين پوندو. سچ پڇ ته جوڪر نه پر ننڍڙو مرد آهي، ۽ سنڌس پيءُ گهر اندر ننڍڙي زال آهي. اها ڳالهه توکي شايد نه آئڙي؛ تون چوندين ته بار معنيٰ سرلائي، چنچلتا، سياويڪتا، وغيره. پر تون به قبول ڪندين ته انهيڪري بار خود غرضائي، ڪيچل ۽ ڍينائيءَ کان بچي پوندا.

پر جنن اسين سنڌن بارن تي موهجون ٿا، تنن وري پاڻ اسانجن تي موهت ٿين ٿا. هڪ هندو سردار ٻڌم ته "يورپي ٻيبيءَ" جو گورو چهرو ۽ پشمي وار ڏسڻ لاءِ ڪي مٿل کهي ويو. مرهٽن ۾ "سهڻو جهڙو گورو بار" ته چوڻي آهي.

اڄهو هينئر مير ابراهيم خان جو پٽ، معاف ڪجو، مير جان محمد خان ٽالپر اسان وٽ آيو آهي. استقبال ڪبو، اها سنڌس پيءُ جي عزت ڪرڻ آهي. مرحبا بيا ڪريونس ته پلي آيا، جيءُ آيا، همت وهو، مٿي چڙهي وهو؛ گهوڙي جو احوال، باز جو احوال، دلچسپي ڏيکاري پڇونس ٿا. خنجر ٿا ڏسونس، اميد ٿا ڪريون ته پيءُ جهڙو ئي پهلوان بهادر پٽ ٿيندو. پر "سهڻو"

ڪين ڇڏيس عمر ڪين ڀڄيس، پائرن پيرن جي ڳالهه نه ڪبيس، اِهـا بـد فضيلت ٿيندي. مـوڪلاڻيءَ مهل سوکڙي سرِي ڏبيس، ڪيسي لاءِ تپاچو، رنگين مورت. پوءِ پائيندو ته ملاقات جو مقصد پُورو ٿيو. وچ ايشيا ۾ ٻـارن جي ملاقات هڪ اَڻکل آهي اکثري سوکڙين ونڻ لاءِ.

## (٤٧) شڪارپوري هندوُ.

اڄ ته وري بزار مان لنگهون. هي ٻيو شڪارپوري هندو جاچي ڏس، جنجيون ڪين ڪين ته به هن غوريبڙي شهر ۾ ٩٠٠ ڪوٺيون آهن. هوُ بندرو، لڙ جهڙو بدبخت ڏس. گهنجايل نرڙ، سڪل منهن، ڪهري ڪاڏيءَ مان لوڀ پيو بکي. چپ سنها ۽ ڀيڙيل، نڪ ڪنڍيارو ۽ اکه ڪاري ۽ تکي. مٿي تي سوڙهي ۽ ننڍڙي پڳڙي رکي اٿس، ۽ ڇيله ۾ گوڏ جو ٽڪر ٻڌل اٿس. ڪنهن وقت ٻئي صفا ۽ اڇا هئا. ڏائي پاسي ڪلهي تي جٽيو پيو لٽڪي ۽ پيشانيءَ تي نيات جـو اڇو وڏو تلڪ پيو ٻهڪي. ڪن جي پٺيان هڪ ڊگهو ڳاڙهو قلم ۽ هٿ ۾ ڏرم جي مالها پيئي ڦري. واهه ڏرم تنهنجا رنگ! اهـو شخص رڳو رڳو ۾ هندو واپاري اٿيئي. لڪن جـو واپاري، پر هٿ مان ڪوڏي جو ٿو ڇڏي؟ جبل پاسي جهڙي ٿهڙي جاگير ڳنهي وڃي، پـر ڪوٺيءَ تـي ڪهڙو به جبل جو ماڻهو ايندس ته سندس اڳيان ٻيو نيچ نئوائيندو. اهو ئي پـوُ ته نچاڻا مٿان هـي رهـزن

ڪپڙي جا تاڪيا ڳنهندي، روڪڙ ڏيندي ڪو ڏڪ نہ واهي ڪيو. هوڏانهن هو ميان مومن اڳيان لنگهندو تہ ڇپن ۾ هن ڇتيءَ ڪوڙيل، مڇن لڙيل ڪمبخت تي لعنت هڻندو لنگهندو. ڪيس ڏسي اکين ۾ شيطاني ڇمڪو ٿيندس. پر جيسين شيءِ وٺي پورو اگهہ ڏيندس تيسين سڀ سهي ويندوءَ ذرو بہ رنج ظاهر نہ ڪندو.

جڏهين ڏٺائين تہ وطن ۾ نہ آهن ڏنڌا نہ آهن ڪارخانا تڏهين ديس ڇڏي پرديس ۾ صرافيءَ جون ڪوٺيون وڃي کوليائين. پنجاهہ سالن اندر وچ ايشيا جي ڳچ ڀاڱي ۾ زور وٺي ويو. ترڪيءَ کان وٺي چين تائين، استراخان کان ويندي ڪچاڪماريءَ تائين ڪو نديو وڏو واپاري شهر نہ رهيو جتي شڪارپوري ڪوٺي نہ هجي. شڪارپور ۾ ويهي اچا بہ درسي هنڊيون ڪيندو جي ڏورانهن ڏيساورن ۾ پهچندي اُمالڪ بنا شڪ مٽائي سگهبيون، ۽ انهي اشراف جي هنڊيءَ ڪري وات تي سر بہ سلامت رهنداءَ.

ڪاغذ تي خبر ناهي کهڙا نشان لڳائي ٿو ڪري جو ڪير جعل سازي بہ نٿو ڪري سگهي. اهي نشانيون بہ جٽا سڃاڻن. هڪ هنڊي لکندڙ، ٻيو پڙهندڙ. هاڻي ذرا غور ڪر تہ جن پٽن ۾ هڪ سوئي سڪي لاءِ ماڻهو جان ٿا مارين اُتي ڪاڳر جا بہ چار رهڙيل پرزا کهڙا نہ ڪارائتا ٿيندا.

شڪارپوري ٻار ڇگيري واپاري تعليم وٺي، دڪان

تي ويهي وڏو تـي، ڏوڪر ڪمائي خوب ڏوم ڏام
سان وهانـو ڪندو. پهريـون بـار ڇائس ته مسافريءَ
جا سعيا ڪندو. مٿن مائٽن کان روئي موڪلائي،
اڪيلو اوڏانهن اُسهندو جتي شايـد اڌ عمر ڪاٽڻي
پـونديس. ڇوُڦـو جيڏانهن نيندس اوڏانهن ويندو.
پوءِ چاهي عربستان جي آتشي بَدوِئن وٽ، اُتر تاتار ۽
ايران جي قورن وٽ، هندوڪش يا سليماني جبل جي
خونخوارن وٽ، جهنگلي واسواهيلن يا هماليه پهاڙ پٺيان
سڃن ماڻهن وٽ. لڇمي پرسن تي ته زور وننده، زبر ڪندو.
ڏيتي ليتي، حساب ڪتاب ۾ گـوهر هڻڻ ڪري ڀلن
اُڳاڙڻ لاءِ اِجاريدار وڃي ٿيندو. ٻاهران امانت، اندران
خيانت ۽ ڪافر هوندي به امير سردار سان ٺهي ويندو.

## (۴٨) شڪارپور جي بزار.

سانجهيءَ جا چار لڳا هوندا، ۽ ڏس ته بزار ۾ ڇيو
نه ته ڏهه ٻارهن جنسون نظر پيئون اچن. هـو ٻروهي
ڏس! قد جو ڇوٽو، منهن ڊگهيرو، عضوا ويڪرا، اُپا
ڪلها. بت تي ملس جو جبو پيو اٿس، ۽ حلوائيءَ جي
دڪان ڏي واجهه وجهيو وينو آهي. افغانن جي ٽولي
ڏس! ڪئن نـه گهوڙن، خچرن ۽ گڏهن جي خريـد
فروخت لا ريڙهه پيڙهه وينا ڪن. ڊگها قداور ڏيل،
اکيون اُلا. همت ڪئن تـا ڪٽن، واڪا ڪوي ڪئن تا
ڳالهائين؛ جنس ئي اَوُر. هٿيار ساڻ ڪڻڻ جي منع اٿن،
پر ڪمربندن ۾ همت پيا وجهن جـڻ ڇري تا ڳـولين.

انهي ڊگهي ٽڪي خنجر سان وڙهندا آهن. آڳاٽيءَ
رومي تلوار جهڙو ٿو لڳي، ۽ منجهائنس مڙسن جي مڙسي
پيئي بکي. وري هي جهنگلي بروچ ڏس! اُس ۾ منهن
ٽامڻي ٿي ويو اٿس. ڀورا وار، منهن تي ڌڪن جا گهاو،
ڦوروءَ جا چٽا اُڀريل. بزار ڏي نهاري چئي پيو چوي
ته "هيترو لٽ جو مال اجايو پيو آهي." اِتي ئي ٽلهو،
مٺارو، ڪمخاب جي ڊگهي ٽوپيءَ وارو سنڌي مسلمان
سوار لنگهندو، اڳيان "پوش، پوش!" ڪندڙ پيادو. ڇي
هن ڪميڻي کي ايڏي جرئت ٿي آهي جو اسان سردارن
کي هٿن ڌڪيندو ڌوڪيندو ٿو وڃي. سَتان ماٿريءَ
مان پربت جهڙو، جانٺو جبرو ملوڇ مڙيوئي پڳ ۽
ڪمربند، مٿان ملي جو چوغو سو به ڏس. ڇا سنڌس
هٿ جا ٽڪر. جيتامرن سنڌين لاءِ ڪيڏي نفرت ۽
حقارت. پر رهي ساڻن، ڪائي سنڌن، ڦرين به ڪين.
شوخ، ڪُوڙو، ڀاڙي پٺاڻ، يعني "گدو" افغان ڏس
ته بزار ۾ ڪئن نه چرب زبان ايراني سوداگر سان ڏاڪڻل
وينو ڪري. اِجهو هاڻي قنڌاري گڏيو ملتانيءَ کي.
نڳ گڏيو نڳ کي. هن پاسي ڊگهي جيسلميري پڳ
پشمين جي ڊُپلواي کي سلام ٿي ڪري ته ٻئي پاسي
ڪڇ گجرات جي سفيد عقوف واري پانهن قلات جي
ٻجر چنبي اندز قابو آهي. هيُ به ڏس! هؤ ميرو گدلو
مسلمان نانوائي سؤن سؤن ڪندڙ ڪباب مٿان تيل جي
ڪيوي ڪئن ٿو اوتي. ڪباب جي بوءِ تي غريب

غربا اچي مڙيا آهن ۽ وات تو ٻاڻي ٿئين. پر ۾ لسرات لهاڻو اوني چوغي لاءِ روپيون چاليهہ اشرفيون ٿو گهري پر اهڙو پاٿل ڪٿل آهي جو لهي ٻارهان نہ مس. هن پاڻئي جي دوڪان تي سڪل ميوا، ڪنڊ، مصالح، آفيم ۽ ڀنگ رکيا آهن. جنين ڪي مال وينو وڪڻي. هت ۾ ساهمي ۽ پٽڙن ۾ ڪوٺا وت. انصاف جي دل ۾ سخت رنج آهي. هوڏانهن اکيون پٽي نهار! ويچارا ميرا گندا ڪاسبي لوهار، قلعيگر، ٺاٺارا هن آرهڙ جي گرميءَ ۾ نڪ نڪ وينا ڪن ۽ اڳيان باهہ جو مچ اهڙو جو رڍ پچي پوي. پر انهن حشامن انبوهن جو ٺڪوڪرڙو آواز بڌ. ڳالهائين ڪين ٿا چڙ رڙن ۽ وڙهن ٿا. پسنا وينا ڪائين، حقا وينا پيئن، پر رکي رکي وارو وٺي، وات پٽي گلي مان اهڙو آواز ٿا ڪن جو خدا پناهہ رکي. حرفتي هندو چادر هينان هت هت ۾ ڏيئي اگهہ وينو ٺاهيندو تڏهين سا سانت ذري هوندي، نہ تہ ٺامي جي هڪ پئسي ڪاتر شيءِ وٺندا، وري موٽائيندا، ذاتدل ڪندا. ڏسي واڻڙو ٿي ويندين نہ مار بيلي! هت وقت ۽ پورهئي جو ملهہ آهي ئي ڪونہ. ڇهڇتو واهہ جو پر بيو تو پلو. اکہ کي بيو وڻي، پر دل ٻيئي ٿهي. واپارين جا چبا وريل مهاندا ڏسي پؤ بيو ٿئي. ويهي ويهي ڪوڙ جي اهڙي توف چڻندي جو ڪن ڦاٽي پوندا. ماڻهو هڪ ٻئي مٿان ڪاهت پہ اهڙا جو ساهہ پيو منجهي. بزار مٿان تڏن جي ڇپر ڇانئيل آهي، پر اُس ۽ گرميءَ

لاءِ اهڙو بچاءُ نه آهي جهڙو افغان بزار ۾ پٺر جو ڍڪ، وري بزار ۾ هيڏي آمدرفت سو متي ءِ دز، يا ڇڻڪار ڪري گپ ءِ چڪ.

## ڏاڙهي، ڪين چٽي!

برٽن صاحب ڏاڙهين ءِ مڇن جو مزيدار احوال ڏنو آهي: "ٿورا سال اڳ سنڌين جا ڪپڙا پهري مسافري ڪجي ها ته اهم ڪونه هجي ها، پر اڄ ڪلهه جا انگريز ائين ڪندو ڏسنين ته جيڪر منيان اچين ءِ ورائي وٺنين ته "آهي ته خير؟ هاڻي مشرقين جو نقل ڪرڻ سکيو آهين. پنهنجو ڪريو ٿو وڃائين." نه ته خبر به اٿن ته اسان جا وڏا ائين ڪرڻ ۾ عيب نه ڄاڻندا هئا. مون ٿار بوُش ءِ جهولدار پتجامو پهري ڏنو آهي. ڏاڍي فرحت آهي، نه ته ٽوپلو ءِ پتلوُڻ ڏسي اڳي هاري ماڻهوُ پچ پائي اُتي پڄندا هئا، ءِ سندن نينگريون وچي اندر لڪنديون هيوُن، ءِ ڪتا ورائي ويندا هئا ءِ ڳائو ميهو مال اُتي پڄندو هو، ءِ فقير فڪرو ويڙهي ويندو هوم. هنن جي ليکي ٽوپلي وارو نوشيروان جهڙو انصاف ڪندڙ آهي، يا وتس قاروُن جا گنج آهن.

بيو ته جي منهنجي صلاح وٺين ته اِها ڪوُسڙي ڏاڙهي جا اٿيئي سا به اڳو پوءِ لهرائي ڇڏ، نه ته هنن سڌريلن ملڪن ۾ ٻاڻ ڪلائيندا ين. تنهنجي ڏاڙهي نه ڪاري، نه ڊگهي، نه لسي، پر نه به جهڙي جي تهڙي نه رکندو. اڄ جي رنبوُن مڇون هونديءَ ته ٽوني بيمت

ناهيندا ڇي ” پنجاهه ورهين جو ڇوڪر ڪاڏي ٿو ڪنهي!“ شڪر جو هت يورپي ڇانوٽين واري مرداڙ ڏاڙهي هڪ ته ڏسندين. خبردار، ڏسين متان سؤئر جي وارن وارو برش پنهنجي منهن کي ڏيکارين. هتي ته ڪپي ميندي ۽ نير، تيل ۽ قٽي، اهي منهن کي ناهوڪو بڻائي ڇڏيندءِ. جي پائين ته ولايتي لباس ۾ به ڏاڙهيءَ جو مان ٿئي ۽ بڌ، سؤنهاريءَ کي ڇڏي به نہ ڏج جئن ڇڇ ڏاڙهي تي پوي. هتي چوٽي آهي:” ڏگهي ڏاڙهي، نانؤ ڏلبر.“ ڇيلهه تائين رکيءَ جڙ مسافريءَ ۾ بيمار زال يا جوان نياڻي، يا گهر ڏيڻ پاڻ سان ڪنيءَ. تڪليف ڏسندين. ڇڇ ڏاڙهيءَ لاءِ اول ته ڪپي ڪاري ريشمي ڳوٿري اُس متيءَ ڪان بچاءَ لاءِ؛ تيل ڇت ڪپيس ته ڪسي نہ، رنگ ذري لڳيس ته زيب نہ وڃيس. نہ ڪتري نيڊڙي ڪڇ متان ڇون ته لچ لفنگ آهي؛ نڪي اساڻي سنڌي منشيءَ وانگر سرخي لائجانس ته متان ڇون ته ڪتر ۽ بيهڪ ۾ جهڙو ڪڏ جو نرو ڇي ويچاري غريبڙي جي منهن مان منشگيري پيئي بکي.

جنهن مهل نہ ڳالهائين ته پنهنجو ساڄو هٿ وڃي سونهاريءَ متان پيو ڦير. شد مد سان ڳالهائڻو هجيئي ته ڏاڙهيءَ جو قسم ڪڻج. ڏسين متان ڏاڙهيءَ سڳوريءَ سان ڳڏ ڪنهن مڪروهه، بچان جهڙي شيءِ جو نالو ورتو اٿيئي. ڏاڙهيءَ تي هٿ رکي قؤل ڏنءِ ته ايمان ڏنءِ. ڪو شخص سونهاريءَ جي بي ادبي ڪري يا ڪنهن

ڪڇيءَ ڦڪيءَ شيءِ ڏي اشارو ڪري وهي، ۽ تون مـاٺ ۾ رهينءِ ته هميشه لاءِ مردوُد ڪري ليکيندءِ. ڪو چڙ ۾ ڏاڙهي ۾ هٿ وجهندي ته خنجر ڪيڏي اُهڙي ڪميڻي کي اُماڻي چڏج دوزخ ۾. ڪو مرد يـا زال ڏاڙهيءَ تي ۽ آگريون رکي توکان رحم گهري ته پنهنجي سونهاريءَ جي پت رکڻ لاءِ مٿس ترس ڪج. جهيڙي لاءِ ڪرنهن هڄيندي ته واهه نه ته ڪنهنکي بـي ڏاڙهي ڪري مـتـان سڏيـو اٿيندي. ڪنهنجيءَ سونهاريءَ ۾ ڪک يا اَن ڪڻو ڏسن ته متان هٿ وجهي ڪڍين پر پنهنجيءَ تي هٿ گهمائي اِشارو ڏجانس.

هاڻ اچ مڇن تي. جي سنهين سان دوستاڻو رستو گنڍيندو هڄيندي ته شهپر ونـائي مٿئين چپ سان سنوت ڏيارين؛ باقي پڇڙين کي ڇڏي ڏي ته پل پيئون مـزا ڪن. جي پائين ته زاهد نظر اچان ته ڪتري پٽي پرن جهڙو ڪري بهارين. جي شيعن سان اُٿڻ وهڻ چاهين ته ڇڏي ڏين تانجو ۽ ٻهارا ڪتا تي ٻهن. پر جي پهلوان ليکجڻ تو گهرين ته موڙي وٽـي نـڪ اکين سـان ڪٽي لڳائين. ڏسين متان وڙهڻ مهل مروڙ ڏيڻ وسري وڃيئي. اوڏيءَ مهل چاڻ تـه شينهن گجڻ مهل پنهنجو پڇ تـو مروٽي، پر جي سلوڪ سهمت ٻچار ڏهاڙا ڪانٽا اٿيئي ته پڇڙين کي چڏ ته هينانهين وٺي پيئون نمن.

———

# چونڊ عمدا ڪتاب

## پنڪتي ۴ قومي ناول

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| چنڊ سال | ۱-۱۴-۰ |
| شوا جي | ۱-۴-۰ |
| آنند مٺ | ۱-۴-۰ |
| گپت گودنا | ۱-۴-۰ |
| ستونت ڪور | ۱-۰-۰ |
| تارن جو اپياس | ۰-۱۴-۰ |
| ستيا ما | ۰-۱۲-۰ |
| گنگا جو ڪٽنب | ۰-۱۲-۰ |
| رنجيت ڪنور | ۰-۸-۰ |
| سلڇڻي ڌي | ۰-۸-۰ |
| نازڪ گلڙا | ۰-۱۰-۰ |
| آدرش ناري | ۰-۱۰-۰ |
| اورنگزيب | ۰-۱۰-۰ |
| راجا اشوڪ | ۰-۱۰-۰ |
| راجا جنڪ جو سپنو | ۰-۱۲-۰ |
| چندراولي | ۰-۱۴-۰ |
| ٻه سکيون | ۰-۶-۰ |
| ليلان | ۰-۶-۰ |
| منورما | ۰-۸-۰ |
| گرو گوبند سنگھ | ۰-۱۰-۰ |

## پنڪتي آ ڪاڻين جا ڪتاب

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| چندن | ۰-۱۴-۰ |
| پارس مٽي | ۰-۱۴-۰ |
| بي بها رتن | ۰-۱۲-۰ |
| گلابي مکڙيون | ۰-۱۰-۰ |
| جيوت جا ورق | ۰-۱۰-۰ |
| چرتر سينگار | ۰-۱۰-۰ |
| گلابي ڦهارو | ۰-۸-۰ |
| بهاري بوندون | ۰-۸-۰ |
| چمن جو ميوو | ۰-۸-۰ |
| سنتپرو | ۰-۸-۰ |
| رتن ڪاڻ | ۰-۸-۰ |
| باغ بهار | ۰-۸-۰ |
| لالڙيون | ۰-۸-۰ |
| هيرن جو هار | ۰-۶-۰ |
| لعل رتن | ۰-۶-۰ |
| نور رتن | ۰-۶-۰ |
| منوهر موتي | ۰-۴-۰ |
| موتين جو هار | ۰-۴-۰ |
| چار چنڊ | ۰-۴-۰ |
| چندر پال | ۰-۴-۰ |

**ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل**

حيدرآباد سنڌ.

## تندرستيءَ تي ڪتاب

| ڪتاب | قيمت |
| --- | --- |
| قدرتي علاج | ٢-١-٠ |
| يوڳ آسڻ | ١-٤-٠ |
| گهرو رواجي علاج | ٠-١-٠ |
| شمسي طب | ٠-١-٠ |
| تندرستي سکيا | ٠-١-٠ |
| راجائي رسويو | ٠-١-٠ |
| گهرو ڊاڪٽر | ٠-١-٠ |
| سنتان شاستر | ١-٠-٠ |
| سچو سک | ٠-٤-٠ |
| سلهه | ٠-٢-٠ |
| استري رهبر | ٠-٥-٠ |
| تندرستي جو رهبر | ٠-٥-٠ |



## شعر جا ڪتاب

| ڪتاب | قيمت |
| --- | --- |
| ساموندي سپون | ٠-١٠-٠ |
| روپ مالا | ٠-٥-٠ |
| ديوان خاڪي | ٠-٥-٠ |
| انيو ولاس | ٠-١-٠ |
| سک ساگر | ٠-١-٠ |
| امرت ورکا | ١-٠-٠ |

## عمدا ڪتاب

| ڪتاب | قيمت |
| --- | --- |
| من وديا | ٠-٨-٠ |
| اسين سکون ڪيئن ٿا | ٠-١٢-٠ |
| هندو ڌرم پرڪاش | ٠-١٤-٠ |
| لطيفي سٿر | ١-٠-٠ |
| ڪاري پاٽي جي ڪهاڻي | ٠-١٠-٠ |
| پگت مالها ٢ پاڱا | ٠-١٠-٠ |
| هڪ رات ناٽڪ | ١-٠-٠ |
| سنڌ جا سنت | ٠-٢-٠ |
| ڏهه اپنشد | ٠-٨-٠ |
| سنڌ جا مٺيا | ٠-٦-٠ |
| ديدار جوتش | ٠-٨-٠ |
| ڪرست جي پيروي | ٢-٠-٠ |
| هندو پرپ | ٠-٥-٠ |
| ڪانگريس گولڊن جبلي | ٠-٨-٠ |
| قومي ساهت | ٠-٨-٠ |
| هيرن جو هار | ٠-١٠-٠ |
| ڪرم يوڳ | ٠-٤-٠ |
| هري درشن | ٠-٤-٠ |
| اسلام جو پيغمبر | ٠-٤-٠ |
| سوامي ديانند سرسوتي | ١-٠-٠ |

**ڪؤڙومل سنڌي ساهت منڊل**

ڪاڌي رستو، حيدرآباد سنڌ.

نوٽ:- وڏي لسٽ لکڻ تي موڪلي وينديسي.

Printed by Tahilram Lokumal Punwani,
at the National (Electric) Printing Works, Hyderabad Sind,
and published by Harisundar Rupchand for
"Kouromal Sindhi Sahit Mandal", Hyderabad Sind.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. پيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)